اول الله عـــليـــم، اعـليٰ، عـالـم جـو ڌَڻي،
قــادر پنهنجي قُــدرت ســين، قــائـم آه قـديم،
والِـــي، واحِـد، وَحــده، رازِق، رب، رحـــيـم،
ســو ســاراه سـچـو ڌَڻي، چئي حمد، حَڪيم،
ڪَـري پــاڻ ڪَـرِيـم، جـوڙون، جـوڙ جهان جي.

(شاهه ڀٽائي)

# حق ۽ واسطا قائم

مهراڻ اڪيڊميءَ جو ڪتاب نمبر 115



| | | |
|---|---|---|
| ڇپائيندڙ | : | قمر ميمڻ |
| ٽائيٽل | : | خالد سيف الله پٽي |
| نگراني | : | احمد مرتضيٰ ”لالا“ |
| ڳاڻيٽو | : | هڪ هزار |
| ڇاپو پهريون | : | 1997ع |

قيمت =/64 رپيا

ملڻ جو هنڌ

برانچ آفيس: مهراڻ اڪيڊمي واڳٽودر شڪارپور

۽

سنڌ جا سمورا ڪتاب گهر

# سنڌاءُ





# انتساب

آءٌ پنهنجو هي ڪهاڻين جو مجموعو **"شيشي جو گهر"** سنڌ جي معروف اشاعتي اداري **"مهراڻ اڪيڊمي"** کي منسوب ڪريان ٿو، جيڪو ديني، اصلاحي ۽ پاڪيزه سنڌي ادب جي اشاعت ۾ ٿوري وقت ۾ گهڻو ڪجهه پاڻ موکي چڪو آهي.

الله جل شانه کان دعا آهي تہ هي ادارو وڌ ۾ وڌ ترقي ڪري، سنڌيءَ ۾ ديني ۽ اصلاحي ادب جي ڪميءَ کي پورو ڪري ۽ نون ليکڪن جي پڻ حوصلہ افزائي ڪندو رهي.

عابد لغاري

# پنهنجي پاران

"شيشي جو گهر" ناميارِي ڪهاڻيڪار، شاعر ۽ اديب "عابد" لغاري جي ڪهاڻين جو ڳٽڪو آهي.

"عابد" لغاري جيڪو هاڻي ڊاڪٽر عبدالجبار "عابد" لغاريءَ جي نالي سان سڏيو وڃي ٿو، جڏهن رهبر ڊائجسٽ جو ايڊيٽر هو، تڏهن فقط "عابد" لغاري هو.

شاعر ۽ ڪهاڻيڪار حساس ٿئي ٿو، هو زندگي جي تلخ حقيقتن، مونجهارن ۽ پيڙائن کي ڪهاڻيءَ جو روپ ڏئي سهڻن اکرن ۽ جملن ۾ سموهي پيش ڪري ٿو. "شيشي جو گهر" ۾ به اهڙائي سهڻا سهڻا ٻول آهن.

مهراڻ اڪيڊمي الله پاڪ جي فضل سان هن وقت سنڌ جو وڏو اشاعتي ادارو آهي، جنهن ديني، ادبي ۽ علمي موضوعن تي اٽڪل سوا سؤ کن ڪتاب ڇپايا آهن. ديني موضوعن ۾ قرآن، حديث، سيرت النبي ﷺ، سيرت صحابہ رضہ وغيره، ادبي ڪتابن ۾ لطيفيات، تاريخ ۽ ڪهاڻيءَ تي اسان جا ڪتاب ساري سنڌ ۾ مقبول آهن. هن کان اڳ اسين انور جوکيو جو ڪتاب "پنهنجا پرين پراوا" پڻ شايع ڪري چڪا آهيون.

مهراڻ اڪيڊمي هڪ مشن جو نالو آهي، اها مشن آهي، نئين ٽهي ۾ ديني ۽ دنيوي سجاڳي پيدا ڪرڻ ۽ انهن کي جديد دور جي چئلينجن سان منهن ڏيڻ لاءِ تيار ڪرڻ.

اهو هدف حاصل ڪرڻ لاءِ اسين سستا ڪتاب شايع ڪريون ٿا. جن ادارن جي سامهون ڪو اعليٰ مقصد هوندو آهي، اهي ڪاروباري ڏانءَ تي ڪونہ هلائبا آهن. جيئن تہ اسان جو مقصد پيسو ڪمائڻ نہ آهي بلڪ ديني سجاڳيءَ جو اعليٰ ۽ ارفع مقصد آهي، تنهن ڪري اسين رعايتي

قيمتون رکون ٿا. جن سان لاڳت به خير کو نڪري ٿي. سرڪاري سرپرستيءَ کان هوندي ئي محروم آهيون ڇو جو سرڪاري سرپرستي لاءِ ڪي ٻيا "گڻ" گهربل آهن.

جن دوستن جو علم ادب ۾ خاص طور اشاعتي ڪم سان واسطو هوندو، تن کي ڀلي ڀت ڄاڻ هوندي ته هڪ خانگي ديني ادارو هلائڻ ڪيڏو نه ڏکيو ڪم آهي. چوٽي آهي ته ڪتابن جي اشاعت اڻ ڪانيو ڪم آهي پر ديني ڪتاب ڇاپائڻ ان کان به وڌيڪ ڏکيو ڪم آهي، سو به وري سنڌي ٻوليءَ ۾. جتي قوت خريد Purchasing Power اڳ ۾ ئي غربت سبب گهٽ آهي، ٻي پاسي سرنديءَ وارن ماڻهن جي علم ادب ۾ دين ڏانهن خاص طور ۾ عام خلق جي عام طور بي توجهي ۾ لاپرواهي جي ڪري صورتحال اها آهي ته.

آٽين ۾ چاڙهين ڏٽ ڏهاڙي سومرا،

هڪ ڪتاب جيئن تيئن ڪري شايع ڪرائبو ته ٻي جا پيسا نه هوندا.

هن صورت حال تي اسانجي سنڌي سڄڻن ۾ ذاهن ماڻهن کي سوچڻ گهرجي.

"هر ماڻهو ڪتاب خريد ڪري" اهو فقط هڪڙو ننڍڙو جملو آهي پر انهيءَ هڪ جملي اندر ساري مسئلي جو حل رکيل آهي.

جيڪڏهن هر ماڻهو ڪتاب خريد ڪندو ته ادارن جي حوصله افزائي ٿيندي ۽ ادب وڌندو ۽ ويجهندو.

اميد آهي ته اڪيڊمي جي ٻين ڪتابن جيان هي ڪتاب به سماج لاءِ ڪارائتو ۽ ملهائتو ثابت ٿيندو ۽ پڙهندڙ هٿئون هٿ وٺندا.

**قمر ميمڻ**
سيڪريٽري
**مهراڻ اڪيڊمي**

**١٢ جولاءِ ١٩٩٧ع**

# تنقيدي پيماني ۾ عابد جو فن

آءٌ عابد کي تمام 'سٺو' ڪهاڻيڪار ڪونہ چوندس، چو تہ جيڪڏهن آءٌ ائين چوان ٿو، 'عابد تمام سٺو' ڪهاڻيڪار آهي تہ اها ڪا نئين ڳالهہ ڪونہ ٿو ڪريان پر تنقيدي نقطہ نگاهہ کان بلڪل بي معنيٰ ۽ عاميانہ ڳالهہ چوان ٿو.

چو تہ "تمام سٺي" چوڻ سان عابد جي ڪهاڻيڪاريءَ جي فن جو نہ تہ ڪو مخصوص خدوخال يا ڪو اهڙو نقش نمايان ٿئي ٿو ۽ نہ ئي اها ڳالهہ ظاهر ٿئي ٿي تہ نقاد جي حيثيت ۾ مون ڪو "عابد" کي پڙهيو، سمجهيو يا صحيح اندازو لڳايو آهي.

ڊاڪٽر عابد کي آءٌ هڪ مشاق ڪهاڻيڪار چوان ٿو، جنهن جو نالو موجوده دور جي ڪهاڻيڪارن ۾ اُڀري سامهون آيو آهي. ادب زندگيءَ کان ڪٽجي يا الڳ الڳ ٿي اُسري نٿو سگهي. ڪو ڪٿي چا بہ چوي پر حقيقت صرف ايتري آهي تہ ادب جو موضوع زندگيءَ جي وسيع دائري مان ورتل هوندو آهي. زندگيءَ جا مونجهارا، ان جا مسئلا، حيات جي جهد و بقا يا ڪشمڪش انهن سڀني جي عڪاسي ادب جي ذريعي ٿئي ٿي. انسان پريشانين ۽ مشڪلاتن کي منهن ڏيڻ لاءِ جيڪي عمل اختيار ڪري ٿو، تن جون جهلڪيون ادب جي آئيني ۾ نظر اچن ٿيون، هرڪو اديب پنهنجي خيال کي زياده کان زياده دلنشين انداز ۾ پيش ڪرڻ جي ڪوشش ڪري ٿو ۽ ان طرح ادب ۾ هيئت ۽ اسلوب جا انوکا تجربا ٿيندا رهندا آهن. جن مان هڪڙو تجربو عبدالجبار عابد بہ

ڪيو آهي، جنهن ۾ ادبي اظهار لاءِ هن ڪهاڻيءَ کي نمونو بڻائي پيش ڪيو آهي!

اڄڪلهه ڪهاڻين جو اڪثر ڪري مهانڊو ته هوندو ئي ڪونهي. پلاٽ ته درڪنار پر نڪا ابتدا هوندي آهي ۽ ئي ڪو سلسلو! نه ڪا نتيجي خيز انتها. ڪا وارتا ته ٿيهو پر، نه هوندو آهي ان ۾ ڪو ڪردار جو ايرپير ۽ وري ٻيو ڪو ڪهاڻيءَ جو اپريل نشان! ان ڪري انهن کي اَڪهاڻيون به چيو ويو آهي. سچ پڇو ته وڏي تعداد ۾ اهڙيون ڪهاڻيون پڇجن ٿيون جن ۾ ذهني خلفشار وکريو پيو هوندو آهي. يا لاشعور مان نڪتل وهڪيل ڳالهيون! اگر اهڙي باهوڙيل، وسوڙيل ۽ ٻتال ماحول ۾ ڪٿان ڪو باهوش ۽ خوش ڪن آواز اچي ٿو ته يقيناً اُهو دل و دماغ کي طراوت رسائي ٿو!

دراصل هر فني يا تجربي لاءِ تنقيدي ٻوليءَ ۾ نئون لفظ يا اصطلاح ايجاد ڪرڻ ذرا مشڪل آهي. ان لاءِ ٻوليءَ جي وسعت ۽ امڪانن تي گهڻي مغز ماري ڪرڻي پوي ٿي، تاهم فن جي لحاظ کان مون عابد کي هڪ خوش نگار ۽ مشاق ڪهاڻيڪار جو نالو ڏنو آهي. جو ته اسلوب جي نسبت سان ڪهاڻين کي خوش رنگي ۽ مشاڪي ڪهاڻيون چوڻ ئي درست ٿيندو! مشاقي انڪري جو هن جي ڪهاڻين ۾ هڪ پلاٽ ٿئي ٿو، جنهن ۾ ابتدا کان انتها تائين هڪ توازن ڏسي سگهجي ٿو. ڪجهه ماڻهو بيان ٿيل ڳالهه يا واقعي جي خاڪي کي پلاٽ سمجهن ٿا جا ڳالهه صحيح نه آهي. دراصل ڪهاڻيءَ ۾ ڳالهه يا واقعي جي مختلف جزن جي پاڻ ۾ ربط کي پلاٽ چئبو آهي. عابد جي ڪهاڻين ۾ واقعن جو باهمي ڳانڍاپو منطقي ۽ مضبوط آهي. اهوئي تسلسل سندس ڪهاڻين ۾ حقيقت جو رنگ ڀري ٿو. ان خاصيت سبب ئي آئون سندس ڪهاڻين کي مشاقانه ۽ کيس مشاق ڪهاڻيڪار چوان ٿو.

حقيقت پسنديءَ مان اها مراد هرگز ناهي تہ فنڪار فن ۾ زندگيءَ جي ذري پرزي تقليد ڪندو رهي ۽ ان کي جيئن جو تيئن هُوبهو پيش ڪري. روزمره زندگيءَ ۾ هڪ ٿڪائيندڙ يڪسانيت هوندي آهي، اُها وڏي حد تائين غير جمالياتي ۽ غير دلچسپ ٿئي ٿي. حقيقت پسنديءَ مان مطلب صرف ايترو آهي تہ خلاف عقل ڳالهہ نہ ڪئي وڃي. تصور ۾ اچڻ جهڙيون ڳالهيون پلي لکجن پر خلاف فطرت ڳالهين لاءِ راهہ نہ کولي وڃي. فن زندگيءَ کان ڪجهہ نہ ڪجهہ مختلف ضرور هوندو آهي، جيڪڏهن ائين نہ هجي تہ فن نہ چوائي؛ انڪري عابد سچن فنڪارن وانگر رواجي لمحن کي بہ غير معمولي بنائي پيش ڪري ٿو. انڪري هو چٽڪ خوش نگار ڪهاڻيڪار بہ آهي، هو زندگيءَ جي يڪرنگي ۽ پريشان ڪُن پلن کي خوش ذوقيءَ جو تهہ چاڙهي پيش ڪري ٿو، اهڙيءَ طرح جو پڙهندڙ قباحت ۾ لڪل حسن کي لهي لطف اندوز ٿي سگهي. خوشگوار ۽ ناگوار لمحا بد انديشي ۽ خوش آئنده خيال زندگيءَ جا پہ پاسا آهن. هو معاملات جو صرف مايوس ڪُن رخ ڪونہ ٿو پسائي بلڪ انهن کي ائين پيش ڪري ٿو جيئن پڙهندڙ جهرڻ بدران پهو رکيل محسوس ڪري. ڪهاڻيڪار تلقين اندران حقيقي خوشيءَ جي ڳالهين کي ڪوٺي ڪڍي ٿو.

توهان ڪٺي عابد جي ڪابہ ڪهاڻي پڙهو، ”گلن جهڙا رشتا“ ۾ غير صحت بخش ماحول کي بہ نهايت رومان خيز بنايو ويو آهي ۽ نفساني خباثت مٿان نيڪ دليءَ جي جذبي کي فاتح ڏيکاريو ويو آهي. ”درد جي پڇاڻي“ ۾ هڪ مثبت انساني احساس طرف اشارو ڪيو ويو آهي. ”شيشي جو گهر“ ۾ انساني فرقن جي اصل حقيقت تان پردو کنيو ويو آهي ۽ ڏاڍي خوبصورتيءَ سان سمجهايو ويو آهي تہ شخصي ۽ ذوقي احساس بہ محض معاشري جي هيٺاين مٿاين جي پيداوار آهن!

"زندگي هڪ طوفان" ۾ ٻڌايو ويو آهي ته انسان جي ٻي حسي هميشه قائم نه رهي سگهندي آهي ۽ سندس ضمير ڪنهن به اوچتي مصيبت تي جاڳي سگهي ٿو.

غريبي جو نڪ، ترجي گتي، مسٽر آزاد وغيره وغيره. يا وري انڌي ۽ مَندي جي نئين ڪهاڻي جهڙين ڪهاڻين ۾ خاص ماحول ۾ فرد جي ذاتي عمل ۽ رد عمل، طبقاتي فرق ۽ عام روين کي ظاهر ڪيو ويو آهي. اهڙين ڪهاڻين ۾ مصنف جي اسلوب ۾ هلڪي طنز و مزاح جو خفيف احساس به پوشيده آهي. هيٺ مختلف ڪهاڻين مان ڪجهه اقتباس ڏجن ٿا، جن کي پڙهڻ سان واضح ڪيل نڪتن جي تصديق ٿي سگهندي:

١. مولائڻ! تون بادشاهه زادي هجين ها، ناز و انداز سان پلجين ها ته پوءِ تو ۾ ۽ شهزادي اين ۾ ڪهڙو فرق هجي ها، يا جيڪڏهن هوءَ تنهنجي جاءِ تي هجي ها ته ڪير پڇيس به ها! پوءِ ڪٿي ڪيڏي به حسين هجي ها. بس وقت ۽ حالتون ڪنهن کي فرش تان ڪنبو عرش تي پهچائين ۽ ڪن کي ته ڪوهه جي تري ۾ وڃو ڦٽو ڪن. تون ۽ مان پوئين ٽولي جا آهيون!" (شيشي جو گهر)

٢." حق تون بر حق آهين، اسان گنهگارن جي ڪري ٻين تي هي عذاب ڇو؟ جيڪڏهن توکي اسان کي ئي سزا ڏيڻي ۽ مزو چکائڻو هو ته چوندي چوندي اسان گنهگارن کي ئي چکائين ها جنهن مان دنيا به عبرت وٺي ها! (زندگي هڪ طوفان)

٣. " پياري ڏيءَ! هن توسان ڇاڇا نه ڪيو آهي، پر تون هن کي بديءَ جو بدلو نيڪيءَ سان ڏينس. هن کي ڏيءَ معاف ڪرينس. تو مان مون کي اها اميد آهي ڀاڳل! جيئن توکي پُٽَ عزيز ۽ سڄڻ پيارا آهن، تيئن هيءَ جندڙي مُئي به رمزوءَ کي پيار ڪري ٿي."(درد جي ڇهاڻي)

۴. ”نيڪ آهي اسين اڻ هوند ۾ بہ ڪنجوس نہ آهيون پنهنجي ستن پيڙهين جو رت سندس ستن پيڙهين کي لکي ڏيان ها پوءِ تہ وٽس وڏي اسپتال جي بلڊ بينڪ کان بہ وڏي بينڪ قائم ٿي وڃي ها ۽ اهو رت اميرن جون گهرجون پوريون ڪندو رهي ها، جيڪي هميشه جي ڪميءَ جو شڪار هوندا آهن ۽ غريبن جي خون جي هڪ هڪ قطري جا اجايل هوندا آهن.“ (غريبيءَ جو نڪ)“

۵. ”فقير هجڻ ۾ ڪهڙو شڪ!“

پر بابا مان پنهنجو پيٽ ڀرڻ جي بجاءِ ثقافت، تهذيب ۽ تاريخ کي محفوظ رکڻ خاطر قوم کان ئي پنندو آهيان!“ (خود فريبي)

ائين برابر آهي تہ هنن ڪهاڻين ۾ موضوع جي اعتبار کان ڪي رسمي ڳالهيون بہ لڳن ٿيون ۽ هڪ ٻن کان سواءِ ڪٿي بہ ڪا چرڪائيندڙ ڳالهہ محسوس نہ ٿي ٿئي. ڪهاڻيڪار پراڻن اخلاقي قدرن کان هٽي ڪري ڪابہ نئين ڳالهہ ڪونہ ٿو ڪري، تاهم هو نئين تهذيب جو پاسدار ڏسجي ٿو. هن جي سوچ متوازن آهي، جنهنڪري حالات جي ترقي ۽ سڌاري جو احساس سمايل ملي ٿو. عابد جون ڪهاڻيون تخيل ۽ حقيقت جي آميزش آهن. ڪهاڻيڪار جڏهن تخيل مان ٻاهر نڪري پيچيده حقيقتن جي سامهون اچي ٿو، تڏهن احساس ڪري ٿو تہ مسئلن انسان کي حقارت انگيز عملن ۾ ڦاسائي رکيو آهي، جنهن سبب معاشرو گنهگار بنجي ويو آهي. هو ڏسي ٿو تہ هڪ طرف شاهوڪار طبقي جي نمائشي زندگي محرومين، نفرت ۽ تعصب جو ٻج ڇٽي رکيو آهي تہ ٻئي طرف فطرت جي ناهموارين جو قهر بہ غريب تي عذاب بنجي نازل ٿيندو رهي ٿو. انڪري زندگي جت ڪٿ هن کي سڏڪيون ۽ هڏڪيون ٻريندي نظر اچي ٿي ۽ انسان هر صورت ۾ ڪيس بي سهاري محسوس ٿئي ٿو.

ڪهاڻيڪار ان ڳالهہ تي مستعجب آهي تہ تهذيب جي معراج تي رسڻ جي باوجود انسان سان اهو سڀ ڪجهہ ٿي رهيو آهي. هُو ترقي ڪري انهن بلنديئن کي ڇهي رهيو آهي جتي ڪائنات جي هر شيءِ سندس قدمن هيٺيان اچي چڪي آهي ۽ انساني عظمت کي سلام ڪري رهي آهي. پر ايڏو بلند قامت انسان دلين جي انڌيرن کي دور ڪرڻ کان قاصر آهي. هو زماني جو فاتح تہ ٿيندو وڃي ليڪن دلين جي شڪست سندس نظرن کان پوشيده آهي. هن جي علم جو نور دلين کي روشن ۽ اگهڻ ۾ خوشين جا گل ٽڪارڻ بجاءِ دلين کي رنج ۽ تاريڪ ڪندو رهي ٿو، اهو اهڙو عالم آهي جتي هر باشعور ناڪاميءَ جي شدت احساس ۾ مبتلا ٿي وڃي ٿو ۽ مايوسي ڪيس وڪوڙي فَنا ڪري ڇڏي ٿي. پر انهن سيني بي عملين، شڪستن ۽ محرومين کي ڏسندي بہ اسان جو فنڪار مايوس نٿو ٿئي. هن جي اسلوب ۾ اميد جا ترورا پڙڪندا رهن ٿا. هو خلوص ۾ سرگردان نظر اچي ٿو ۽ پڙهندڙن کي بہ مايوسيءَ جي فضا مان ڪڍڻ جي ڪوشش ڪري ٿو. اهوئي اُهو انداز بيان يا اسلوب آهي جنهن سان عابد جي ڪهاڻي کي نئين زندگي ملي ٿي، اُهائي روشني آهي جنهن مان لکڻهار جي فن کي توانائي ملي ٿي. انڪري هر ڪهاڻي پڙهندڙ ۾ زماني سان اک ملائڻ جي سگهہ پيدا ڪري ٿي ۽ کيس پنهنجي وجود جو احساس ڏياري ٿي!

نياز مند

۲۴ فيبروري ۱۹۹۷ پروفيسر ڊاڪٽر شمس الدين عرسائي

عرسائي گهر نزد گلستان سجاد حيدرآباد سنڌ

# منهنجي نظر ۾ منهنجون ڪهاڻيون

(پهرين مجموعي "شيشي جي ديوار" جو مهاڳ اشاعت ١٩٧٥ع)

پڇندا آهن
تنهنجو ڪهڙو آ محبوب ڪهاڻيڪار.
چوندو آهيان ـ ڪوئي ناهي؛
يا سڀ آهن.

مان مريدي سلسلي جو قائل ئي نہ آهيان، جو ڪنهن ڪهاڻيڪار کي پسنديده ٻڌائي پوءِ ان جي هر لکت کي معياري ۽ عظيم قرار ڏيندو رهان.

ڇو تہ،

هر سٺو ڪهاڻيڪار هميشه عظيم ڪهاڻيون نہ لکندو آهي ۽ نہ غير معياري افسانہ نويس هميشه بيڪار ۽ سطحي افسانا ئي پيش ڪندو رهندو. سٺا ڪهاڻيڪار بہ اڪثر ڪمزور ۽ ناقص ڪهاڻيون لکندا آهن ۽ جن کي سطحي چيو ويندو آهي، اهي ڪڏهن ڪڏهن معياري ۽ عظيم ڪهاڻيون بہ پيش ڪري ويندا آهن.

فن تہ محدود آهي ئي ڪو نہ؛ جو ڪنهن هڪ وٽ ئي قيد هجي؛ يا ڪن ٻن فنڪارن وٽ ساڳي سوچ ۽ فن جو ساڳيو ئي معيار هجي. هر فنڪار ۽ تخليقڪار کي پنهنجو پنهنجو ذهن هوندو آهي ۽ هر ذهن وٽ پنهنجي پنهنجي نوعيت ۽ تخليق جي انفراديت هوندي آهي. پوءِ ڇو

ڪنهن هڪ کي عظيم قرار ڏئي ان کي هميشه لاءِ ڳچيءَ جو ڳٽ بڻائي ڇڏجي، ۽ ڪنهن کي وري گهٽ نظرن سان ڏسبو رهجي.

ان ڪري مون اهو فيصلو ڪيو ته پنهنجي ڪهاڻين جي مجموعي لاءِ پيش لفظ به مان پاڻ ئي لکندس. ڪنهن کي بهتر ڪهاڻيڪار ۽ فنڪار ڄاڻي ان جي ڪڏ ڇو لڳان ۽ زبردستي ان کان پنهنجي واکاڻ ڇو ڪرايان!

ٿي سگهي ٿو ته هو منهنجي فن کي پوري ريت پرکي به نه سگهي. ٿي سگهي ٿو ته مان فن جي تقاضائن تي پوري طرح نه ايندي به هو مون کي معياري ڪهاڻيڪار ثابت ڪرڻ جي ڪوشش ڪري. ٿي سگهي ٿو ته هو منهنجي فني ڪمزورين کي پروڙڻ ۾ غلطي ڪري ويهي؛ يا هو پنهنجي فني ڪمزورين کي ڪنهن طرح لڪائڻ جي ڪوشش ڪري. پوءِ ڇو نه مان پنهنجي ڪهاڻين جي مجموعي لاءِ پاڻ ئي حقيقت جي اپٽار ڪريان. پنهنجي حالات، حقيقت ۽ اصليت کي پاڻ ئي بي نقاب ڪريان؛ جيئن هر هڪ اديب ۽ نقاد آزاديءَ سان منهنجي ڪهاڻين تي تنقيد ۽ تبصرو ڪري سگهي.

ٿي سگهي ٿو ته ڪو شخص ڪنهن مجيل اديب يا ڪاڻيڪار جا پيش لفظ ڏسي پنهنجي راءِ جي اظهار جو ارادو ئي ترڪ ڪري ڇڏي.

هڪ دوست چيو:

تنهنجي ڪهاڻين ۾ ڀرپور زندگي موجزن آهي. هڪ روان دوان سماج ۽ معاشري جو عڪس نظر اچي ٿو.

پڇيو مانس:

خبر اٿي؛ زندگي ڇا آهي ۽ ان جو هن سنسار سان ڪهڙو تعلق آهي؟ هن جيون جو ڪهڙو مقصد آهي؛ يا اهو بي مقصد ۽ خود ساخته آهي؟!

سواءِ جواب ڏيڻ جي دوست وري چيو:
تنهنجي ڪهاڻين ۾ مقصديت آهي.
چيومانس:
جڏهن زندگيءَ ڪان ئي ناواقف آهين تڏهن توکي مقصديت جي ڪهڙي خبر! ڪهڙي مقصديت، ڇا جي مقصديت !! دوکو ۽ فريب به مقصديت ٿي سگهن ٿا ڇا!
يا اخلاقي جرئت کان بيزاري ئي مقصديت آهي، يا پنهنجي هر ڪمزوري کي لڪائڻ مقصديت ۾ شامل آهي، يا مفاد پرستي ۽ چاپلوسي مقصديت آهي! ته اها مقصديت منهنجي ڪهاڻين ۾ توکي هرگز نه ملي سُگهندي.
دوست چيو:
تنهنجي ڪهاڻين ۾ اصلاحي عنصر وڏي پئماني تي پنهنجو ڪردار ادا ڪري ٿو.
وراڻيم:
جيڪڏهن منهنجو ڪردار بي داغ هجي ۽ منهنجو عمل اعليٰ هجي، ته پوءِ پنهنجي ڪهاڻين جو ڪردار مان پاڻ به ٿي سگهان ٿو، پر جڏهن ته منهنجو ڪردار خود معيوب ۽ ڪوڙيءَ ويک جو علمبردار هجي، ته پوءِ يقيناً تو مون کي سمجهيو ئي ناهي، ۽ شايد اهو ئي سبب آهي جو منهنجين ڪهاڻين ۾ ايا تائين ڪو اهڙو جادوئي اثر پيدا نه ٿيو آهي، جنهن کي پڙهندڙن محسوس ڪري پنهنجي زندگيءَ جي معمول کي بدلائي ڇڏيو هجي.
ها، جيڪڏهن هن کان بعد ئي سهي،
ڪا به اهڙي تبديلي پيدا ٿي پوي ۽ ٿيڻ به گهرجي، ته پوءِ يقيناً مان پنهنجو پاڻ تي فخر ڪندس.

دوست چيم :

تنهنجي ڪهاڻين ۾ پختگي نظر اچي ٿي.

چيومانس :

منهنجي زندگي به توکي پختي ۽ اٽل نظر اچي ٿي! ڇا منهنجي زندگي غير متزلزل آهي!! منهنجي سوچ ۽ منهنجا اعمال اصول جا پابند به محسوس ڪرين ٿو؟!

اگر نه، ته پوءِ يقين ڄاڻ، تنهنجي راءِ ۾ خود پختگي ناهي؛ تنهنجي ظن ۾ حسن نه آهي ۽ هر حسن ـ ظن به صحيح نه هوندو آهي؛ اڪثر دوکو ٿي ته هوندو آهي. نه پاڻ کي دوکو ڏئي ۽ نه مون کي ٿي فريب ۾ مبتلا ڪر. وضاحت پاڻ ڪرڻ جي حوصلي کي نه روڪ، ڇو ته مون ڪڏهن به پوري توجهه سان ڪهاڻي نه لکي آهي ۽ نڪي ڪهاڻين جي پلاٽ ۽ انهن جي ترتيب تي ڪا خاص محنت ڪري سگهيو آهيان. ها البته مشاهدي ۽ احساس لکڻ تي مجبور ڪيو هوندو. معمولي منظر ڪشي بعد پنهنجي ذهني پيڙا، دلي درد ۽ معاشرتي يا حادثاتي ڏک تي لکڻ شروع ڪيو هوندم ۽ ڪٿ نه ڪٿ ان جي پڄاڻي ڪري ڇڏي هوندم.

ڪردار منهنجي هٿ وس ته هوندا آهن پر انهن کي مان ڪڏهن به پنهنجي مرضيءَ مطابق نچائيندو نه آهيان ۽ نچائڻ کان پوءِ ڪين اسٽيج تان لاهي ڦٽي نه ڪندو آهيان. جيستائين اهي پنهنجي ڪردار جي پاڻ پڄاڻي نه ڪندا آهن تيستائين انهن جو پورو ساٿ ڏيندو آهيان. پر افسوس جو ڪا به ڪهاڻي هڪ ويهڪ ۾ پوري نه ڪئي هوندم، جنهن ڪري ڪردارن جي اداڪاري شايد ساڳي نه لڳندي هجي پر مختلف وقتن تي مختلف نظر ايندي هجي.

ان هوندي به مون کي پنهنجي هر تخليق پسند آهي، جيئن هر

خالق کي پنهنجي تخليق سان اُنس ۽ پيار هوندو آهي. ان ڪري نہ ڪنهن ڪان پاڻ کي ڪمتر سمجهان ٿو ۽ نہ اتم. جنهن کي منهنجيون هي ڪهاڻيون پسند اينديون، ضروري نہ آهي تہ اهو ڪو فن جو ڄاڻو هجي ۽ جنهن کي ناپسند هونديون، ان لاءِ بہ ائين چوڻ درست نہ ٿيندو تہ هو ڪو غير واقفڪار ۽ فن جي اصولن کان بلڪل ڪورو هوندو. ڪهاڻين جي پسند ۽ ناپسند پنهنجي پنهنجي ذهن، احساس ۽ جذبن سان تعلق رکي ٿي. نظرين ۽ اصولن سان بہ ان جو گهرو تعلق هوندو آهي. لب ولهجو، طرز بيان ۽ فن جي ادائگي بہ مختلف ذهنن تي الڳ الڳ اثر ڇڏيندا آهن. ان ڪري پنهنجين ڪهاڻين لاءِ نہ تہ مان ڪنهن خوشي فهميءَ ۾ مبتلا آهيان ۽ نہ ئي مايوس ٿي سگهان ٿو.

عابد لغاري

# ٽـر جـي ڳـالـهـه

هاڻ وي ٽول ٽيڪس جي آفيس ٻاهران زنجير هيٺ ٿي وري مٿي ٿيندي آهي. گاڏيون جهٽڪو کائي بيهي، رسيد وٺي وري هليون ويندڻيون آهن. اهڙيءَ طرح ٺيڪيدار روزاني جي ڪمائي فائدي ۾ ملائي پنهنجي سالياني بچت جو حساب لڳائيندا رهندا آهن.

اڄ به گاڏيون ايندڻيون رهيو، جن ۾ بسون، ڪارون، جيپون ۽ ٽرڪون سڀ شامل هيون، ۽ جهٽڪو کائي وري ويندڻيون رهيون. هڪ پراڻي ٽرڪ پوڙهي ڊرائيور جي ڏڪندڙ هٿن سان رڙهندي اچي ٽول ٽيڪس جي دروازي جي ويجهو پهتي. زنجير مٿي ٿي ۽ ٽرڪ بيهي رهي. پوڙي ڊرائيور ڪمزور هٿ ٻاهر ڪڍيو ۽ ٽيڪس جا پئسا ڏئي رسيد ورتي. ٻئي طرف ڪلينر به آفيس ۾ ٻاٽي پي ٽيڪس جا چند روپيه ادا ڪيا. ڪيس چيو ويو ته رسيد ڊرائيور کي ملي چڪي آهي. ڪلينر موٽيو، زنجير هيٺ ٿي ۽ ٽرڪ گهرڙاٽ ڪندي پنهنجي منزل ڏانهن راهي ٿي.

”ٽول آفيس ۾ دير ڇو لڳائي؟“ لالي ڊرائيور چپ ۾ نسوار جهلي گهٽي آواز ۾ ڪلينر کان پشتو ۾ پڇيو.

”ٽول ٽيڪس جا پئسا پئي ڏنم، رسيد گهريم ته چيائون، استاد کي ڏني اٿئون.“ ڪلينر صفائي پيش ڪندي چيو.

”پئسا؟“ لالي تيز ۽ سخت لهجي ۾ پڇيو.

”ها، پئسا“ نوجوان ڪلينر لالي کي جهيڻي آواز ۾ وراڻيو.

”پئسا مون جو ڏنا؟“ لالي ڊرائيور ڌمڪي ڏيندي چيو.

”توهان پئسا ڏنا هئا ڇا!“ ڪلينر عجب ۽ خوف جي انداز مان وري پڇيو.

”تنهنجي پيءُ ڏنا هئا!“ لالو ڊرائيور آپي کان ٻاهر نڪري ويو ۽ ان وقت

ٺي ٽرڪ کي بريڪ هڻي پوئتي موٽايو. سامهون هڪ بس سان حادثو ٿيندي ٿيندي بچي ويو. هاڻي ٽرڪ وري ٽول ٽيڪس جي زنجير وٽ بيٺي هئي.

"بي غيرت؟ ڊبل پئسا ٿا وٺو، هيڏانهن ڪريو ١٥ روپيه." لالي ڊرائيور ٽول منشيءَ کي نفرت سان گهوريندي چيو.

"ڇا جا پئسا، دماغ ته ٺيڪ آهي؟" ٽول منشي عجب ۾ سيرت مان پڇيو.

"دماغ توهان جو خراب آهي خانه خراب، مون کان پئسا وٺي وري سالي ڪلينر کان به ورتا اٿوَ. توهان کي شرم اچڻ گهرجي. پئسا واپس ڏيو. اسان جو ٽائيم خراب نه ڪريو." ڊرائيور هاڻي ته ڳاڙهين اکين سان منشيءَ کي گهوري رهيو هو ۽ ڏند به ڪرٽي رهيو هو.

"مصيبت ڇا ٿا ڏسو، اسان جو ٽائيم خراب نه ڪريو بي غيرت، پئسا اسان کي ڏيو." ڊرائيور اڃا به ويجهو ٿي منشي کي چيو.

"اڙي قاسو، ڇا ڳالهه آهي؟" منشي ملازم کان پڇيو.

"منشي صاحب مونکي خبر نه آهي، هن لالي جو ته دماغ خراب ٿو ڏسجي."

"هون، ته اسان جو دماغ خراب آهي خانه خراب، بيغيرت." لالي ملازم کي هٿ الاريندي چيو.

"ها ها تنهنجو دماغ خراب آهي، بڪواز نه ڪر، رستو صاف ڪر ته پويان گڏايون لنگهن."

"رستو نه ڇڏيندس خانه خراب، پهرين پئسا واپس ڏيو."

"پوڙها دماغ جاءِ تي ڪر ۽ ٽرڪ کي پوئتي هٽاءِ." منشي ڊرائيور کي نيلهو ڏيندي ۽ ٽرڪ ڏانهن ڌڪيندي چيو.

"نه هٽائيندس بدمعاشو، پهرين پئسا موٽايو." ڊرائيور منشي کي ڌڪو ڏيئي چيو.

"ڊپ ڊپ" ملازم ڊرائيور کي ٻانـڻي جا ٻه ڌڪ هڻي ڪڍيا. "ٽرڪ هٽائين ٿو يا جواب ٿو ڏين...." ٺڪ، ڇڻ ڇڻ ڇڻ" ڪلينر هڪ پٿر ملازم کي اڇلي هنيو پر اهو ٽول آفيس جي شيشي ۾ لڳو ۽ شيشو ڇڻ ڇڻ ڪندو ڇڪنا چور ٿي ويو.

" ڊپ، ڊپ، ڊپ. " پوڙهي ڊرائيور ڪمزور هٿن سان ٿلهي منشي کي ٽي ٺونشا هڻي ڪڍيا.

" ٺڙاڪ، ٺڙاڪ" ملازم پوڙهي ڊرائيور کي چيلهہ وارا ٻہ زوردار ڏنڊا هڻي ورتا تہ ڊرائيور هيٺ ڪري پيو. ايتري ۾ ٻين گاڏين جا ماڻهو اچي وچ ۾ پيا. ڪن منشيءَ کي سوگهو جهليو، ڪن ملازم کي وڃي قابو ڪيو ۽ ڪن نوجوان ڪلينر کي، ڪن پوڙهي ڊرائيور کي اٿاريندي پڇيو، " ڏڪ زوردار تہ نہ لڳا آهن؟"

" سالي، توهان جو من وڏي ويو آهي، حرامخور، بيغيرت، مون کي ڇڏيو مان هن منشي کي مزو چکايان. "

" چپ ڪر دلا، ورنہ نڪاٽي لڳائيندومانءِ. " منشي همراهن جي هٿن مان پاڻ ڇڏائڻ جي ڪوشش ڪندي اکين مان الا ڪيندي ڊرائيور کي چيو.

" تون ڇا ڪندين بي غيرت؟"

" تون ڇا ڪندين دلا دالخور؟"

" او حرامزادا تنهنجو تہ ....؟

" دانگي هٽان، خاموش رهہ. "

" ڇاهي! ڇاهي!" ڪجهہ ٻيا ٽرڪ جا ڊرائيور اچي وچ ۾ پيا. جهيڙو تہ ٽريو پر پورو رستو ايندڙ ٽرڪن بلاڪ ڪري ڇڏيو. هر ايندڙ ٽرڪ بيهندي رهي. ٻئي طرف گاڏين سان رستو بلاڪ ـ بسون، جيپون، موٽرون ۽ ويگنون سڀ بيهي رهيون.

" او، روڪيو، ڊرائيورن تي هنن حڪومت جي ڇاڙتن زندگي حرام ڪري ڇڏي آهي. بي سبب هڪ ڊرائيور کي ماريو ويو آهي. هي ڌانڌلي آهي، نا انصافي آهي، ظلم ۽ بيداد آهي. پئسا بہ ڏيون ۽ پادر بہ کائون. ڀائرو! اوهين بہ منت اسان سان ساٿ ڏيو. هاٿي هاٿي ڊي سي ۽ ايس پي صاحب ايندا ۽ پوءِ اوهين وڃي سگهندا. " هي خاص جملا هٿا جي هر ايندڙ گاڏيءَ کي بيهاري جلدي جلدي چيا ٿي ويا، هر گاڏيءَ جو ڊرائيور ٽپ ڏئي هيٺ لٿو ٿي. مسافرن ۽ ڊرائيورن جو پاڻ ۾ تکو بحث مباحثو ٿي ٿيو. " مارڻ جو هنن دلن کي کهڙو حق آهي؟" ڪنهن ڊرائيور هڪ مسافر کي سمجهائيندي چيو.

" خوامخواه ڪير ڪنهن کي ماريندو! تون تہ مون کي مار، ضرور ڪا

ڳالهه هوندي؟" هڪ مسافر چيو.

"مسافرن کي روڪڻ جي ڪهڙي ضرورت آهي. اڃايو ڪنهن کي تنگ ڇو ٿو ڪيو وڃي؟" ٻي مسافر چيو.

"اڄ هڪ ڊرائيور کي ڏنڊن سان ماريو ويو آهي، سياڻي هر ڊرائيور جي عزت ۽ جان خطري ۾ هوندي." هڪ ڊرائيور وراڻيو.

آخر ڊي سي ۽ ايس پي صاحب ڪڏهن ايندا؟" تيون مسافر چڙ مان چوڻ لڳو.

"اوء، اوء، ڪيڏانهن ٿو ڀڄين؟ ويهه، ويهه نه ته؟" هڪ ڊرائيور هڪ موٽر جي صاحب کي پٽر الارينڊي ويهڻ جي ڌمڪي ڏني.

"ڪجهه حيا ڪريو، حيا ڪريو، توهان کي روڪڻ جو ڪو به حق ناهي، ڪورٽ ۾ ڪيس داخل ڪريو." ڪار واري صاحب تيز ٿي چيو.

"ان مان ڪجهه نٿو ٿئي، هاڻي هاڻي ڊي سي ۽ ايس پي صاحب ايندا ۽ اتي ئي فيصلو ٿي ويندو." ساڳيو ڊرائيور جواب ڏيندو رهيو.

"اسان کي ٽڪيٽ واپس ڪريو يا هلو، اسين وڌيڪ ترسي نٿا سگهون؟" هڪ بس جي مسافرن ڊرائيور ۽ ڪنڊيڪٽر کي وڪوڙي ورتو.

"ٻه منٽ ! صرف ٻه منٽ !! اوهين اسان جو ساٿ ڏيو، نه ته هي سرڪاري غنڊا اسان جو جيئڻ حرام ڪري ڇڏيندا."

"آخر ڪيترو وقت اسين انتظار ڪنداسين، اسان کي ڀاڙو موٽائي ڏيو." مسافرن وري واويلا ڪئي.

" نه ڏينداسون، ڇو ڏيون، اسان جي گاڏي خراب ٿي پئي آهي نهندي ته هلنداسين." هڪ بس ڪنڊيڪٽر پنهنجي بس جي مسافرن کي بيوقوف بنائيندي چيو.

"خراب آهي؟" هڪ مسافر حيرت مان پڇيو. "نه، خراب وري ڇا جي، ڇا هي سڀ گاڏيون خراب بيٺيون آهن!؟ اسان کي بيوقوف بنائڻ جي بجاءِ شرافت مان چاڻو ته هلو، اسان کي دير ٿي ٿئي."

"ڊي سي ۽ ايس پي صاحب جي اچڻ کان اڳ نه هلنداسين ۽ نه پئسا ڏينداسين."

"اوء ويهه، تون، تون سالا وري ڪيڏانهن ٿو ڀڄين مردود، ويهه او ويهه،

ٺاه، ٺاه" هڪ ڊرائيور هڪ موٽي سواري کي ٻيهاريندي، ان تي پٿر اڇلايا ۽ ان جي گاڏيءَ جا شيشا آواز سان اچي پٽ پيا. ويٺلن کي به ڪجهه لڳا.

دروازا کليا چار نوجوان سوٽيل بوٽيل هيٺ لٿا. هڪڙي ڊڪ پائي وڃي ڊرائيور کي ڳچيءَ کان ورتو. امالڪ ٽي چار ٽونشا وهائي ڪڍيائينس. ٻئي طرف ڪيترائي ڊرائيور نوجوانن ڏانهن ڊڪيا. نوجوانن مان هڪ روالور ڪڍي هوائي فائر ڪيا.

" هٽو گولي، هٽو هٽو !!" ڪجهه ڊرائيورن ڇاتيون ڪوليندي هن کي للڪاريو.

"اسان کي ڪِرايو واپس ڪريو." هڪ ڊرائيور کي مسافرن ورائي ورتو.

" نه موٽائيندا سين."

" ٺا، ٺڪ، ڊز."

" چٽڻ، چٽڻ."

مسافرن ڪيترين ئي بسن تي حملو ڪري ڏنو. پٿرن جي ڪوٽ ته ڪانه هئي. شيشا ڀڄندا رهيا، پٿر بازي ٿيندي رهي ۽ اندران عورتن ۽ ٻارن جي روڄ جو آواز ايندو رهيو. ڊرائيورن جي پٿر بازي اوچتي شروع ٿي ۽ اها مجمعي جي مٿان هئي ۽ مجمعي جي به انهن جي مٿان. پارٽيون ته ڏار هيون ڪو نه، خبر ڪانه ٿي پئي ته ڊرائيور ڪهڙا، ڪلينر ڪير، ملازم ڪير، مسافر ڪير، بس هر سامهون آيل تي پٿر بازي هئي، روالورن جو ڏيڪاءُ هاڻي گهٽجي ئي ماٺهن جي هٿن ۾ هو ۽ فائرنگ به رڪي رڪي ٿيندي رهي ته، پٿرن جو وسڪارو به جاري هو. بسن ۾ ويٺل عورتن ۽ ٻارن جي رڙ و رڙ مَتل هئي. ڀڳل شيشن سان زخمي ٿيل ٻار ۽ عورتون آسمان مٿي تي کنيو بيٺا هئا. ڪيترا نوجوان، پوڙها زخمي ٿيندا هيٺ ڪرندا رهيا، دل جا ڪمزرو بيهوش ٿيندا رهيا، ڪن کي ته دورا به پوندا رهيا.

گوليون، پٿر، آهه و پڪار ۽ روڄ راڙو عروج تي هو ته اوچتو پوليس گاڏيون زوڪاٽ ڪنديون آيون. هاڻي جنهن جو ڏيان پوليس ڏي ويو اهو ڊوڙي وڃي بس ، موٽر يا ڪنهن ٽرڪ ۾ ويٺو، هڪ ئي وقت ڪيترين ئي گاڏيون اسٽارٽ ٿيون. هارن تي هارن، زوڪاٽ، دونهان، ماڻهن جي پيهه پيهان، جنهن کي جا سامهون بس نظر آئي ته ان ڏي ڪٽي رخ رکيائين.

"زين ، نڪ، ٺا." افراتفري ۾ ڀڄ ڊوڙ ۽ حادثن تي حادثا، وري چيخ و پڪار ۾ روڄ راڙو. پوليس جون سيٽيون تي سيٽيون، جنهن طرف پوليس جو رخ ٿي ٿيو تہ ان طرف حادثن ۾ اضافو ٿي ٿيو. وقت جي نزاڪت کان پوليس تمام ٿورڙي هئي. هتي سوين گاڏيون ۽ انهن جا ڊرائيور ۽ مسافر هئا. پوليس گهيرو ڪري سيني کي بيهارڻ جي ڪوشش ٿي ڪئي پر گهيرو ڪرڻ مشڪل نظر ٿي آيو. هو رائفلون سڌيون ڪري اڳتي وڌيا تہ ڊزا ڊز ۾ ٺڪا ٺڪ ٿيندي اڳيان پويان ڀڄندڙ گاڏين جا حادثا وڌي ويا.

"ٽائرن تي فائر" ايس پي حڪم ڏنو." ڊز، ڊز، ڊز، ڊزنگ، ڊزنگ."

"پون، پون، پون..." ٽائرن مان هوا نڪرڻ شروع ٿي. گاڏين جي چر پر ختم ٿي ويئي. مسافر ۽ ڊرائيور وري هيٺ لٿا. هرڪو پاڻ کي بي ڏوهي سمجهي ۾ گرفتار ٿيڻ کان بچڻ لاءِ پوليس تي پٿر وسائڻ لڳو. ايس - پي بہ انهن کان بچي نہ سگهيو. هن ڪيترو ئي لائوڊ تي ماڻهن کي اطمينان ڏيارڻ ۾ گرفتار نہ ڪرڻ جو يقين ڏياريو پر ميڙ پنهنجي هوش کان بي خبر ان تي عمل ڪندو رهيو. پوليس ايس - پي جي حڪم سان هوائي فائر ڪري پاڻ بچائڻ جي ڪوشش ڪئي پر ان مان بہ وريو ڪي ڪين. البتہ جيڪي گاڏيون ڀڄڻ لاءِ وري ڪوشش ڪرڻ لڳيون انهن کي روڪيو نہ ويو، صرف نمبر نوٽ ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي وئي.

وائرليس تي ڊي - سي - پي ۽ ايس - پي هيڊ ڪوارٽر کي چئي رهيا هئا تہ "جيتري بہ پوليس ٿي سگهي سيني ٽاڻن تان جلد موڪلي وڃي." شهر کان ٻاهرين ميل پري هن ٽول ٽيڪس تي حالتون قبضي مان ٻاهر هيون، ڪيتريون گاڏيون، بسون، ٽرڪون، جيپون، ويگنون، ٻين گاڏين کي ٽڪر هڻنديون، دونهان اڏائينديون وينديون رهيو ۽ پوليس صرف انهن جي نمبر نوٽ ڪرڻ تائين سرگرم عمل هئي ۽ ڪمڪ پهچڻ جو انتظار ڪري رهي هئي ته جي گٽي سؤ چوٽون ڪائي رهي هئي.

# گوريلا

اڄ معمول جي خلاف ڪافي دير سان گهر وڃي رهيو هئس. رات جي ٻارهن جو ٽائيم هو جو آءُ مني ٽيڪسيءَ مان ٻه فرلانگ ڪن پري لهي ماڊل ٽائون نمبر ٨ ڏانهن وڃي رهيو هئس. مون اڃا اڌ فرلانگ به پنڌ نه ڪيو هوندو ته اوچتو ڪنهن جي ڏاڙهه ٻڌم،

" ڪير آهين؟ "

" بشير " مون اطمينان سان ٽورو ڏچندي جواب ڏنو.

" بشير ڪير! ؟ " ساڳئي ڪائي وڄڻ واري انداز ۾ پڇيو ويو. " بشير سمون " مون نٿي چاهيو ته پورو تعارف ڪرايان، ان ڪري صرف نالي تي ئي ٻيٺو رهيس. اوچتو ڪيترائي ڳرا قدم مون پاڻ ڏانهن ايندي محسوس ڪيا. اسٽريٽ لائيٽ ته هئي ڪانه جو پري ڪان ئي ڏسي اندازو لڳائي سگهان ها. پر ويجهو اچڻ تي مون محسوس ڪيو ته چند سپاهي وردي ۾ مون ڏانهن اچي رهيا آهن. مون اڃا ڪجهه سوچيو ئي مس ته ان ڪان اڳ ۾ هڪ ٻيڙي رنب جهيڙو آواز ڪنن سان ٽڪرايو،

" اڙي، سولي طرح نه ٻڌائيندين ته هن بيگاهه وقت ڪيڏانهن تو وڃين؟ "

مون کي ان بدتميزيءَ تي سخت تاءُ آيو. دل ۾ آيم ته اصل تعارف ڪرائي ان اڏنگي روش جو مزو چکايانئس، پر ڪنهن مصلحت سبب وري به مختصر جواب ڏنم، " گهر پيو وڃان. "

" ڪٿان پيو اچين؟ " ساڳيو ڏاڙهڻ وارو انداز هو چيم " آفيس مان. "

" آفيس جا سڪا. اڙي ڇا جي آفيس؟ " هڪ سپاهي ٻانهن کان وٺي ڏونڏاڙيندي چيو، " اسان سان به چار سؤ ويهه! " ٻئي سپاهي مکو الاريندي چيو، " سچ سچ ٻڌاءِ ڪيڏانهن پئي وئين؟ هن بريف ڪيس ۾ ڇا ڇا تئي؟ " جمعدار ٽائپ سپاهي ميڄن تي هٿ هڻندي پڇيو.

"سچ ٻڌايو اٿم." غصي کي پيئندي وراٺيم، "اوهان جو مقصد ڪهڙو....؟"

"اڙي وري مقصد ٿو پڇين!" هڪ سپاهي ٻانهن کي ست ڏيندي جملو اڌ ۾ ڪٽيندي چيو، "توکي خبر نه آهي ته اڄڪلهه بيگاهه وقت نڪرڻ تي ڪيڏي نه سختي آهي؟ ۽ تون مشڪوڪ ماڻهو به لڳين ٿو !!"

"آءٌ اجان ڪو جواب ڏيان، ان کان اڳي ئي هڪ ٻئي سپاهي وچ ۾ ٽوڪيو، "بدمعاش ائين ٿورو ئي سچي ڪندا!"

"اڙي ڪٿان چورايو اٿئي هي بريف ڪيس؟" ٽيئن سپاهي ائين پڇيو جيئن واقعي مون چورايو هجي.

"وٺي هلوس ٿاڻي تي." هڪ گل واري سپاهي حڪم جي انداز ۾ چيو، "ههڙا خوش پوش رهزن ائين ٿورو ئي سچي ڪندا!"

"هل سوئر جا...." ٻئي سپاهي ٻانهن کان ڇڪيندي چيو، ۽ ٽئين پويان نيلهو ڏيندي ڀٽڪو، "هلندو وري ڪيئن نه، هن جو پيءُ به هلندو." "ڪجهه منهنجي به ته ٻڌو ...." مون اضطرار جي عالم ۾ چيو، پر ڪنهن به مون ڏانهن توجهه نه ڏنو. هڪ سپاهي رائفل جو نال منهنجي چيلهه ۾ پويان ڪپائي ڏڪي اسٽارٽ ڪيو آيو جيئن مان ڪو ڀڄڻ جي ڪوشش ڪندو هجان.

"تون هيترو وقت اسان کان لڪل ڪيئن رهين؟" هڪ سپاهي يقين سان چيو جيئن آءٌ واقعي چور يا رهزن هجان.

"آءٌ نه نئون نه ...." مون وضاحت ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي پر وري به هڪ سپاهي جملو ڪٽيندي چيو،

"دماغ ۾ ڪو اٽ اٿئي." بريف ڪيس ۾ لالچي نظرن سان ڏسندي چيائين،

"توکي ڪٿي ڪهڙي ڪنيو جو اسان کي اطلاع ڏيڻ بنان وتين ٿو مزا ماڻيندو."

"ڇا اٿئي؟" گل واري سپاهي منهنجي ڪيسي کي هٿ لائيندي پڇيو.

"ڪجهه به نه." مون برداشت ڪندي وراٺيو، "ٻه ٽي رپيا آهن، بس."

"هي ائين نه سمجهندو پينسان." پوئين سپاهي رائفل جو نال پٺيءَ ۾ چيائيندي چيو،

"اڪيلو ميڙڻ آسان آهي ڇا؟"

"اڪيلو ۽ ميڙڻ هي سڀ ......!"

"چپ ڪر بدمعاش " پوپان تنگ ٿي تڏو لڳو.

"ٽاٽي تي پلي هلو پر اها بيهودگي..." چڙ ته ڳهٽو ٿي آيو پر هن مون کي ٻڌو اڻ ٻڌو ڪري ڇڏيو. پوپان ٻيو تڏو لڳڻ سان آءٌ چپ ٿي ويس. ٽاٽو ويجهو اچي چڪو هو، سوچڻ لڳس ته صوبيدار جي آڏو انهن سيني کي نيڪ ڪندس. شريف شهرين سان بنان ڪنهن سبب جي اهڙين عقوبتون ڪرڻ ڪتان جي انسانيت آهي. الائي ڪيترن سان روز اهڙين ٿيندو هوندو.

ٽاٽي تي پهچي مون کي سخت مايوسي ٿي. صوبيدار موجود ڪونه هو ۽ ننڍو صوبيدار هن جو ساٿي نڪتو. پاسيرو وٺي ويجي چوڻ لڳو.

"اوهان شريف ماڻهو ٿا ڏسجو، هي بدمعاش اوهان کي آواره ۽ مشڪوڪ ماڻهو جي الزام ۾ پڪڙي وٺي آيا آهن، چوري جي نيت جو الزام لڳائين پيا ۽ شايد چوري به بر آمد...."

"چوري جي نيت!!! چرس بر آمد!!!؟" مون ننڍي صوبيدار جي ڳالهه ڪٽيندي پڇيو. "هي ڇا آهي!؟"

"اوهان پاڻ سوچيو" ٿورو رڪي پڇيائين، "اوهان جو نالو؟"

"بشير...... پر........"

"مسٽر بشير اوهان تعليم يافته ماڻهو ٿا ڏسجو." منهنجي سوال کي ڪٽي چيائين، "جيڪڏهن هن جي منهن ۾ ڪجهه وجهندؤ ته سڀ نيڪ ٿي ويندو ۽ ..."

"ڇا سڀ نيڪ ٿي ويندو؟" سپاهين کي پاڻ ۾ سس پس ڪندو ڏسي چيم، "توهان کي کولي ٻڌائڻ جي ضرورت آهي ڇا؟ ايڏا اياڻا ته اوهين به ڪونه آهيو!؟" ٿورو ترسي رازداري واري انداز ۾ چيائين، پڻ ڪندڙ... آڏو هڏي ڇو اچلبي آهي!!؟"

"مون وٽ ڪجهه به نه آهي."

"توهان جي مرضي، پاڻ سوچيو." اِئين چئي ناراضگي جي عالم ۾ آفيس ڏي هليو ويو ۽ چند لمحن بعد مونکي به لاڪپ ۾ پهچايو ويو.

لاڪپ ۾ تقريباً ويهارو کن ماڻهو موجود هئا. مزدور ٽائپ، واپاري قسم جا، ملازمت پيشه ۽ ڪي اهڙا به جن لاءِ مان فوري طور تي ڪو به

اندازو لڳائي نہ سگهيس. لاڪپ ۾ چپ چاپ لڳي پئي هئي، هرڪو پنهنجي منهن سوچن ۾ غرق هو، ڪي تہ سگريٽن جا ڪش هڻي دونهي جي لاٽن کي گهوري رهيا هئا. اوچتو ئي هڪ خيال آيم. سوچيم، ڇو نہ اڄ هنن ساٿين کان پنهنجي اصل ڪاروائي شروع ڪريان. هنن کي اعتماد ۾ آڻي پوليس جي ڪارڪردگي تي بهترين رپورٽ تيار ڪرڻ جو سونهري موقعو آهي. هڪ خوشپوش نوجوان کي مخاطب ٿيس،

"سائين! اوهان ڇا ڪندا آهيو؟"

"پڙهندو آهيان، بي-اي فائنل ۾." لاتعلقي سان وراڻيائين .

"اوهان کي هتي ڇو آندو اٿن؟"

"هنن جي بادشاهي جو آهي!" نفرت جي لهجي ۾ چيائين، "ڪراچي ويو هئس، موٽندي دير ٿي ويئي. گهر پئي ويس تہ جهلي آيا آهن. چون ٿا تہ بدمعاش ۽ آواره آهيان. پندرهن روپيا هئم، اهي تہ ڦريائون پر پيا بہ ..."

"توکان گهر جو پتو پڇيائون؟" هڪ قيدي ڳالهہ ڪٽيندي رڙ ڪئي.

"ها" هن تڪليف سان وراڻيو.

"تہ بس، هاڻي تنهنجن مائٽن کي وٺي ايندا. شريف ماڻهو چار ڏوڪڙ ڏئي بہ خاموشيءَ سان توکي وٺي ويندا." قيدي اندازو لڳايو.

"اوهانکي ڇو آندو اٿن؟" مون ان واپاري قسم جي ماڻهوءَ کان سندس ئي لهجي ۾ پڇيو.

"شاهي بازار ۾ بوٽن جو دڪان اٿم،" منهن کان جواب ڏيڻ شروع ڪيائين، "نئون مال آيو تہ ان کي ٺاهي رکڻ ۾ دير ٿي وئي. هاڻي گهر پئي ويس تہ جهلي آيا آهن. چرس بہ لاڳو ڪيو اٿن. بس صوبيدار صاحب جو انتظار آهي. اگر منت ميڙ مان ڪجهہ نہ وريو تہ پوءِ... ڪي ڪجهہ نہ ڪجهہ ڏيڻو ئي پوندو. عيد لاءِ خرچي ڪيئن تہ ڪندا.."

هڪ ڪرڙوڏ چيو، "هنن کي موقعو سو ملي. باقي نوڙيءَ مان نانگ پاڻهي بڻائيندا." ترسي وري چيائين، "آرڊر نڪتو رات جو دير سان گهمندڙن تي سختي ڪرڻ جو، جيئن بدمعاشين نہ ٿين ۽ هي وري جهليو اچن شريفن ۽ مزدورن کي." هن ڇوهہ چنڊيندي ڳالهہ ڪئي.

"هوڏانهن ڏينهن ڏٺي جو دڪان پيا ڦرجن، مسافر پيا لٽجن." هڪ

ڳوٺاڻي سخت نفرت وچان چيو، ”پر انهن لاءِ ته ڪو به قانون ڪونهي!“ نفرت سندس چهري مان صاف ظاهر هئي.

”اڙي بابا ڏينهن جو منع ٿورو ئي آهي، جيڪي وٺيوَ سو ڪيو.“ ملازمت پيشه ڪلين شيوَ اندر مان باهه ڪيندي چيو، ”پوليس تي صرف رات جي جوابداري آهي، سا به شريفن جي لاءِ. ڀلا بدامني نه هوندي ته پيداگيري ڪيئن ٿيندي!“

”حڪم ٿيو ناجائز قبضن هٽائڻ جو.“ هڪ ڪانياواڙي پاڻمرادو چيو، ”پوءِ ته پوليس هئي ۽ بلڊوزر هئا، ڪيترن غريبن جا گهر ناحق ڪيرايا ويا. قبضا ته ڇا اهي گهر اصل ماپ کان به اندر ئي نهيل هئا.“

”ڪيسو ڪرم نه ٿيو هوندن.“ وچ ۾ ڪنهن لقمو ڏنو.

”اها ڳالهه آهي!“ اڪثر قيدين ان ڳالهه کي سمجهندي راءِ ڏني.

”چاچا توهان کي ڇو آندو اٿن؟“ هڪ ڪمزور ۽ ڪي قدر زخمي ۽ نبل ساٿيءَ کان پڇيم،

”خبر ناهي ڪهڙو بهتان لڳائيندا.“ هن ڏڪاري انداز ۾ چيو، ”طبيعت ڪافي عرصي کان ٺيڪ نٿي رهي ۽ ننڊ به نٿي اچي. اڄ پاسا ورائيندي تنگ ٿي نيٺ ٻاهر نڪري آيس ته ٿورو ٿڌي هوا ۾ پسار ڪيان، من ننڊ جو خيال اچيم. بس گهر کان ٻاهر نڪتو ئي هئس ته ٿورو پريرو ورائي ويم ۽ پڪڙي اچي اوهان ڀيڙو ڪيائون. ماريو به اٿائون. ڪا ڳالهه هجي ته سچي ڪيان. جيڪي چوان ٿو ان تي اعتبار ئي نٿو اچين.“ هو يڪساهي پنهنجي روئداد بيان ڪري ويو.

”هاڻي ته جان ۽ طبيعت ٺهي برابر ٿي ويندوَ چاچا!“ ڪنهن ٽوڪ ۽ همدرديءَ جي مليل انداز ۾ چيو.

ڪلين شيو راءِ ڏيندي چيو،

”اعتبار آهي پئسو بابا، باقي سڀ ڪوڙ ۽ ڏوکو آهي!“

”تون ڇا ڪندو آهين؟“ مون هڪ نوجوان کان پڇيو. جيڪو ڪنڌ هيٺ ڪيو ويٺو هو. ڪنڌ ۾ ويٺو فرش تي آڱر سان ڪو حساب ڪري رهيو هو.

”رڪشا هلائيندو آهيان.“ هن ترسي جواب ڏنو.

”تو کان ڇو ناراض آهن؟“ سمجهڻ ۽ همدردي جي انداز ۾ مون وري

پڇيو، ”هنن جي مرضي آهي صاحب!“ تورو رڪي وري چيائين، ”منتلي ته ڏئي
چڪو آهيان تڏهن به ٻيهر...“

”ڪيتري!؟“ ڪلين شيو هنجو جملو ڪٽيندي پڇيو. ”ٽي سئو.“ نوجوان
اطمينان سان وراڻيو، جيئن ٽي سؤ ڪا شيء نه هجن.

”ٽي سؤ روپيه !؟ اهو ته تمام گهڻو آهي!!“ هڪ مزدور ٽائپ همراهه
ڪان رڙ نڪري ويئي. ”يعني ڏهه روپيا روز!! ان جو مطلب ته هر ٽاٽو روزانو
هزارين روپيا ڪمائي ٿو!!! اسان سارو ڏينهن رت ولوڙيون پوءِ به ٻه وقت
پيٽ ڀرڻ نصيب ۾ نه آهي.“

”پر نصيب انهن کي به مڙيو ئي ٿيندو آهي چاچا؟“ ساڳئي نوجوان منهن
بڇڙو ڪري چيو، ”ان جو ته وڏو حصو مٿي، ان کان مٿي ۽ ان کان به مٿي
ٽائين ويندو آهي.“

”اوهان به مسافرن کي تڏهن لٽيندا آهيو؟“ ڪانياواڙي ساڙ مان چيو،
”ميٽر يا ته خراب يا انهن تي هلندؤ ئي ڪو نه.“

”مجبوري آهي سائين،“ نوجوان نماڻائي مان چيو، ”هڪ ته گاڏيون
پراڻيون، ڪاغذ به مڪمل ڪونه، مالڪ خرچ ڪرڻ لاءِ تيار نه، پوءِ
پوليس پٺي اسان کي، اسين ڪيڏون اوهان مان. اسان ڏوهه ته نه ڪيو نه!“

”توکي چو آندو اٿن؟، مون مڪراني ٽائپ شخص کان ڊڄندي پڇيو.
هن جو ڊؤل ۽ مڇن جي ڪٽ ڏاڍي خوفناڪ لڳم.

”اڙي! آئون وري چو ٻڌايان.... آئون ته چرس جو ڪاروبار هلائيندو
آهيان.“ هن تيز تيز نظرن سان سين کي گهوريندي چيو. سيئي قيدي تورو مرڪيا.

”پوليس کي معلوم آهي؟“ ڪنهن يڪدم پڇيو.

”معلوم چو نه آهي، پاڻ ئي ته ڏيندا آهن.... چاپن وارو مال اسان کي
ئي ته ملندو آهي.“ هن وضاحت ڪئي.

”پوءِ چو جهليو اٿن توکي؟“ ڪنهن سائس همدردي ڪندي پڇيو.

”هنن جي باپ جو حڪم ٿيو هوندو.“ هن پٽ تي ٿڪ اڇلائيندي
چيو، ”جڏهن به ضرورت پوندي اٿن ته اسانکي جهلي ايندا آهن حرام...“

تورو رڪي وري چيائين، ”پتو به... وٺن، ڏينهن ۾ ڏهه پيرا چانهه پان
سگريٽ الڳ کائين پيئن، پوءِ به ... بهانو ڪيو اچيو لاڪپ ۾ ويهارين.“

”ہيو ڏنڊو چو نہ ٿو ڪرين؟“ مون همدردي ڪندي چيس.
”هن ... مان جند ڪيئن ڇڏي صاب!“ سخت ڪاوڙ مان چيائين، ”نہ تہ ڪير هي ذليل ڏنڊو ڪري!“
”سچ ٿو چئين.“ ڪانياواڙي سندس دل وڌائيندي چيو، ”هاڻي تہ هن جي عمر بہ هتي گذرندي جناب. پير اندر پير ٻاهر. ڏوهہ ڪرائي سزا ڏياري پوءِ ڇڏيندا ۽ وري ڏوهہ ڪرائيندا.“
”صاب سچ ٿو چئين.“ مڪراني خوش ٿيندي ورائيو، جيئن سندس دل جي ترجماني ٿي هجي. لاڪپ جو ماحول ڏاڍو خوشگوار بنيل هو ۽ مون بہ موقعي جو فائدو وٺندي آهستي آهستي هر ڪنهن ڪي ڪولي سندس جذبات جو جائزو ورتو. آءُ ڪافي عرصي کان پوليس، ڏوهہ ۽ ڏوهارين تي هڪ جامع رپورٽ مرتب ڪرڻ لاءِ سوچي رهيو هوس پر آفيس جي بيپناهہ مصروفيتن سبب انهن کي عملي جامو نہ پهرائي سگهيس. اڄ جو اتفاق منهنجي سوچن کان وڌيڪ بهترين موقعو ثابت ٿيو.
هڪ پٺاڻ جنهن ور ور ڪري نسوار جي ٽڪ پٽي ڪڍي ان کي مخاطب ٿيندي چيم، ”لالا تون ڇڏاءِ؟“
”ٽرڪ ڊريور“ ترت ورائيائين، جيئن پنهنجي واري جو انتظار هجيس، ”ايڪسيڊنٽ ٿيو، اِڪ لڙڪو زخمي ٿي پيو، او پئسا مڱتا اي ... قصور لڙڪي جو، بلي مري، پر پوليس کي ڪو پئسا چو ڊي! آدم خان بزدل نائين.“ هن ڇاتيءَ تي هٿ هڻندي چيو، اي ڪيون پئسا مڱتاري؟ حرام ...... حرام ... اي ...... حرام....“ آدم خان تہ پوءِ بہ پوليس تي اول فول بڪندو رهيو. مڙني محسوس ڪيو تہ پوليس پئسا وٺي آدم خان کي ڇڏائڻ لاءِ ڪيڏا نہ وس ڪيا ۽ حيلا هلايا هوندا. پوءِ چون ها تہ ٽرڪ ڊرائيور جاءِ واردات تان ڀڄي وڃڻ ۾ ڪامياب ٿي ويو. تحقيقات جاري آهي. هاڻي مون نظر ڦيرائي تہ هڪ اهڙي نوجوان کي ڏٺم جيڪو ٽيڊي ڪٽ تي لڳو ۽ چهري مان آوارگي ظاهر هئس. انگريزي ۾ کيس مخاطب ٿيس:
”ييس جنٽلمن! توهان هت ڪيئن ڦاٿا؟“
”ڪار جي چوري ۾.“ هن اطمينان سان جواب ڏنو.
”پر اهي تہ گروپ ۾ هوندا آهن؟“ ڪلين شيو کيس کولڻ جي

ڪوشش ڪئي.

"اهو درست آهي. هت ٻه ٽي گروپ اهڙا آهن جيڪي پوليس جي سرپرستيءَ ۾ ڪم ڪندا رهن ٿا جيئن ڪاٽڪو، ڳنڍي چوڙ ۽ هن بازار جا... طريقا ٻه پاڻ ئي ٻڌائيندا آهن." پر هن پيري هڪ اهڙي گاڏي چوري ٿي آهي جنهن لاءِ مڙني ٿاڻن تي ٽرٽلو مئل آهي. مٿان ٽيليفونن جي ڊپ لڳي پئي آهي. ان ڪري هر گروهه مان جيڪو نه مليو اٿن تنهن کي پنهنجي آٽي ويهاريو اٿن. پر گاڏيءَ جو ڪو پتو ئي نه ٿو پوي. نه چوري نه پوليس کان لڪل رهي!"

نوجوان سگريٽ ڪيڏي دکائيندي چيو، "اهو ته سوال ئي نه ٿو پيدا ٿئي، آئون ته عرصي کان اهو ڪم ڇڏي چڪو آهيان پر شايد تنگ ڪري ٻه وري ساڳي لائين تي آئين."

"هُن بازار تي ٻه هنن جو حصو آهي؟" ڪلين شيو حيران ٿيندي پڇيو.

"اڙي سائين اهو پڇو ته ڪنهن ۾ هنن جو هٿ ۽ حصو ناهي!" هن ساهي کڻي وري چيو، "انهن جي سرپرستي ۾ ئي ته برايون وڌن ۽ ويجهن ٿيون." هڪ ڊگهو ڪش هڻندي وري چيائين، "خدا جو سنهن، اگر اسان تي انهن جو هٿ نه هجي ته هوند اسان جي پيءُ کي ٻه طاقت نه ٿئي ڪنهن جي شيءِ کي هٿ لائڻ جو." نوجوان اجان ٻه مڙني کي حيرت زده ڪندي چيو، "توهان کي شايد پتو ناهي، هر جرائم پيشه هنن کي منٿليون ۽ ڀتو ڏيندو آهي. آئون يقين سان چوان ٿو ته هن ٿاڻي جي ماهوار ڪمائي لک، مني کان گهٽ نه هوندي ۽ ڦري ماري وارو مال تنهن کان سواءِ."

"ڪي ته شريف ٻه هوندا يا...؟" ڪلين شيو سوال ڪيو.

"اوهان اميد رکي سگهو ٿا؟... پوليس ۽ شريف!؟ جناب هزارن ۾ ڪو هڪ اڌ هجي ته هجي نه ته بس، ۽ هاڻ..." هن اکين کي چنجهو ڪندي چيو، "اهڙو هوندو ٻه ته اهو نه سک جو ساهه کڻي سگهندو ۽ نه وري اطمينان سان ڪنهن هنڌ ڪم ڪري سگهندو" نوجوان اٿيو ۽ وڃي شيخن واري دروازي وٽ بيهي ڊگها ڊگها ڪش هڻڻ لڳو.

"ٻڌندا آهيون ته چورن مٿان مور ٻه هوندا آهن؟" ڪلين شيو ڳالهه کي جاري رکڻ جي ڪوشش ڪئي.

”چو نہ.“ نوجوان در وٽان ٿي پوئتي نھارڻ جي بجاءِ صرف جواب ڏنو، ”انهن کي رسندا آهن اخباري نمائندا ۽ مئجسٽريٽن جا اسٽاف. اتي تہ انهن جي بہ گيسيءَ جو نڪاءُ هوندو آهي. سيليوٽ مٿان سيليوٽ ۽ ڪاڏ پيٽ تنهن ڪان سواءِ.“

”مار! ائين بہ ٿيندو آهي؟“ ڪانياواڙي ڪان رڙ نڪري وئي.

”چاچا! اهو پچ تہ چا نہ ٿيندو آهي. جتي اصول ۽ انصاف نہ هوندو، جتي ايمان ۽ صداقت جو تخم ئي نہ هوندو، اتي تہ سڀڪجهہ روا هوندو آهي نہ!“

نوجوان جذبات ۾ ايندي وري چيو، ”ان ڪري جو جتي آهي سو تتي ظالم آهي تہ مظلوم بہ، ڏاڍو آهي تہ ڪمزور بہ، هرڪو هڪ ٻئي کي پٽي ڪائڻ لاءِ ڪوشان آهي. ڪارو منهن ڪتي جو رب اوتري جي اوتري.“

آئون اٿيس ۽ در وٽ وڃي همراهہ کي پٺيءَ تي ٿڦڪي ڏئي چيم، ”تنهنجا جذبات قابل قدر آهن نوجوان ! پر ڪڏهن پاڻ بہ انهن تي عمل ڪيو اٿئي!؟“

”هون! اون!!“ هو حيرت مان ڏسڻ لڳو، پر ڪو جواب ڏئي نہ سگهيو.

”هڪ هي بہ سبب آهي تہ،“ مون کيس سمجهائڻ جي ڪوشش ڪندي چيو،

”جيڪو جو ڪجهہ محسوس ڪري ٿو ۽ سوچي ٿو، اهو پاڻ بہ ان تي عمل نٿو ڪري. هرڪو چاهي ٿو تہ ٻهرين ٻيا ان تي عمل ڪن. ائين بہ ڪڏهن ٿيو آهي! صرف جوش ڪهڙي ڪم جو، هوش ۽ عمل بہ تہ گهرجي.“

”پر هنن بي گناهن کي ڪهڙي ڏوهہ ۾ آندو اٿن؟ هي ئي تہ بي حجاب بنائين ٿا. ڏوهن جي ترغيب ڏين ٿا. ظلم ڪري احساس ڪمتريءَ جو شڪار بنائين ٿا.“

نوجوان مڙني قيدي ساٿين ڏانهن اشارو ڪندي چيو.

”هنن لاءِ ڪو داد فرياد آهي ڪي نہ؟ چور پاڻ تہ ساڌ بہ پاڻ!!“ نوجوان جذبات ۾ ڪاڙهو ٿي ڪرڙين اکين سان مون کي ائين گهوري رهيو هو جيئن مان ئي اصل جوابدار هجان.

"تون فڪر نہ ڪر دوست! ان جو تہ بلو ٿي ويندو، صرف عزم، اتحاد ۽ پنهنجو پاڻ کي درست بنائڻ لاءِ حوصلي ۽ يقين جي ضرورت آهي." مون سمجهائيندي کيس چيو.

مون در جي شيخن مان ٻاهر نهاريندي پري هڪ پوڙهي سپاهي کي ٽهلندو ڏسي کيس ويجهي اچڻ جو اشارو ڪيو. هو سگريٽ جا ڪش هڻندو در وٽ اچي بيٺو. پڇيم، "صوبيدارصاحب آيو؟" مون رعب سان چيو.

"ها." هن رڪائيءَ سان وراڻيو.

"هي ڪارڊ وڃي ڏينس."

سپاهي ڪارڊ وٺي ڏٺو، مون کي گهوريو،، پر ڪجهہ بہ نہ سمجهندي چپ چاپ صوبيدار جي آفيس ڏانهن هليو ويو. ويرم ٿي ڪانہ گذري جو صوبيدار تڪڙو تڪڙو لاڪپ ڏانهن آيو.

"سائين .... اوهان هتي !؟" هن پويان چند آيل سپاهين کي رهڙ ڪيندي چيو، "اڙي حرام .... هن صاحب کي هتي ڪنهن آندو آهي؟" مڙني سپاهين جا منهن لهي ويا. هرڪو پنهنجي جاءِ تي شش و پنج ۾ پئجي ويو.

"اڙي ڏسو ڇا ٿا! فوراً در کوليو ڪمبختو!!" صوبيدار اضطراري حالت ۾ چيو، "نہ شناس نہ لباس."

سپاهين ۾ ڀڄ ڊوڙ مچي وئي. جلدي لاڪپ کلي ويو ۽ هن مون کي هٿ کان وٺندي چيو،

"سائين معاف ڪجؤ، سچ پچ تہ هنن..... ۾ ڪا ساڃهہ ئي نہ رهي آهي. اچو، توهان ٻاهر اچو."

"هنن جو ڇا ٿيندو؟" مون هر ڳالهہ کي نظر انداز ڪري ٻين قيدين ڏانهن اشارو ڪندي چيو، "ڇا هي واقعي ڏوهي آهن؟"

"هڪ منٽ." صوبيدار معذرت جي انداز ۾ چيو، "روزنامچو آندو وڃي، جلدي."

هن پنيان بيٺل سپاهين کي ڪرڙين اکين سان ڏسندي حڪم ڏنو. روزنامچو آيو تہ صوبيدار هڪ هڪ قيديءَ کان سندس نالو پڇي روزنامچہ ۾ ڏسڻ لڳو. پر سواءِ هڪ ٻن جي باقي ڪنهن جي بہ نالي تي رپورٽ درج ٿيل ڪا نہ هئي. ڏسندي ڏسندي هو ڳاڙهو ٿيندو ويو ۽ هر سپاهيءَ کي نظرن

سان گهوريندو رهيو جيڪي اتي اچي گڏ ٿيا هئا.
"افضل ڪٿي آهي؟" صوبيدار ڪڙڪندڙ آواز ۾ شايد نندي صوبيدار جو پڇيو.
"اتي ئي آهي سر،" هڪ سپاهي هيسيل آواز ۾ ڪڙيون ملائيندي چيو.
"وٺي اچينس." هو ڊوڙندو ويو.
"ييس سر،" نندي صوبيدار لاڪپ ۾ داخل ٿيندي سيليوٽ ڪندي چيو.
"هن صاحب کي هتي ڪنهن آندو آهي؟" صوبيدار مون ڏانهن اشارو ڪندي خونخوار نظرن سان ڪيس ڏسندي پڇيو.
"آرائين جي پارٽي"، هن آهستي وراڻيو.
"ڏوهه؟"
"آواره گردي ۽ چرس....."
"شٽ اپ يو ڊيم فول." صوبدار آپي کان ٻاهر ايندي چيو، " هي ڪارڊ پڙهه ان آواره گرد جو."
افضل صوبيدار کان منهنجو وزيٽنگ ڪارڊ وٺي چپن ۾ ان کي پڙهڻ لڳو: ايم اي پٺاڻ ايف - آئي - اي انسپيڪٽر. هن جي هٿن مان ڪارڊ پٽ تي ڪري پيو. هو حيرت زده مون کي ڏسندو ئي رهيو.
"هنن متعلق؟" صوبيدار ٻين قيدين ڏانهن اشارو ڪندي پڇيو.
"آء .... آء..... ڊونٽ ... نو ..... سر." افضل جي نڙيءَ مان لفظ هٻڪي نڪتا، پر هو ان کان وڌيڪ ڪجهه چئي نه سگهيو.
"توهان سڀ ٻاهر اچو،" صوبيدار مڙني قيدين کي پاڻ سان وٺي ٻاهر ايندي چيو، "توهان سڀ بي قصور آهيو. بيڏوهي آهيو. مجرم ته اصل ۾ اسين ئي آهيون. معاشري جا ناسور اسين آهيون. ڏوهن ۽ بدمعاشين جا سرغنا اسين آهيون. اچو، اچو توهان سڀ ٻاهر اچو." صوبيدار جوش ۽ جذبات ۾ هو. سڀني قيدين کي ٻاهر آڻي هن اطمينان جو ساهه کنيو ۽ پوءِ مون کي مخاطب ٿي چيائين،
"پٺاڻ صاحب! توهان کي ته سڀ معلوم آهي، هنن قيدين مان ڪنهنجيون ته ايف. آء. آر نه آهن سواءِ هڪ ٻن جي. پر ڪنهن تي به الزام ثابت ڪرڻ لاءِ منهنجي عملي وٽ ڪوبه ثبوت نه هوندو! هنن مان ڪنهن وٽان به اعتراض جوڳيون شيون برآمد نه ٿيون هونديون. پر اسان پوليس جو

اهو فئشن هوندو آهي ۽ اها اسان جي مجبوري پڻ آهي تہ اسين پنهنجي ڪارڪردگي ڏيڪارڻ ۽ بيجا خرچن کي پوري ڪرڻ لاءِ عام ماڻهن کي تنگ ڪندا آهيون، ڦريندا ۽ لٽيندا آهيون!!" ٿورو رڪي وري چيائين، "پناڻ صاحب ! توهان يقين نہ ڪندؤ، پر حقيقت هي آهي تہ هت ڪو بہ بدمعاش ناهي، ڪوبہ رهزن ناهي، جيڪي بہ هوندا آهن تہ اهي اسان پوليس جي ئي سرپرستيءَ ۾ هوندا آهن. عوام ويچارو تہ پوليس جي وردي پاتل ماڻهو کان ڪن هٽندو آهي، اهو بدمعاش ۽ رهزن ڪيئن ٿو ٿي سگهي! هن کي تہ بنايو ويندو آهي!!"

"هاڻي تہ مون فيصلو ڪيو آهي، " صوبيدار جذبات کي جاري رکندي چيو، "تہ آئون هي ذلالت واري نوڪري هرگز نہ ڪندس، آئون اڄ ئي استعفيٰ ڏيندس. پر ان کان اڳي مون کي هڪ ڪم ڪرڻو پوندو. " هن چؤ طرف گڏ ٿيل سپاهين کي ڏسندي، جيڪي ڪنڌ هيٺ ڪيو بيٺا هئا. هڪ اهڙي تہ رپورٽ تيار ڪندس، جنهن جي مٿي وڃڻ بعد يقين اٿم تہ ڊي. ايس. پي، ايس . پي تہ ڇا پر ان کان بہ مٿي ايوانن ۾ ٿرٿلو مچي ويندو، نتيجو ڇاهي کهڙو بہ نڪري، مو کي ان جي پرواهہ ناهي، پر هي منهنجو عزم آهي پناڻ صاحب! تہ پوليس جي وحشانيت کي عوام جي آڏو ضرور بي نقاب ڪندس، جنهن جي ٽريننگ خاص طور تي ڏني ويندي آهي تہ ڪهڙي ريت پوليس عام ماڻهوءَ کان هٽي ڪري هڪ الڳ قوم آهي ۽ ان جو عوام سان ڪنهن بہ قسم جو تعلق نہ آهي. "

ائين چئي هن مون سان هٿ ملايو ۽ پوءِ تيز تيز قدمن سان پنهنجي آفيس ۾ هليو ويو.

آئون جيئن ئي ٿاڻي کان ٻاهر نڪتس تہ سڀ قيدي منهنجي پٺيان اچڻ لڳا ۽ پوليس جو پورو عملو حسرت ڀرين نظرن سان اسان کي ويندو ڏسي تڪي رهيو هو ۽ تڪين بہ ڇو نہ ! قاتل شڪار جو هنن جي ڄار مان نڪتو پئي ويو.

# مڙدن جي وستي

ڪاري رات، جهڙي اماس ۽ ان سان گڏ هنياءُ ڏاريندڙ خاموشي صرف لڳاتار آريچڙيءَ جي چرڙ، چرڙ ٻڌڻ ۾ ٿي آئي. ڪنهن وقت ڪتن جي ڀونڪ تي هن ڪان چرڪ نڪري ٿي ويو. دل ڌڙڪڻ شروع ٿي ڪيس ۽ پريشان ٿي ٿي ويو ته شهر جو ته نانءُ نشان ئي ڪونهي، پوءِ هتي ڪتن جي ڀونڪ ڇا لاءِ؟

هن ڪي سامهون هڪ وڏو قبرستان نظر آيو. سڄو ننڍين وڏين قبرن سان ڍڪيو پيو هو. ٻڌو هئائين ته اُت هڪ پراڻو شهر، صديون پراڻو عاليشان شهر آباد هو، جنهن تي ڪڏهن مصيبت ڪانه آئي ۽ نه ڪا آفت ئي مٿس ڪڙڪي! -ان هوندي به ان شهر جو نشان مٽجي ويو! واقعي هڪ پراسرار ڪهاڻي ڇٽبي! هاڻي ته فقط اڪيچار قبرون ئي وڃي بچيون آهن. هي مڙدن جي وستي آهي! هڪ مڙدن جو شهر!

اُت ته نامور سالار ۽ سردار آباد هئا، اُت مرد مانجهي دولهه دريا رهندا هئا، اُت عاشقن، ولين، صوفين جا آستانا هئا، ڪل خوشي، ڇهل پهل ۽ رونق متل هئي، پورو شهر هڪ جان هو، سڄو شهر هڪ زندگي هو، خبر ناهي ڪهڙو ڪوسو واءُ لڳس، جنهن انهن عظيم انسانن جي هن زندگي ڀرئي شهر مان زندگيءَ جا آثار ئي ميساري نيست ۽ نابود ڪري ڇڏيا؛ پر ان جي ڪنهن ڪي به خبر ڪانهي ته ائين ڇو ٿيو ۽ ڪڏهن ٿيو؟

هن جو ذهن تيز تيز سوچي رهيو هو؛ تاريخ جا پنا ڦڙ ڦڙ ڪندا اٿلندا ٿي ويا. هو زماني جي ان دورنگي تي ماتم ڪري رهيو هو.

سالار ۽ سردار ويا ته پاڻ سان وستيءَ جي زندگي به ڪنيو ويا، ڇا هو

وستيءَ جو روح بہ قبض ڪيو ويا؟!" ها هو وستيءَ جو روح بہ قيد ڪيو ويا.

وستي هنن جي روح سان زنده هئي، وستيءَ ۾ هنن جي زندگي هئي.

جڏهن هو پاڻ لڏي ويا، تہ پوءِ وستي ۽ شهر ڪنهن جو ؟ زندگي ڪنهن جي ۽ ڪنهن جي لاءِ! هي ماڻي مڙدن جي وستي آهي، يعني مڙدن جو شهر. تاريخ ۾ تہ ڪڏهن بہ ان شهر تي ڪا مصيبت ڪانہ آئي، شهر اڄ بہ آباد آهي پر زندگي بنا، وسندي اڄ بہ وسي پئي پر جاندارن بنا!

هو آهستي آهستي قدم کڻندو هلندو ٿي ويو تہ اوچتو ئي قبرن مان روشني نظر آيس. ساهہ ئي سڪي ويس. ڪي پاڇولا چرندا ڏنائين تہ ويتر ڱيت اچڻ بہ بند ٿي ويس. رڪي رڪي آوازن جا پڙاڏا ڪنين پونس ٿا. سوچڻ لڳي ٿو:

هي تہ جهڙا ڇاتل سڃاتل آواز! هن وقت مڙدن جي وستيءَ ۾ ڪير ٿو اچي سگهي!؟ آواز بہ تہ انسانن جا آهن! پر ڳالهائيندڙ ڪٿي؟

ڇا مڙدا پيا ڳالهائين؟ ڇا مڙدا ڳالهائيندا بہ آهن؟ ذهن ۾ هڪ سوال اڀريس ٿو. پر جلد ئي خوف جي باوجود ڇپن تي مرڪ نچڻ لڳيس ٿي. هو پاڻ کي بيوقوف تصور ڪري رهيو هو.

"ڀلا ڪڏهن مڙدن بہ ڳالهايو آهي؟" ڀٽڪندي ڇپن مان زبردستي نڪريس ٿو:

"مڙدا تہ ڪو نہ ڳالهائيندا آهن. خبر نہ آهي هي ڪهڙي قسم جا مڙدا آهن؟" ماڻي خوف ۽ ڊپ جي باوجود هو تجسس جي ڪيفيت ۾ اڪتي وڌندو رهي ٿو.

"ڀلا مڙدا مون کي ڪندا ڇا؟" وري ذهن سوچڻ لڳيس ٿو." مڙدا ڇا وري ڇا ڪندا!" پاڻ کي پاڻ ئي جواب ڏئي ٿو. "جيڪي آهن ئي مڙدا، بي جان، بي روح، جن ۾ چرڻ جي بہ طاقت ڪانهي؛ پاڻ تان مک بہ اڏاري نٿا سگهن، اهي ڀلا مون کي ڪندا ڇا؟ "هي قبرستان تہ ڪونهي؟" اوچتو هن جي ذهن هڪ لوڏو کاڌو. "تہ آخر هي آهي ڇا؟" ٻيو لوڏو. "۽ ڇو آهي؟" ٽيون لوڏو.

"شايد ـــ! نہ پر هي تہ باقاعده ماڻهو آهن!!"

"..... تہ پوءِ هي قبرستان؟"

هي قبرستان نہ پر انسانن جي وستي آهي، ماڻهن جي وستي، يعني

انسانن جو شهر. هي قبرون ناهن پر سندن گهر آهن. قبرن نما گهر. ڪي ننڍا تہ ڪي وڏا، ڪي سوڙها تہ ڪي ڪشادا، ڪي پوڻگا تہ ڪي محلات ۽ ڪي تاريڪ تي روشن. اهي تہ ماڻهو آهن جن تي ٿورو وقت اڳ آئون شڪ ڪري رهيو هوس.

”جيئرن تي مڙدن جو شڪ !؟“

”توبه توبه !“

”پر هي عام انسانن کان مختلف ڇو آهن!“

”هي ڇا -هر ڪو پنهنجيءَ پر ۾ اڪيلو اڪيلو آهي!“

”شايد ڪنهن کان ناراض آهي - پر ڪنهن کان؟“

”ڪنهن سرداري ڪسي اٿس؟ ڪنهن ڏڪويو اٿس؟ ڪنهن رنجايو اٿس؟ ڪير وڙهيو اٿس؟“

”نہ، نہ، بلڪل نہ.“

”تہ پوءِ آخر ڇو اڪيلو منهن سڄايو پيو آهي!“

”شايد ڪو نقصان پيو اٿس؟،

”نہ نہ.“

”تہ شايد پاڻ کان ئي ناراض آهي، بيزار آهي ۽ ڪنهن سان بہ ملڻ پسند نٿو ڪري.“

”ڪوئي ڪنهن جو ميت ناهي نہ ئي ڪنهنجي ڪنهن سان پريت. نہ الفت آهي ۽ نہ پيار آهي. محبت جو تہ نالو نشان ئي گم آهي.“

”هي ڪير ماڻهو آهن ۽ ڇو پيا وڙهن.“

”اهي موڙن ۽ ڪرسين تي ٽيڪ لڳائي بالم تي ويٺلن جا ماڻهو آهن! غلام ابن غلام! غلام در غلام! ذهني غلام، جسماني غلام ۽ فطرتي غلام. جيڪي هميشه پين متان سر قربان ڪندا آهن. اهي مرندا آهن ۽ مري رهيا آهن. پيرن ميرن ۽ نوابن جي سرداري جا رکپال، انهن جي عزت جا رکپال، شان ۽ شوڪت جا رکپال. اهي غريب ڪمي ۽ ڪاسبي انگ اگهاڙا بيوس باندي آهن!“

”هي وستي ڪڏهن آباد ٿيندي، هن شهر ۾ ڪڏهن رونق ايندي!“ ذهن ۾ هڪ پيرو وري امنگ جاڳيس ٿي.

"ليڪن هنن کي ڪير ڇڏائي ۽ رُلن کي ڪير پرچائي!"
"ناممڪن بالڪل ناممڪن."
"هي صدين جا ويري آهن."
"نہ بلڪ ازل کان ويري آهن. هنن جو وير ويران وير وڌ آهي. نہ لهڻو نہ ليکو تڏهن بہ ويري آهن."
"هي پنهنجائپ جا ويري آهن."
"هي لاکيڻي لطيف جي ڏسيل ڏهن ويرين کان بہ وڌيڪ آهن."
"هي حاسد آهن، ازل کان حاسد. پنهنجن تي سڙن، پچرن ۽ پراين سان خوشيون ملهائن!"
هي عظيم سالارن ۽ رهبرن کان سندن جنم جو بدلو آهن. هي شهيدن جي مٽي پچاڻان شڪست آهي. هنن جو وجود شڪستہ آهي. هڪ رک جو ڍير آهي. جا اڏامي تہ اکين ۾ پئي، اندو ڪري. ۽ پئي رهي تہ آڳ کي زنده رکي. چڻنگن جي رکپال. ڪوريءَ جهڙي جيجل ماءُ، جنهن جي هنج ۾ اهي چڻنگون دکنديون ٿيون رهن. جيئريون ٿيون رهن؟
"ڪو آهي جو هن باهہ کي وسائي ۽ انسانيت کي بچائي! آهي ڪو جيڪو هن قوم جي قسمت بدلي، رنگ بدلي، ڍنگ بدلي ۽ فطرت بدلي، هن جي اندر مان هڪ آهہ نڪتي. اوچتو ڪٿان آواز اٿيو پر هي پنهنجي خيالن ۾ محو اڳتي وڌندو ئي رهيو.
آواز بدستور ايندو رهيو. تڏهن هن جي ذهن کي لوڏو آيو. "هن وستيءَ جي حالت تي ہہ لڙڪ وهائي هليو وڃ. هن جاءِ تي جيڪي ڏسين ٿو، اهي شان شوڪت جا کنڊر آهن. آبادي هوندي بہ ويراني آهي."
"جن هستين پنهنجي روحانيت ۽ جن شهيدن پنهنجي خون سان هن سر زمين جي آبياري ڪئي، انهن جو مستقبل سندن حسين خوابن جي سراسر مخالف آهي."
"وستي اڄ بہ آباد آهي پر ان جو روح مرده آهي. شهر اڄ بہ آباد آهي پر دل خاموش!"
"اڄ جي نا اهل مالهين ۽ اڄ جي بي عمل والين جي نحوست سبب هي سر زمين اڏامندڙ ڦوڪڻو آهي، هي قوم هوا سان پريل بم گولو آهي. جو فضا

۾ اڏامندو رهي ٿو، جنهن جي نہ منزل آهي ۽ نہ مقصود، نہ هوش آهي ۽ نہ حواس!"

"هن وستيءَ سان جيڪي ٿيو آهي ان جي اپٽار نہ ڪر، جيڪي وهي واپري پيو ان لاءِ ڪجهہ سوچ بہ نہ - هي هڪ غمناڪ داستان آهي، جيڪو ٻڌي نہ سگهندين، اهو توکي جلائي رک بنائي ڇڏيندو"

آواز بدستور ايندو رهيو:

"جنهن شهر جو ضمير مرده هجي، جنهن وستيءَ جي غيرت ختم ٿي ويل هجي، جنهن شهر جي عزت خود شهر واسين لٽي هجي، برباد ڪئي هجي، پائمال ٻٽائي هجي. شرافت جو شيشو چڪنا چور هجي، اخوت جو آواز بي اثر هجي، دلين تي داغ ٿي پيا هجن، ذهنن تي ڪٽ چڙهي وئي هجي، ان شهر لاءِ تون ڇا تو ڪري سگهين، ڇا تو سوچي سگهين؟"

ها! ان ڏينهن اچين ها!

جڏهن هي شهر آباد هو. انسانن سان آباد هو. محبت جي متوالن سان قائم هو، جن کي پنهنجي عزت پياري هئي تہ پرائي عزت جا رکپال هئا، پاڻ غيرتمند هئا تہ ٻين جي غيرت جو بہ کين احساس هو. هو قوم جو آواز هئا تہ قوم بہ سندن آواز هئي، هڪ جان سوين هزارين، لکين ڪروڙين قالب هئا، هڪ دل لکين ڌڙڪنون هيون.

اڄ قوم ناهي تڏهن بہ سردار آهن!
حڪومت ناهي تڏهن بہ نواب آهن!
ڪا عزت ڪانهي تڏهن بہ شريف آهن!
ڪا شرافت ناهي تڏهن بہ غيرتمند آهن!
ڪا غيرت ڪانهي پوءِ بہ معزز آهن خان آهن!
رئيس آهن، حضور والا ۽ جناب عالي آهن!

ڪو قرب ڪونهي تڏهن بہ ڏيکاءُ جا ڪوٽ ۽ قلعا آهن! ظاهر ۾ مٺا آهن، ڏسن تہ هٿ ٻڌن، خير عافيت ڪن، سوين سلام ڪن ۽ دعائون ڪن، پر هنن جي پلئہ ۾ نانگ آهن. پٺ ڏي تہ سوين بلائون تنهنجي ڪڍ ڇڏين. جي تنهنجي وجود کي بہ ختم ڪري سگهن ٿيون.

هي اڱڙيءَ جا گڏا آهن پر گڏا تہ بي ضرر رهندا آهن؟ هي تہ ازدهائون آهن. هي ڪاٺ جا پتلا آهن، اهي پتلا نہ جيڪي شو ڪيسن جو سينگار

بنجن، هي تہ دنيا تي عذاب، الاهي عذاب آهن، جي صدين کان نالي جا ناليرا، ڪوڙي شهرت لاءِ آتا پر ازل کان مڙدا آهن.

۽ هي شهر بہ هاڻي مڙدن جو شهر آهي. يعني مڙدن جي وستي. جنهن ۾ ڪو بہ روح ڦوڪي نہ ٿو سگهي. جنهن کي ڪو بہ جياري نہ ٿو سگهي.

(ان الله لايغير مابقوم حتى يغيرو ماب انفسهم)

# غريبيءَ جو نڪ

مان نڪ جو پراڻو مريض آهيان. پر جنهن جي نڪ کي مرض لڳي تنهن جو کهڙو اعتبار. ان ڪري مون تي به ڪوئي اعتبار نه ڪندو آهي. مان اڪثر سوچيندو آهيان ته منهنجو نڪ لوسڻ جو ته آهي ڪونه. جنهن کي مرض لڳي. ها! البته ڏيڻ ضرور آهيان. جنهنڪري دوست احباب چوندا اٿم ته ”تنهنجو نڪ ته ڪو لوسڻ جو آهي.“

ڀلي هجي، پوءِ به ڪو فرق ڪونه ٿو پوي. نڪ وري به نڪ آهي، سو به انسان جي ڀچڙي جو. جنهن تي منهنجي زندگيءَ جو سڄو سارو دارومدار آهي ۽ منهنجي خاندان ۽ قوم جو پڻ. پر ان به مون کي چين سان ويهڻ نه ڏنو آهي. اندران بند ٿي ويو آهي ته ساهه کڻڻ به مون لاءِ مشڪل ٿي پيو آهي. مون وات کان ساهه کڻڻ نه ٿي چاهيو. ڇو ته ڊاڪٽر في وٺي مشورو ڏيندا آهن ته وات کان ساهه کڻڻ سان انسان خوش گذاري نٿو سگهي. نڪ مان ساهه کڻڻ وڌيڪ بهتر آهي.

۽ نڪ جو حال هي آهي جو اندران در بند ڪيو ويٺو آهي. ڏٺو وڃي ته ڦڦڙن سان سنهي سرنگهه وارو تعلق نڪ جو ئي آهي. مان حيران ٿيندو آهيان ته آخر نڪ ۾ اهڙيون ڪهڙيو ڇاٽيون رکيل آهن جن مان هوا صاف شفاف ٿي تيزيءَ سان ڦڦڙن ۾ ڪاهي پوي ٿي ۽ ڦڦڙ خوشيءَ ۾ ڦونڊجي ڦوڪڻو ٿي پون ٿا.

منهنجي نڪ قريب قريب ساهه کڻڻ کان انڪار ڪري ڇڏيو ۽ مون کي اها ڳالهه بلڪل پسند نه هئي. جيڪڏهن نڪ فقط سونهن لاءِ هجي ها ته مان ڪارو ڪوجهو سهي پر منهنجي نڪ سان ڪنهن جو نڪ نه لڳي. ڊگهي ۾ ڊگهو چتونءَ ڇهنب. سنهڙو سيخ وانگر. پر ان کي مان ڇا ڪندس. نڪ جو ڪم آهي ساهه کڻڻ. سوچيم ته جيڪڏهن نڪ منهنجو ساهه نه کڻندو

ته مون کي سونهن لاءِ ڪونه ڪپي. ڪپرائي ڪٽي ڦٽو ڪندو مانس ، ته يلي ڪانگن ۽ سرٽين جي چنبن ۾ ٻچڙو ٿئي يا جنهن کي وٽندو ۽ پسند ايندو هجي اهو ڪيسي ۾ ڪٽيو گهمندو وتي. مان اهڙي نڪ مان بيزار آهيان جيڪو منهنجي ساهه کي نه سانديءَ نه ان کي صاف ڪري، نه وري منهنجي زندگيءَ کي حسين بڻائي.

هڪ ڏينهن اهو به اچي ويو جڏهن مان سخت ڪاوڙ مان پنهنجو نڪ ڪٽي شهر جي وڏي اسپتال جي وڏي ڊاڪٽر وٽ پهتس. ننڍي ڊاڪٽر تپاسي چيو هئم ته تنهنجو نڪ هاڻي ان مرحلي ۾ داخل ٿي چڪو آهي جنهن ۾ ان جو آپريشن ٿي سگهي. رپٽي واري رسيد ڪترائي آيو هئس، ان ڪري وڏي ڊاڪٽر جي در اڳيان وڏي لائين ۾ بيهي رهيس. ٽن ڪلاڪن جي اسيمبلي لائين ختم ٿي تڏهن مس وڃي منهنجو به وارو آيو. اندر داخل ٿيڻ شرط مون پنهنجي نڪ کي ويچارو بڻايو، چهري کي نماڻو ڪيم، اکين ۾ التجا ۽ چپن تي نزاڪت آندم ته جيئن ڊاڪٽر جهڙي جي مون تي نظر پوڻ شرط رحم اچي وڃي ۽ اسپتال جو هڪڙو بسترو الله ڪارڻ مون مسڪين کي چند ڏينهن لاءِ ڏئي آپريشن ته مان سندس اهل ۽ عيال کي تادم دعائون ڪندو رهان.

ٽن ڪلاڪن جي بيهڻ جي هلڪي سزا صرف ٽي منٽ ملي، چوٿين منٽ تي مان بستري خالي نه هجڻ جو جواب نڪ ۾ محفوظ ڪري واپس موٽيس. منهنجو نڪ منهنجي رسوائي لاءِ هاڻي هٿ ڌوئي پٺيان پيو هو. لڳاتار ٽي هفتا ان چڪر ۾ گهمندو رهيس. جسي صاحب به پنهنجي نڪ جو ڏاڍو پڪو هو. ڪيترين ئي منٿون ڪيون مانس، سفارشون آندم، روزانو حاضري ڀريندو رهيس. پر هو مون کي پنهنجي ذاتي اسپتال تي اچڻ ۽ في ڀرڻ لاءِ بستري کان انڪار ڪندو رهيو.

”بيڊ خالي ناهي.“ ٽن ڏينهن تائين جواب ملندو رهيو. ”خالي ناهي.“ ٻين ٽن ڏينهن تائين جواب ملندو رهيو. باقي ڏينهن تي مان اندر داخل ٿيندو هئس ته هو فقط مٿي نظر ڪندو هو. مان مطلب ڄاڻي ساڳين پيرن تي واپس موٽندو رهيس. ڊاڪٽر جي ذاتي اسپتال تي وڃڻ ۽ سندس في ڀرڻ جي مون ۾ طاقت ڪانه هئي. ان ڪري منٽ ميڙ تي زور رکيم ته نتيجو بلڪل ابتڙ نڪتو. بنا جواب جي رسيد موٽي ملندي هئي. اندر وڃڻ جي به قابل نه

رهيس.

هڪ پيري دربان ڪان غلطي ٿي وئي ۽ مان هڪ دفعو وري ڊاڪٽر جيپسي جي اڳيان بيٺو هئس تہ، ڏسڻ شرط تپي باهہ ٿي ويو ۽ نهہ پهہ چيائين:

"آپريشن جي ضرورت ناهي دوائون استعمال ڪريو."

تڏهن لاچار مائٽن کي نڪ جو سنهن پلاند وڌم. خاندان جي عزت جو سوال آڏو رکيم. مسڪين ڪتان ٻہ سؤ روپيہ اڌارا ولي ڏنا ۽ مان ڊاڪٽر جيپسي جي ذاتي اسپتال تي شام جو نيڪ سادي ستين بجي ڏاڍ... ڪڙ مان پهتس. پهچڻ شرط اندر سڏ ٿيو. ڪرسي تي ويٺس تہ چانهہ ملي. نڪ جي ڪافي عزت ٿي. مون کي هاڻي پنهنجي نڪ تي رشڪ اچڻ لڳو. پيار مان وري وري هٿڙا ڦيرائڻ لڳومانس. جا تہ منهنجو نڪ آهي جنهن کي ٻہ سو روپين تي مون جهڙي ڪنل ماڻهوڪي ايتري عزت ڏني. ٻہ سو روپيہ بہ وڏي حيثيت رکن ٿا. يا عزت جو ملهہ ڪري پيو آهي. اڻ ملهي شيءِ جو ملهہ ٿيڻ لڳي ۽ اهو بہ ايترو ڪريل، مون کي عزت جي عزت سان همدردي ٿيڻ لڳي ۽ ٻہ سو روپين کان نفرت. ٻہ سو روپيہ ڪڍي ميز تي رکيم، تہ ڊاڪٽر چيم:

"توهان جي نڪ جي آپريشن ٿيندي، نڪ ۾ اندر ماس وڌي ويو آهي. ان کي ڪڍبو. هونئن تہ ان جي في پنج هزار رپيا آهي پر توهين شاگرد آهيو، ان ڪري ٽي هزار روپيا وٺندس، سول اسپتال ۾ بيڊ خالي ناهي، ان ڪري اها آپريشن ڊاڪٽر ذاڪر جي اسپتال ۾ ٿيندي. اتان جو خرچ وڌ ۾ وڌ ٻہ هزار رپيا ٿيندو. ڪل پنج هزار ٿيندا. تيار هجو تہ سڀاڻي ئي هليا اچو."

"تيار تہ ضرور آهيان پر آپريشن کان اڳ موت لاءِ." دل ۾ چيم.

"چا خيال آهي؟" ڊاڪٽر لالچي نظرن سان ڏسندي چيو تہ مان چرڪ پري خيالي پَستين مان موٽي آيس.

"سڀاڻي جواب ڏيندس" ائين چئي ٻاهر نڪري آيس. ڊاڪٽر صاحب کي مون جهڙي "امير" ماڻهوءَ سان همدردي جي بجاءِ ڊاڪٽر ذاڪر جهڙي غريب ماڻهوءَ سان همدردي هئي.

منهنجو تہ سيڪجهہ لٽبو نظر آيو. وڏي اسپتال کي چڻ مان ڏنگي وجهندس جو اتي هڪ مهيني کان ڪوبہ بيڊ خالي نہ ٿيو. هاڻي مون کي ٿي

سو روپيا روز جي مسواڙ واري ڪمري ۾ رهئو هو. مان تہ اهو سوچيندي بہ ٽڙي رهيو هئس. جيڪڏهن نڪ نانگو سنئين راهہ تي اچي وڃي ها يا منهنجن ٻن ڪنن مان هڪڙو ڪن، نڪ جو ڪم ڏئي سگهي ها تہ اهي ڀ سو روپيہ ڊاڪٽر جي پيرن تي رکي مان نڪ اچي ڪوتڙي ڪريان ها. هڪ ڪن جي ڪميءَ جو احساس ۽ نقصان برداشت ڪري وڃان، پر ائين ٿيڻ مرمڪن نہ هو.

پنج هزار روپيا ڪٿان اچن؟ پر ان ڪان اڳ ڀ سو روپين جو ڇا ٿيو؟

"صرف آپريشن لاءِ "ها" ڪرڻ جي في هئي!

"امير ڊاڪٽر ڪي غريب ٿي مدد ڪندا آهن."

يا "غريب ڊاڪٽر ڪي امير، غريب ٿي ڪندا آهن."

"مائٽن جو هڪڙو ئي لاڏلو، ويچارا منهنجي نڪ لاءِ ڇا نہ ڪندا؟" "ڪجھ رکي بہ سيڪجهہ ڪندا."

"عزت جو سوال آهي، زندگيءَ جو ٻئي نمبر تي ۽ ٽئين نمبر تي؟"

"ٽئين نمبر تي ڊاڪٽر جي خيرات يا ڏن ڏيڻ جو."

ذاڪر جي اسپتال جي خيرات کاتي جي خرچ بدران مون ڪان ڪجهہ بوتلون رت جون وٺڻ قبول ڪري ها تہ ڏاڍي خوشي ٿئيم ها. اجان بہ هڪ سهولت ڏيڻ لاءِ تيار هئس. اسين غريب ماڻهو قول تان سر ڏئي ويندا آهيون پر ڦرندا اصل نہ آهيون. هر مهيني هڪ بوتل خون جي مان خوشيءَ سان ڏيان ها. اگر اعتبار نہ اچيس ها تہ ڏهن روپين جي اسٽامپ تي لکي ڏيڻ لاءِ تيار هئس. اجان بہ ڪس سمجهي ها تہ مان جيڪر پنهنجو پيٽ ۽ پنهنجي اهل اولاد جي اولاد جو پيٽ لکي ڏيانس ها تہ اهي بہ هر مهيني هڪ بوتل رت جي في سبيل الله ڊاڪٽر جپسي کي ڏيندا رهن ها. اسين جاهل تہ اڳي ئي آهيون. سڳابندين ۾ بہ پيٽ لکي ڏيندا آهيون ۽ لکرائي وٺندا آهيون. پوءِ نتيجو کهڙو بہ نڪري، ان سان اسين ٻڏل نہ هوندا آهيون. هت تہ قول ۽ قرار جي ڳالهہ آهي. مهانگي پئسي جي ڳالهہ آهي ڀ سو روپيا هڪڙا ۽ پنج هزار ٻيا. غريبن وٽان خون تہ ملي سگهي ٿو پر پئسو ڪٿان ايندو! اهو تہ صرف امير جو ورثو آهي.

شايد ڊاڪٽر ان تي بہ مشڪل راضي ٿئي. ٺيڪ آهي. اسين بہ اڻ هوند پر ڪنجوس نہ آهيون. پنهنجي ستن پيڙهين جو رت سندس ستن پيڙهين کي

لکي ڏيان ها، پوءِ تہ ونس وڏي اسپتال جي بلڊ بئنڪ (Blood Bank) کان بہ وڏي بئنڪ قائم ٿي وڃي ها ۽ اهو رت اميرن جون گهرجون پوريون ڪندو رهي ها، جيڪي هميشه خون جي ڪميءَ جو شڪار هوندا آهن ۽ غريبن جي خون جي هڪ هڪ ٽيپي جا اڃايل هوندا آهن. حقيقت بہ اها ئي آهي تہ انهن جي زندگيءَ جو سڄو دارومدار غريبن جي خون تي ئي تہ هوندو آهي، ۽ ڊاڪٽر جي اهل اولاد کي بنا محنت جي زندگيءَ جو ثمر بہ ملندو رهي ها.

ڪهڙ پر ڪهڙ هن وقت تہ مون کان بہ سو رپيا نہ ولي ها ۽ نہ منهنجا ڳهہ گروي رکرائي ها، جيڪي امان ۽ بابا سڄي عمر ولوڙي پٽ ڪري منهنجين اميدن ڏسڻ لاءِ ٺهرايا هئا. اف! منهنجي خون ۽ منهنجي اهل اولاد جي خون کان هزار بار قيمتي شيون هڪ لحظي ۾ هليون ويون. ڊاڪٽر کي مون تي رحم بہ نہ آيو.

آخرڪارمنهنجي نڪ جو آپريشن ٿي ويو. زندگين جو ڪٺو ڪيل ثمر ڏئي زندگيءَ جو نڪ ورتو اٿم. هاڻي اهو ضرور پنهنجو اصل ڪم ڪندو ۽ ڪرڻ بہ کپيس.

مان اسپتال مان نڪرڻ وارو هئس تہ اسپتال جو بل اچي ويو. مان چڪرائجي ڪري پيس! چڪر بہ ڇو نہ اچن. بل ۾ جو ايترا چڪر هئا!

٢٠٠ رپيا آپريشن ٿيئٽر جا ٨٠٠ رپيا ڪمري جي مسواڙ جا پر مون کي تہ اسپتال ۾ صرف بہ ڏينهن گذريا آهن بہ سو رپيہ جي حساب سان ٨٠٠ سو رپيا ڪيئن ٿيا؟ شايد ذاڪر اسپتال ۾ ڏينهن چوويهن ڪلاڪن جو نہ پر سورهن ڪلاڪن ٿيندو آهي.

۽ پوءِ ٢٠٠ روپيا ڊريسنگ جا، ٤٠٠ رپيا نرسنگ جا، ٤٠٠ روپيا انجيڪشننگ جا، ١٠٠ روپيا واشنگ جا، ۽ اهڙيءَ طرح جيترا بہ اِنگ جا (ING) لفظ ملي سگهن ٿا، انهن جي لاءِ في ادا ڪرڻي هئي. خرچ جو ڀڏايل تخمينو ڪل پنج هزار روپيا مان پيٺو ٿي ويو.

"هي ڊاڪٽرن جي عالمي برادري آهي. ان ۾ اگر هو هڪٻئي کي فائدو نہ ڏين تہ ڪنهن کي ڏين. هر ڪنهن کي پنهنجي برادريءَ جو ضرور خيال رکڻو پوي ٿو. ضرورت نہ هجي تڏهن بہ حڪم ملندو تہ ڊاڪٽر ايس آر جان

وٺان ايڪسري ڪيرائي اچو. پيشاب لاءِ بي ٽي ليبارٽري مان چڪاس وٺرائي اچو. آپريشن لاءِ ڏاڪر اسپتال کان سواءِ پيون به ڪيترين ئي اسپتالون ڪليون پيو آهن هڪ اهوجهه شخص زندگيءَ جو متوالو، هر هڪ ڊاڪٽر کي پگهر جو پورهيو لحظي ۾ ڏيو اچي. سرڪار سڳوريءَ کي گهرجي ته هو پنهنجيون اسپتالون بند ڪري ڇڏي. ايستائين ، جيستائين هرهڪ غريب شخص وٽ پئسي سان گڏ بدن ۾ رت ڦڙو به نه بچي. خانگي ڊاڪٽر جڏهن خود انهن مان مايوس ٿين تڏهن انهن کي سرڪاري اسپتالون ڪولي انهن ۾ داخل ڪيو وڃي. جيڪي بچن تن کي ٻاهر ڪڍن ۽ جي نه بچن ته گهٽ ۾ گهٽ اهي ڊاڪٽرن جي تجربن لاءِ ٻاڊين جو ته ڪم ڏئي سگهن.

جيڪڏهن منهنجو نڪ مون کي هيترو دربدر ڪري سگهي ٿو ته ڪنهن جو ڪن ۽ پيچ ڇا ڇا نه ڪندا هوندا. مون کي هر ڊاڪٽر ۽ ڏاڪر جهڙين خيراتي اسپتالن سان همدردي آهي. ان ڪري ئي مان اڄ پنهنجو خالي کيسو به آپريشن ڪرائي ڪترائي ٿو ڇڏيان ته جيئن ڪڏهن به چار ڪاغذي نوٽ ان ۾ هوندا آهن انهن جو به احساس نه هجي. پنهنجي نرڇي نڪ تي نمڪ پاشي شروع ڪئي اٿم ته هاڻي پنجن هزارن کان سواءِ پيا به پنج هزار روپيه پئدا ڪر. يا ته ڏاڪر اسپتال جي وڏي دروازي تي پاڻ کي ايترو ته گساءِ، جو تنهنجو نانءُ نشان ئي نه رهي. ان بعد مان ڪاڏي وڃان ته، نه مون کي نڪ هو ۽ نه ان جي ڪا آپريشن ئي ٿي آهي.

# عجيب اتفاق

پنهنجي اڄوڪي بي وسي تي ڪنهن وقت کل ٿي اچي ته ڪنهن مهل افسوس ٿي ٿئي. جيئن واقعي جي يادگيري ٿي آئي ته مختلف احساس ٿي جاڳيا. ڪڏهن پاڻ تي ڦٽ لعنت ٿي ڪيم ته ڪنهن لمحي مذاق ٿي لڳم.

واقعو ته ڪو خاص ڪونه هو. هڪ دوست کي رات جي ماني کارائڻ لاءِ پنهنجي فليٽ تي وٺي آيو هئس ته ماني جو اتي ڪو پتو ئي ڪونه هو. مجبوراً ڪيس چانهه پياري روانو ڪيم. بعد ۾ ياد آيم ته ڪالهه آچر جو ڏينهن هو ميس بند هئي ۽ بورچين موڪل ڪئي هوندي، جنهنڪري ئي ماني محترمه کانه آئي. پر ان ننڍڙي ڳالهه کي ڪهاڻي جو اصل بنياد بنائڻ تي گهريم. ڪهاڻي ڪيئن لکجي ۽ ڪٿان شروع ڪجي. ان تي سوچيندو فليٽ ڏي موٽي رهيو هئس ته ان وقت آخري احساس جيڪو دل تي هئم سو هي هو ته جيڪي ٿي گذريو سٺو ته نه البته خراب ضرور ٿيو.

سڀ کان پهرين ڪهاڻي جي عنوان لاءِ سوچڻ لڳس:

”قدرتي مذاق!“ ذهن جي پٽيءَ سڀ کان پهرين ابرندڙ عنوان.

” پر قدرت جو ان ۾ ڪهڙو ڏوهه. ڏوهه ته سراسر منهنجو پنهنجو هو. جيڪڏهن منهنجو ذهن ۽ حافظو ڪمزور ٿي ويو آهي ته ان ۾ قدرت بلڪل نيوٽرل آهي. آءُ پنهنجو علاج ڪرائي، همدرد يا شافي جون گوريون ”حب حافظ“ کائي سگهان پيو. جڏهن حافظو قائم هوندو تڏهن اهڙو مذاق ئي نه ٿيندو. ان لاءِ ترت جوڳو بندوبست ڪرڻو ئي پوندم. باقي قدرت تي ڏوهه مڙهڻ ڪجهه سونهي نٿو.“

”شيطان جي شيطاني!“ بهتر عنوان ٿيندو. ذهن ٻيو عنوان تجويز ڪيو. وري سوچڻ لڳس ته ”ان ۾ ويلا شيطان جو ڪهڙو قصور. شيطان جي شيطاني تڏهن سونهين ها جڏهن ماني اچي ها ۽ پوءِ هارجي پوي ها! يا ان ۾ ڪو جهاز (مک) ڪري پوي ها. ٻلي ويچائي وڃي ها يا هاري ڇڏي ها! مطلب ته

ڪو عجيب واقعو يا حادثو ٿي پوي ها تڏهن ئي مان شيطان کي ڏوهاري ڪري ٿي سگهيس. هن وقت تہ شيطان بہ بلڪل بي ڏوهي نظر ٿو اچي."

"حسين مذاق!" ذهن رڪي رڪي هڪ عاليشان عنوان تجويز ڪري ڏنو. ڏاڍو خوش ٿيس تہ تمام جلد هڪ بهترين عنوان ملي ويو اتم ۾ هاڻي ڪهاڻيءَ جي ٻين پهلوئن تي غور ڪرڻ وارو هئس جو اوچتو ئي ذهن وري ڦيرو ڪاڌو. پنهنجو پاڻ تي سخت غصو اچڻ لڳم تہ "هي وري ڪهڙي بي حيائي آهي جو هڪ دوست سان ڪا عقوبت ٿئي ۽ ان کي آءٌ "حسين مذاق" سان تعبير ڪريان. مون کي پنهنجي واهيات ذهن تي سخت تاءَ اچڻ لڳو. پر جيئن تہ اهو پنهنجو ئي هئم ان ڪري نيٺ سنڌي والدين وانگر پنهنجي نرڇي اولاد کي بي قصور ۽ شريف قرار ڏيڻ جي عادت تي مون بہ پنهنجي ذهن کي معاف ڪري ڇڏيو."

آخر ڪهڙو عنوان بهتر ٿيندو! جيڪو چونڊيان ٿو اهو رد ٿيو وڃي. دماغ تي گهڻي زور ڏيڻ بعد هڪ نئون عنوان تري آيم.

"دوست سان دوکو!" واهہ واهہ، ذهن ڪافي شريفاڻي انداز ۾ نئون عنوان تجويز ڪيو آهي."

"سچ پچ تہ اهو ويجهي ۾ ويجهو ۽ واقعي سان ٺهڪندڙ عنوان آهي. اهڙيءَ طرح پنهنجي قصور کي نمايان ڪرڻ سان پاڻ کي ڪافي شرمندو ڪري سگهجي ٿو. جيئن آئينده ڪڏهن بہ ڪنهن سان اهڙي توهين آميز هلت ڪانہ ٿيندي. هاڻي آءٌ مڪمل طور تي متفق ٿيڻ وارو هئس تہ ان عنوان جو ٻيو پهلو نمايان طور تي مون کي بي قصور ثابت ڪري رهيو هو.

"واهہ! مان تہ بي ڏوهي آهيان. مون ارادو ڪري دوست سان دوکو ڪيو هجي تہ بلڪل سزا جي لائق آهيان. آءٌ هڪ ڏوهي کي جوڳي سزا ملڻ جي حق ۾ هميشه ان جي تائيد ڪندو رهيو آهيان." پوءِ اهو ڏوهہ اليڪشن ۾ ڌانڌلي جو هجي يا قومي خزاني کي ابي جي ملڪيت سمجهي ڌڦ ڪيو هجي..

"مون تي غبن جو الزام هجي! مون تي رشوت جي تهمت لڳل هجي!! مون تي قتل يا اغوا جو ڪيس هجي تہ هوند حاضر ٿي ڏوهہ جو اقرار ڪريان ۽ پاڻ لاءِ ڳري سزا تجويز ڪري هن خود غرض زماني کي حيرت ۾ وجهي ڇڏيان، ڇو تہ مون کي هر صورت ۾ پنهنجي اصل جهان ڏي وڃڻو

آهي، جيڪو سندر ۽ پيارو آهي. مان هن دنيا ڪارڻ پنهنجي آخرت خراب نه ڪندس، جنهن جو تصور ئي هن دنيا وارن جي ڪند ذهن ۾ سمائجي نٿو. جيڪڏهن ان حقيقي دنيا خاطر مون ڪي هن مطلبي دنيا ۾ پيٽ سان پٿر ٻڌڻا پون ته اها به محبوب آقا جي پر ئي ته آهي. تن بدن تي ڪپڙا ليڙون ڇو نه هجن ته خود انهن ڪي توپا ڏئي پنهنجي مرشد ۽ آقا جي پيروي ياد ڏياريندس، اگر گهر گهاٽ کان بي گانو ٿي ويس ته به محبوب صلي الله عليه وسلم جي سرفروشن ۽ سرويچن جي ياد تازي ڪندس."

"پر هي ته سيڪجهه اڻڄاڻائيءَ ۾ ٿي ويو. پلئي واٽي ڳڙ ڪاڏو. مون ڪي ڪابه خبر ڪانه هئي. جيڪڏهن هئي ته ياد نه هئي. گهٽو ڪري ته دوست محترم به ان ڪي محسوس ڪيو هوندو. اگر نه به ڪيو هوندائين ته مان ڪيس پنهنجي بي قصور هجڻ لاءِ ڪافي ڪجهه سبب ٻڌائي سگهان ٿو. اها به اميد اٿم ته حقيقت جو هو ڪڏهن به انڪار نه ڪندو، ڇو ته حقيقت اٽل آهي، حقيقت سچ آهي.

جيڪڏهن ڪو سياسي مسئلو هجي ها ته پوءِ "مان نه مڃان" وانگر هو پلي حقيقت ڪي حقيقت قرار ڏيڻ جو انڪار ڪري. پر هي ته خالص معاشرتي معاملو آهي، ان ڪري هن ۾ ڪافي اميد اٿم ته هو هرويرو مون ڪي پاڻيءَ مان ڪونه ڪيندو.

"دوست سان دوکو" عنوان به مڪمل ثابتين سان رد ٿي ويو ته ذهن وڏيڪ پراڊڪشن کان صاف انڪار ڪرڻ لڳو، ڇو ته هن هيستائين بي حد مغزماري ڪئي هئي، ته جيئن فليٽ تي پهچي کهاڻي لکڻ شروع ڪندس، پر اڃا تائين ته عنوان ئي تجويز نه ٿيو هو. ٻيا پهلو ته پري رهيا!

ذهن ڪي منٿون ڪيم ته هڪڙي ڪوشش اڃان به ڪري، شايد اها راس اچي وڃي. ذهن مس مس راضي ٿيو پر اها به ڌمڪي ڏنائين ته هن کان پوءِ مون ۾ ڪابه اميد نه رکجانءِ. مون اهو به قبول ڪيو ۽ سڀ قسمت تي ڇڏيم. دعائون گهرڻ شروع ڪيم ته شال اهو عنوان ڪامياب وڃي، جنهن بعد آءٌ ڪو افسانو لکي سگهان، نه ته پنهنجو اهو ارادو خواه مخواه فيل ويندو.

اوچتو "عجيب اتفاق" منهنجي زبان مان نڪتو.

"واهه جو عنوان مليو اٿم. جيڪو گهٽ ۾ گهٽ ٻنهي طرفن ڪي مطمئن

تہ ڪندو. دوست بہ راضي ٿي ويندو تہ ٻئي طرف مان بہ اڻ سڌيءَ طرح پنهنجي ڪمزوري بيان ڪري رهيو آهيان. يعني مان معافي وٺان پيو، معذرت ڪيان پيو، پاڻ کي شرمايان يا نِنديان پيو. پر ان سان گڏ پاڻ کي ايترو هيچ بہ تہ ڪونہ ٿو ڪريان" مون سوچيو: "دوست جڏهن هي عنوان پڙهندو تڏهن لفظ جي ماهيت، نفاست، بناوت ۽ معصوميت توڙي حقيقت جي منڙي ادائگي تي ٻهڪي اٿندو ۽ جڏهن ملندو تہ پنهنجيءَ تي ٽٽڪي ڏئي چوندو تي پرواهہ ناهي پيارا، اجايو نوڙيءَ کي ڪٽي نانگ بنايو اٿئي."

اوچتو فليٽ جي در وٽ بيٺل هڪ فقير آگر جي اشاري سان مون کي پاڻ ڏانهن سڏ ڪيو. هن جي وارن، چهري جي خد و خال، وحشت ۽ خوفناڪ ليڪن منهنجي ذهن جي ساري مغز ماري ختم ڪري ڇڏي. سڄي بدن جي محنت جا مغز ۾ اچي گڏ ٿي هٿي سا هڪ ئي لهر ۾ وري سڄي بدن ۾ ڊوري چڙوچڙ ٿي وئي. هو مجذوب هو. هن جي عجيب حادث ۽ آگر جي اشاري منهنجي بہ عجيب ڪيفيت بڻائي ڇڏي ۽ هڪ ئي چرڪ ڀرڻ سان منهنجي ساري محنت زيان ٿي وئي.

اجان تہ عنوان جي چونڊ پئي ٿي. ان بعد ڪهاڻيءَ جي شروعات لاءِ زمان ۽ مڪان جي چونڊ، ڪريڪٽرن جي ڇنڊڇاڻ، رومانس جو شامل رکڻ يا پري رکڻ، خشڪ انداز يا مزاحيہ طرز کي اختيار ڪرڻ، اهي سڀ نمونا سوچي پوري ڪهاڻي کي لکڻ شروع ڪريان ها.

پر خدا ڀلو ڪري ان مجذوب جو، جنهن مون کي ان ذهني پريشانيءَ کان نجات ڏياري ڇڏي ۽ هاڻي آءُ فليٽ ۾ داخل ٿي مزي ۽ فرحت سان وڏا وڏا کونگهرا هڻي منڙي ننڊ ڪندس ۽ پاڙي وارن ستلن جي ڪاهل پٽي واري ننڊ حرام ڪري ڇڏيندس. ها ها حرام ڪري ڇڏيندس. مون کي ڪافي ڏينهن بعد مٺي ننڊ ڪرڻ جو موقعو مليو آهي. منهنجو نالو علي حسن عرف خاڪ نشين آهي، ڇو تہ جڏهن بہ شهر ۾ فساد برپا ٿيندو آهي، سياسي هجي يا سماجي، مان امن جي لاءِ دعائون گهرندو آهيان ۽ تيستائين زمين تان نہ اٿندو آهيان جيستائين آهن، ان ڪري منهنجي رهائش گاهہ اڪثر زمين ئي رهندي آهي جنهن سان بہ ان ڪري پيار اٿم تہ ڪو وقت ان جي هنج ۾ مون کي بہ سمهڻو آهي. پر ماڻهن تہ هينئر کان ئي خاڪ نشين بنائي ڇڏيو اٿم، فقط خاڪ نشين!

# سرگوما

زندگي به عجيب شيءِ آهي. دنيا ۾ جو ڪوئي آيو زنده رهڻ لاءِ ئي ڪوشان رهيو پر افتخار حياتيءَ جا سورهن سال مس گذاريا ته هو مايوسين ۽ نا اميدين جو شڪار ٿي ويو. هن اڃان ڏٺوئي ڇا هو! صرف چند سالن جي الهڙ جواني ۽ بس ـ هن اڃان اهو به نه سوچيو هو ته ڪهڙيءَ ريت دنيا جون خوشيون ۽ مسرتون ميڙي گڏ ڪندو، ته اوچتو ئي اوچتو سندس حياتيءَ جو چراغ جهوٽا کائڻ لڳو ۽ زندگيءَ جو طوطو هٿن مان اڏامڻ لڳس. هن نه ٿي چاهيو ته دنيا کي پرکڻ، ان جي رنگينين کي گهرائيءَ سان ڏسڻ ۽ خوشين کي ماڻڻ بنا هو هميشه لاءِ الوداع ڪري.

افتخار جي شادي ٿي چڪي هئي پر رخصتي اڃا باقي هئي. هن مئٽرڪ ته پاس ڪئي هئي پر ڊاڪٽر اڃان نه بڻيو هو. هن والدين جي زمينن ۾ هر ته هلندي ڏٺا هئا پر پاڻ آبادي نه ڪرائي هئائين ۽ نه فصل ڪٽيا هئائين. هن وڏا شهر ۽ انهن جون مشهوريون ته ٻڌيون هيون پر پاڻ گهمي نه ڏٺا هئائين. اهي سبب هئا جو هن حياتي ماڻڻ ۽ زنده رهڻ جي جدوجهد نه ڇڏي هئي.

افتخار هونءَ ته ڪافي صحتمند ۽ ڳڀرو نوجوان هو پر ڪيتري ئي وقت کان سندس ساڄي ٽنگ ۾ بي حد درد رهڻ لڳو هو. ڪي قدر سوڄ به هن کي پريشان ڪري رکيو هو. ڪيترائي ڊاڪٽر، ويڄ طبيب آزمايائين پر سور ۽ سوڄ ۾ ڪا به ڪمي ڪانه آيس. هن کي زندگي هاڻي وه ٿي لڳي هئي. نه چين نه آرام ۽ نه ئي ڪو ڪم ڪار، بس هر وقت سورن جي پچار. مجبور

تي مائٽن ڪيس اسپتال ۾ داخل ڪرايو، جتي آپريشن ڪري گوڏي وٽان گوشت جو ٽڪر ڪڍي ليبارٽري ٽيسٽ لاءِ موڪليو ويو. ان مرحلي تي افتخار جو چهرو اجان ئي مايوسين ڪان زرد ٿي ويو هو. رڪي رڪي جيءَ ۾ ٿي آيس ته "آءُ ڇا يس چو؟"

پر جيئن ئي دوست احباب ۽ والدين تي نظر ٿي پيس ته زنده رهڻ جي تمنا شڪ ڦيرو وري جاڳي ٿي پيس ۽ انهن جي فرقت طبيعت ڪي بي حد دلگير ٿي ڪيس.

ٽيسٽ رپورٽ ڇا ملي، هڙني جي مٿان ڇڻ وڄ ڪري پئي. جو جتي سو تتي خاموش بت بڻجي ويو. افتخار جو ڇڻ ته ڪنهن اڏ ساهه ڇڪي ورتو. اڪيون ڪليل ۽ لڳاتار ڇت ۾ بي فائدو گهوريندو رهڻ. اڳي ئي اسپتال جو گهبرائيندڙ ماحول ويتر "سرڪوما - بون ڪينسر" جي رپورٽ هن جي جسم ۾ خون جي دوري ڪي خشڪ بڻائي ڇڏيو.

افتخار جي آئنده چند مهينن جي ڪينسر زده زندگي ڊاڪٽرن جي بي رحم هٿن ۾ هڪ بي جان لاش جيان گذري. هن پنهنجي خواهشن ۽ تمنائن ڪي گهٽي سرد بڻائي ڇڏيو. "ريڊيو ٿراپي" (بجلي جا جهٽڪا) ۽ افتخار ۾ لازم ملزوم عنصر بنجي ويا. شڪ بي جان جسم هو جو بنا چون چرا جي هر تجربي ۽ علاج مان گذري رهيو هو.

ان هوندي به هن موت جي آرزو ڪڏهن ڪانه ڪئي. ثريا جا هن جي زندگيءَ جي ساٿي بنجي چڪي هئي، اها ثريا جنهن سان هن نڏيڻ ڪان وعدا وعيد ڪري لڪ لڪوٽي رانديون ڪيڏي، نڏڙا گهرڙا بنائي وڏو ٿيو هيو ۽ ثريا ڪي پنهنجو جيون ساٿي بڻائڻ جو هن جيڪو مستقل خواب ڏٺو هو ان جو تعبير به سندس حق ۾ ٿي چڪو هو پر رخصتي اجان باقي هئي. هنن جي وچ ۾ "سرڪوما" جي مضبوط ديوار حائل هئي، ۽ هن ان ديوار ڪي ڊاهي ثريا ڪي پنهنجي گهر آڻڻ ٿي گهريو.

افتخار لاءِ اهائي شرمساري و بال جان بنيل هئي تہ ثريا هن کان اڳ ڊاڪٽريءَ ڏانهن وڌي رهي هئي ۽ پاڻ هڪ بي وس انسان جيان اسپتال جي بستري تي لاچار پيو هو. رڪي رڪي کيس اهو احساس ماري وجهندو هو تہ ثريا کيس ان بيماريءَ جي عالم ۾ قبوليندي بہ الائي نہ.

ڪڏهن سوچيندو هو:

"جيڪڏهن ثريا ڊاڪٽرياڻي تي وئي ۽ آئون رهجي ويس، تڏهن بہ هوءَ منهنجو ضرور سات ڏيندي؟" هن کي ڪڏهن تہ بي اعتمادين اچي ورائي ورتو تي ۽ پاڻ وڌيڪ ثريا لاءِ سوچڻ لڳو تي تہ هن جي دل تي الائي ڇا گذرندو هوندو! ان هوندي بہ افتخار کي پنهنجي زندگيءَ کان وڌيڪ ثريا تي مڪمل اعتماد هو. هو ائين ڇئي دل کي آٿت ڏيندو هو تہ "اگر مرض مان جان نہ ڇٽي، يا معذور تي پيس، تڏهن بہ ثريا ضرور سات ڏيندي. هو وعدا ضرور نباهيندين."

پر اهو سوچي هو لاجواب تي ويندو هو تہ ، "اگر حياتي ماٺي نہ سگهيس تہ ثريا جو ڇا ٿيندو؟ ڇا هو ڪنهن ٻئي جي بہ...!"

ان کان وڌيڪ هن جو ذهن ڪم نہ ڪري سگهندو هو. ڇهن مهينن بعد "ريڊيو ٿراپي" جو ڪورس پورو تہ ٿيو پر مرض ۾ ڪوبہ فرق ڪونہ آيو.

"هاڻي هڪڙوئي علاج باقي آهي." ڪينسر اسپيشلسٽ فيصلي واري انداز ۾ ٻڌايو، "۽ اهو آهي ٽنگ کي گوڏي جي مٿان ڪٽي ڇڏڻ. ان ۾ بہ صرف ڏهہ سيڪڙو ئي اميد رکي سگهجي ٿي، اهو بہ تڏهن جڏهن مرض مٿين ڌڙ ڏانهن وڌيو نہ هوندو."

"اُف الله!" افتخار ڏکهو ساهہ کنيو ۽ بستري تان اٿيو ٿيندي چيو، "ائين ڪڏهن نہ ٿيندو ڊاڪٽر صاحب! ائين ڪڏهن نہ ٿيندو. آئون هميشہ لاءِ معذور بنجڻ نہ ٿو چاهيان." ۽ پوءِ پاڻ کي وساٽل اکين سان ڪٽي بستري تي

ڦتو ڪيائين.

" ڊاڪٽر صاحب ٻيو ڪوبہ علاج ڪونهي! " هن مايوسي مان پڇيو.

" نہ - ايلوپيٿيءَ ۾ ڪينسر لاءِ ڪوبہ علاج ڪونهي."

پريان ڪنڊ ۾ افتخار جي ٻيڙي ماءُ برقعي ۾ ويڙهيل هنجون هاري رهي هئي. ائين ٿي محسوس ٿيو تہ هوءَ اندرون اندر ڇڄي پئي هئي.

" ها - هڪڙي ٻي هلڪي اميد آهي." ڊاڪٽر ويندي ويندي رڪجي پيو ۽ سوچيندي چيو:

"اها ڪهڙي ڊاڪٽر صاحب! اها ڪهڙي اميد!!" سيني هڪ زبان ٿي پڇيو. هن وقت ڊاڪٽر سيني کي مسيحا نظر اچي رهيو هو.

"فارين (Foreign ) ۾ هڪ انجيڪشن ايجاد ٿي آهي، ويهن جو ڪورس آهي ۽ هڪ جي قيمت ست هزار روپيا آهي."

" آئون ضرور گهرائيندس ڊاڪٽر صاحب ." افتخار جي ماءُ برقعي مان سڏڪندڙ لهجي ۾ چيو، " پر ڊاڪٽر صاحب! ايتري پڪ ڏيو م تہ منهنجي لعل جي هن موذي مرض مان جان ڇٽي پوندي؟"

" يقين ڪونهي. اسان وٽ تہ اها انجيڪشن پهريون ڀيرو ئي استعمال ٿيندي." ڊاڪٽر وراڻيو.

" ۽ جيڪڏهن فوراً ڪو فيصلو نہ ڪيو ويو تہ ٻن مهينن جي اندر مرض پوري جسم تي ڪنٽرول ڪري ويندو." ائين چئي ڊاڪٽر ٻاهر نڪري ويو.

" امان، ابا - مون کي ڳوٺ وٺي هلو. هن مرض جو ڪوبہ علاج ڪونهي. باقي آئون تنگ ڪٿائيندس ڪونہ، جيڪي منهنجو نصيب. آئون معذور ڪونہ ٿيندس." افتخار پوريل اکيون پٽي پيءُ ماءُ سان مخاطب ٿيو.

"اوهان بہ پنهنجي وسان گهٽايو ڪونہ آهي بابا. اوهان جو ڪهڙو قصور! هي سڀ منهنجي قسمت جو چڪر آهي!"

"اسان جو ئي قصور آهي بابل." افتخار جي پيءُ نسورو روئندي ۽ ڪيس ياڪر پائيندي چيو. "هي سيڪجهہ اسان جي گناهن جي سزا آهي. نہ تہ تو معصوم وري ڪهڙا ڏوهہ ڪيا! هي اسان جي اعمال جي شامت آهي پٽڙا، اسان کي ڏک آهي تہ...." هو پوءِ بہ چپن ۾ ڪجهہ چوندو ئي رهيو.

زندگي کان بي پناهہ نا اميدين ۽ مايوسين ۾ غرق افتخار کي واپس ڳوٺ آندو ويو ۽ ڪيس قسمت جي آسري سٽين ڦٽين تي رکيو ويو.

افتخار جي جيون ۾ وري اميدن جي بهار موٽي آئي. هو نانگ کان چڪ هٿائي ڪينسر کان جان آجي ڪرڻ لاءِ تيار ٿي ويو. هن ان بيڪسي واري حياتي مان پوريءَ ريت نجات حاصل ڪرڻ گهري ٿي. "اگر مرض نہ ڇڏيو تہ حياتي بہ ساٿ نہ ڏيندي." ٻئي نتيجا ذهني طور هو قبول ڪري چڪو هو.

افتخار کي جڏهن نانگن جي نواب وٽ آندو ويو تہ هو عجيب ڪشمڪش ۾ مبتلا هو. هو هڪ ئي وقت جيئڻ جي اميد يا هميشه لاءِ دنيا کي الوداع ڪرڻ جي نا اميديءَ جي سرحدن تي پاڻ کي محسوس ڪري رهيو هو.

"نانگ جي ڪکڻ کان پوءِ ڇا ٿيندو؟" سپ جو سراپ تہ هر ڪنهن تي غالب هو پر ڪينسر جي لاعلاج مرض جو دائمي خوف سپ جي سراپ کان بہ وڌيڪ هو. هرڪنهن کي اهائي اميد هئي تہ :

"شايد ٻئي خطرناڪ اثر هڪ ٻئي کي ختم ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿين!"

پهرين رات جڏهن افتخار جو نانگ سان آپريشن ٿيڻ وارو هو، هو عجيب عجيب سوال پڇي رهيو هو:

"زهر چڙهي وڃي تہ ان کي ڪيئن لاهيندؤ؟"

وري پڻ پڻ ڪندي چوندو رهيو، "يا الله تون رحم ڪجانءِ."

"پلا زهر کي ختم ڪرڻ لاءِ چڪ واري جاءِ تي چاقوءَ سان ٽڪو بہ ڏيندؤ؟"

"نانگ چڪ هڻي اٿلندو تہ ضرور، نہ تہ هن جا نيش ڪيئن نڪرندا؟

رت بہ ضرور وهندو؟ سور بہ تيندو؟"

افتخار جي ان حالت کي ڏسندي فيصلو ٿيو تہ في الحال رت ٽيسٽ ڪرڻ لاءِ انجيڪشن لڳائڻ جي بهاني نانگ کان ڪيس چڪ هٽايو ويندو، انهي اٽڪل سان چڪ بہ لڳرايو ويو ۽ نتيجي ۾ هو ڪافي مطمئن نظر اچڻ لڳو.

مقرر وقت تي بلب کي آف ڪيو ويو ۽ هن جي منهن تي چادر وڌي وئي تہ جيئن پاڻ ڏسڻ جي ڪوشش نہ ڪري. ٽارچ جي هلڪي ۽ ويجهي روشنيءَ ۾ ڳوتريءَ مان نانگ جي سسي ڪڍي هن کي چڪ هٽائڻ جي ڪوشش ڪئي وئي. پهرين تہ نانگ چڪ هٽڻ تي آماده ئي نہ هو. تڏهن افتخار جي مرئي جي ماس کي آڱرين ۾ جهلي ۽ نانگ جو وات ڦاڙي ان ۾ ڏنو ويو. جيئن ئي نانگ ڇاڙيون پڇايون ۽ ان جا نيش ماس ۾ ويٺا، تيئن افتخار سمجهيو تہ سئي هڻئين وئي آهي. هن هلڪي انداز ۾ دانهيون:

"الا، الا، الا - امان جيجي - الا - الا!" جيئن جيئن نانگ چاهو تي ڏنو تيئن تيئن هن سئي جي باري ۾ سوچيو ٿي تہ شايد اٽڪي پئي آهي ۽ نڪري نہ ٿي. پئي ڏينهن جڏهن پاڻ آپريشن واري جاءِ ڏنائين تہ سوالن جي بوڇاڙ لائي ڏنائين:

"هيتريون سيون هنيون اٿو؟" نانگ جي مختلف ڏندن جي نشانن کي حيرت سان ڏسندي پڇيائين، تہ ڪيس چيو ويو،

"سئي نبض ۾ نہ پر ماس ۾ هڻئين وئي، ان ڪري گهٽو اندر موڪلڻ جي بجاءِ متاچرو آهستگيءَ سان رت ڦڙا ڪڍيا ويا." ان جواب تي هو مطمئن ٿي ويو پر ڪينسر جو ايترو تہ دٻاءُ هو جو نانگ جو پهريون چڪ هو هضم ڪري ويو، سوچ ۽ سختيءَ ۾ معمولي فرق آيو. هفتي کن بعد جڏهن ٻيهر آپريشن جو پروگرام ٿيو تہ افتخار ضد ڪري ويٺو تہ ڪيس نانگ وارو آپريشن ئي ڪيو وڃي. "وري رت ٽيسٽ ڪرڻ جي ڪهڙي ضرورت آهي!" هو چوڻ لڳو:

"مان ڪو ڏچان ٿوروئي ٿو!"

۽ پوءِ هن جي حيرت جي حد نہ رهي جڏهن ڪيس پتو پيو تہ پهريون پيرو بہ نانگ وارو ئي آپريشن ٿيو هو. پهرين تہ هن ڪي اعتبار نہ اچي، وري وري پيو چوي:

"مذاق ٿا ڪريو هٽندؤ وري بہ سٺي ۽ چٺو ٿا اهو ئي آهي نانگ وارو آپريشن؟" شڪر جو سندس ڀاءُ پهرين آپريشن جو اکين ڏٺو شاهد هو، تڏهن مس وڃي اعتبار ڪيائين.

ٻئي آپريشن لاءِ بہ ماحول ساڳيو ئي پيدا ڪيو ويو پر هاڻي افتخار با خبر هو. جيئن ئي ڳوٺريءَ مان نانگ جي سسي ڪڍي سندس ٽنگ جي ويجهو آندي وئي ۽ ماس کي چڀني ۾ ورتو ويو تہ اڳي ئي دانهون ڪرڻ ۽ ڪنجهڻ شروع ڪيائين:

"الاڙي - اباڙي - جيجل امان مري ويس. هاڻي بس. سائين هاڻي بس. الا-الا-الاڙي هاڻي بس ڪريو. بس ڪريو الا الا الا جيجل امان ڙي مري ويس هاڻي وڏيڪ چڪ نہ هٽايو. نہ هٽايو، هاڻي بس ڪريو. بس ڪريو....." هن ڀيري بہ ساڳيو ئي سڀ هو پر ان جو سراپ ذهن تي حاوي هو ان ڪري دانهون بہ اڳي کان ٻيڻيون ڪيائين.

افتخار جي زندگي وري موٽي آئي، پريشانيون ختم ٿي ويون. هڪ مهيني جي اندر ٽنگ جي سوڄ ۽ پٽر واري سختي بلڪل ختم ٿي ويس. بس ٻنهي ٽنگن جي ڀيٽ ڪندي ٿورو ئي فرق محسوس ٿيندو هو. هاڻي تہ هو بسترو بہ ڇڏي چڪو، اٿڻ ويهڻ ۽ هلڻ گهمڻ بہ لڳو هو. جيئن ئي عام انسانن جيان هر شيءِ کائي پي سگهيو ٿي تيئن ئي سندس صحت پڻ موٽي آئي. والدين سک جو ساهہ کنيو. دوست احباب جي چهرن تي خوشي ۽ اطمينان ظاهر هو.

افتخار هاڻي زندگيءَ جا پروگرام وري نئين سر مرتب ڪرڻ لڳو. ڊاڪٽري، ثريا، گهر ٻار، زمينون، خوشيون ۽ شاد مانا سڀ هن جي

سوچن جو مرڪز هئا.

رفته رفته افتخار جو ذهن پنهنجي لا علاج مرض ۾ ڪمي اچڻ سان بي پرواهه ٿي ويو. هن کي جيتوڻيڪ اها به اجازت هئي ته هو پاڻ کي پاٺهي نانگ وارو آپريشن ڪندو رهي، پر هو ان احساس جي باوجود ته ڪيس مرض اڃان مڪمل طور نه ڇڏيو آهي، ڪجهه وقت بعد دوا جو تسلسل ۽ آپريشن تقريباً ختم ڪري چڪو هو. هن جي چهري تي ساڳي ڪل ۽ خوشي واري رونق موٽي آئي هئي. هن کي يقين هو ته هو تمام جلد پنهنجي تمنائن ۽ آرزوئن کي ماڻڻ وارو آهي.

ڪافي وقت کان پوءِ افتخار اڄ اهو يقين ڪرڻ خاطر ته "سرڪوما" ڪهڙي اسٽيج تي آهي، هن ايڪسري ڪيڙرايو.

"ايڪسري رپورٽ ملي اٿيئي؟" افتخار جي دوست ڪيس ڪي قدر ملول ڏسندي پڇيو.

"ها ملي ته آهي" افتخار گنڀير آواز سان وراڻيو.

"ڇا ٿي ٻڌائي؟" دوست تجسس مان معلوم ڪرڻ چاهيو.

ٻهرين خاموشي ۽ پوءِ هلڪا سڏڪا ٻڌڻ ۾ آيا.

"خير ته آهي افتخار! رپورٽ ۾ ڇا آهي؟" دوست پريشان ٿيندي وري پڇيس.

"مرض ساڳي جاءِ تي آهي!"

افتخار باقاعدي رئندي وراڻيو. هو بيماري دوران ٻهريون ڀيرو ٻارن جيان رنو هو.

"مرض ساڳي جاءِ تي آهي؟ نه گهٽيو آهي ۽ نه وڌيو؟" دوست اڃا به حيرت مان پڇيو. هن کي افتخار تي ترس اچڻ لڳو. هن سوچيو، "ويچارو خوش خوش گذارڻ لڳو هو، اميدن جي بهارن ۾ اچڻ بعد هاڻي وري نا اميدين جي خزائن مان گذارڻو پوندس!" هن ڪيس ڳراٽڙيون پائي پرچائڻ جي ڪوشش ڪئي ۽ چيائين،

"ڏس افتخار! تون هن وقت ايترو ته تندرست آهين جو توکي ڪوبه بيمار تصور ئي نه ٿو ڪري. تون اها به غنيمت ڄاڻ ۽ الله ۾ اميد رک ته مرض نيٺ ڇڏي ويندو."

وري چيائينس، "ڊاڪٽر ته توکي ائين چيو هو نه، ته ٻن مهينن اندر مرض پوري جسم تي ڪنٽرول ڪري ويندو؟ پر هاڻي ڇهه مهينا گذرڻ بعد به ساڳي هنڌ بيٺو آهي. اها به ڪا گهٽ رپورٽ ته ڪانهي. تون علاج باقاعدگيءَ سان جاري رک ۽ الله ۾ اميد ڪري لاپرواهي کي ختم ڪر."

سڏڪا، مسلسل سڏڪا.

"نوجوان ٿي ڪري ڪٿي دل لاتي اٿيئي؟" اڳي ته ڪڏهن نه رنو هئين، ڪيڏو نه مضبوط دل جو مالڪ هئين! هاڻي ڇا ٿيو توکي افتخار؟" دوست پريشان ٿيندي هن کان پڇيو.

مسلسل سڏڪا ۽ اکين تي رومال.

"افتخار! روئين ڇو ٿو؟ ادل تون اڳي کان گهڻو ئي تندرست آهين. هلين گهمين ۽ کائين پئين پيو. باقي ڇا کپيئي! مرض نيٺ ڇڏيندو. آخر تون ٻارن وانگر روئين ڇو ٿو!؟"

"مونکي بيماريءَ جو ڏک ڪونهي." افتخار سڏڪندي چيو.

"ته پوءِ ڇاجو ڏک اٿئي، ڪجهه ٻڌاءِ به سهي ؟"

"ارمان اهو اٿم ته جن دوستن ۽ عزيزن کي معلوم آهي، مان هاڻي ٺيڪ آهيان......."

"ها ــ ته پوءِ ..... ؟"

"انهن کي پتو پوندو ته بيماري ساڳي ئي هنڌ بيٺي آهي، ان ڪري ڏک ٿو ٿئيم." افتخار هاڻي اکين مان لارون وهائڻ لڳو.

"ڏس افتخار!" دوست کيس سمجهائيندي چيو، "ڪي مرض اهڙا به هوندا آهن جيڪي ظاهري طور نظر نه ايندا آهن پر هوندا خطرناڪ ۽ لاعلاج آهن. اهڙا مرض صرف مريض جي جيءَ سان سانديل هوندا آهن ته هو انهن کي ٻين تي ظاهر ئي نه ڪندو آهي، ان لاءِ ته ڪو ٻيو پريشان ڇو ٿئي."

"جي جي ـ" افتخار ڳالهه کي سمجهندي پڇيو.

"ها ها تون علاج جاري رکجان ۽ اميد ته ٺيڪ ٿي ويندين." دوست دلداري ڏنس.

"ها، واقعي مان ٻين کي پريشان ڇو ڪريان. ٻين کي ڇو ٻڌايان. جيڪا منهنجي قسمت!" افتخار اميد ۽ نااميدي جي گڏيل احساس کان چيو،

"آئون بلڪل ٺيڪ آهيان ۽ مڙني کي ائين ئي ٻڌائيندس."

هو اٿيو ۽ نواب صاحب جي شوڪيس مان خاص نانگ ڪيندو ٻاڻ کي چڪ هڻائيندو ويو پر مطمئن نه ٿيو. جڏهن ڪيترائي چڪ هڻائي چڪو ۽ سندس گوڏي جي مٿان هڪڙو وڏو ڪارو ڏام ٺهي بيٺو ته هن کي هڪ ڀيرو وري اميد جاڳي ۽ ڪلندي دوست کي چيائين،

"هاڻي زهر جو اثر ٿيو آهي، ٻهرين ته پتوئي نه ٿي پيو. مان هاڻي جلد تندرست ٿي ويندس، انشاءَ الله ضرور ٺيڪ ٿيندس."

هو خلا ۾ گهورڻ لڳو - پنهنجو ٻاڻ کي اڃو گائون پيل ڏنائين. هڪ سهڻو ۽ وٽندڙ گهر - ٿريا - زمينون - ڪل ۽ خوشيون ۽ هر طرف رونق ڏنائين.

# زندگي هڪ طوفان

اوچتو ئي اڀ آسمان تي هڪ ڪڪري ظاهر ٿي ته ماڻهن ان ۾ پنهنجون اکيون اٽڪائي ڇڏيون. هنن جي دلين ۾ جيڪي آسون ۽ اميدون دٻيل هيون، اهي زبان جي نوڪ تي نچڻ لڳيون. جيتوڻيڪ هنن کي اهو وهم پڻ لاحق هو ته ڪٿي گذريل ٽن سالن وانگر سندن حسرتون ۽ اميدون پائمال نه ٿين، ان ڪري هرڪنهن پنهنجي پنهنجي طور خدا ۽ رب کي ٻاڏائڻ شروع ڪيو.

ڪڪريءَ ۾ ٻهرين آهستي ۽ پوءِ تيزيءَ سان اضافو ٿي رهيو هو، ۽ ماڻهن جي دلين ۾ جذبات ٽپڻ ۽ نچڻ شروع ٿي ويا. ڏسندي ئي ڏسندي سارو آڪاش ڪڪر ڪارونيار ٿي ويو، جت عالمتاب گذريل ٽن سالن ۾ پنهنجي چهري تي نقاب چڙهندي نه ڏٺو، اتي ٻهريون پيرو سندس تيز شعائون دونهين جهڙي ٻاڦ جي بادلن روڪي ڇڏيون. پکي پکڻ خوشين مان ٽينگ ٽپا ڏيندا ۽ مٺيون لاتيون لنوندا پنهنجن گهرن ڏانهن موٽڻ لڳا. ٻارڙن ۾ ڊور ڊڪ ۽ هلچل مچي وئي. محلي محلي ”ڪارڙو ڪمهارڙو“ شروع ٿي ويو ته ڪٿي سر سارنگ ... ٿي ويو ته جيئن آيل رحمت بنا وسڻ جي ... نه هلي وڃي. گهر گهر خوشيون پٺي ملهايون ويون ته اڄها ٿي مينگهه ملهاري ٿئي. سارنگي جي سُر ۽ دعائن جي اثر پنهنجو رنگ لاتو. هاڻي ڪنوڻ تجلا ڪيڻ شروع ڪيا ۽ گجگوڙ هنياءَ ڏڪائڻ لڳي. هرڪنهن کي اها پڪ ٿي ويئي ته اڄ هن آيل رحمت کان محروم نه رهنداسين. هو سڪايل ۽ اڃايل هئا. هنن کي آسماني پاڻي جي ضرورت هئي. ماڻهو ته ڇا خود ڌرتي ماتا کي ٽن سالن جي سخت پياس هئي. اوچتو تيز هوا لڳڻ شروع ٿي ويئي

تہ ماڻهن جي هنياءَ ڪجهہ لوڏو ڪاڏو پر ان ڪي بہ هو برداشت ڪرڻ لاءِ تيار ٿي ويا. هنن ڪي تہ فقط انهي رحمت جي ضرورت هئي، جنهن لاءِ هو سڀ ڪجهہ سهڻ لاءِ تيار هئا.

بارش شروع ٿي تہ سيني اطمينان جو ساهہ کنيو. گهر گهر خوشيءَ جي ظاهري چاڙهي ويئي ۽ گرم گرم ڪاڏي ويئي. باراني ٿيندي رهي، ٿيندي رهي ۽ جيئن پوءِ تيز ٿيندي ويئي. ڪنوڻ جا تجلا هڪ طرف اندو ڪرڻ لڳا تہ گجگوڙ ٻئي طرف هنياءَ ڏڪائي ٿي ڇڏيا. مائرن پنهنجن ٻچن کي ڪٽي ڇاتين سان لاتو. پر ان هوندي بہ هو خوش هئا. هنن جي ٽن سالن جي دعائن ۽ التجائن تہ مس مس رنگ لاتو هو، جنهن ڪي هنن پنهنجين اکين سان ڪجهہ وقت لاءِ اطمينان سان ڏسڻ گهريو ٿي.

شالو چئي رهيو هو، ”هاٺي فصل ڀلا ٿيندا، ملڪ تان ڏڪار لهي ويندو ۽ ان ارزان ٿي پوندو.“

رضو، ٿرين سان همدردي ڪندي چئي رهيو هو، ” ٿر ٻر تہ ملهاري هوندي. ويچارا هاڻي خوب خوشيون ملهائيندا. جيڪي ڏتڙيل هت ڦريا پئي اهي هاڻي روڪي نہ رڪبا ۽ پنهنجي ماڳ موٽڻ لڳندا.“

بارش ٿيندي رهي، ٿيندي رهي ۽ انيڪ تبصرا بہ ٿيندا رهيا. آهستي آهستي تبصرن ۽ جذبن جي لهرن ٻر پهرين هلڪي ۽ پوءِ تيز موٽ اچڻ لڳي. بارش کي پوندي لڳاتار ٽي ڪلاڪ، چار ڪلاڪ ۽ هاڻي تہ پنج ڪلاڪ ٿي ويا هئا، ۽ جيئن پوءِ تيئن اها تيز ٿيندي ويئي، بيهڻ جو تہ نالو ئي نہ هيو. هاڻي تہ ماڻهن جون دليون ڏڪڻ لڳيون، ڪنبڻ لڳيون، ۽ اکيون آب سان پرجڻ لڳيون. دل اداس ۽ نڙي خشڪ ٿيڻ لڳي. ٿوري وقت لاءِ چهرن تي جا رونق آئي هئي، اها جلد ڪافور ٿي ويئي. جت خوشيون پئي ملهايون ويون ات تہ هاڻي اضطراب ئي اضطراب نظر اچي رهيو هو. بارش شايد ٽن سالن جي يڪي ڪسر ٿي ڪڍڻ گهري. ڏند ڪٽائون ۽ هوائي قلعا ڊهڻ شروع ٿي ويا. دليون سسڻ لڳيون ۽ ٻارڙن جي دلين مان خوشي اڏامي ويئي. جن معصومن گذريل ٽن سالن ۾ اکيون مس پٽيون هيون ۽ هن ڪان اڳ بارش جي ڪيفيت جو پنهنجي معصوم دلين ۾ اندازوئي لڳائي نہ سگهيا هئا. اهي حيرت ۽ خوف مان هڪ هڪ ٻاتيءَ جو منهن تڪي رهيا هئا. منهن جو پنو ئي مرجهايل

هئن. ڪمزور دل ته روئڻ شروع ڪري ڏنو. معصومانه ادائن ۾ ڪيڏو نه فرق اچي ويو، جنهن ڪري هن جي معصوميت ته اڃان به وڌيڪ معصوم نظر اچڻ لڳي.

ماڻهن جون نظرون پنهنجين جڳهين ۾ ڪتل هيون پر ذهن سوچڻ ڪان بلڪل جواب ڏيئي چڪو هو. پلؤ هؤ سوچي به ڇا ٿي سگهيا. بارش ڪي بند ڪرڻ هنن جي وس جي ته ڳالهه نه هئي.

هرڪو پنهنجي جي خبر ڪان بي خبر هو. هاڻي ڇا ٿيندو ڪنهن کي به خبر ڪا نه هئي. جلدي گهر گهر مان تلاوت جو آواز اچڻ لڳو. ته ڪي وري ايشور جي آڏو دوزانو ته ڪي وري مينهن داتا آڏو سجده ريز نظر اچڻ لڳا. ڪن ته تسبيحون سورڻ ۽ ڪن نفل پڙهڻ شروع ڪري ڏنا. جن کي پيو ڪجهه ياد نه آيو ته به اوکي ويل "جل تون جلال تو" ورجائڻ شروع ڪري ڏنو. جن ڪي ڪڏهن خدا ياد نه آيو تن کي به اڄ خدا ياد اچي ويو.انهن اڄ ئي ته خدا جي عظمت جو اقرار ڪيو هو. سچ چيو اٿن ته "مصيبت جي وقت ئي ته خدا ياد ايندو آهي."

جن ڏڪار جي ختم ٿيڻ ۽ آسودگيءَ جي موٽي اچڻ جو سهانو خواب پئي ڏٺو، اهي هاڻي ڏڪار جي اصل صورت کي پنهنجي اکين آڏو ڦرندو ڏسي رهيا هئا. بک ۾ اضافو ڪنهن کي به پسند نه هو، مگر سڀ لاچار ۽ بي وس هئا.

"هاءِ ڙي نحيف انسان! تون نه سردي سهين ۽ نه گرمي، نه سوڪ سهين ۽ نه باراني سهين. هرڪو پنهنجي خيريت بجاءِ پنهنجي خيرت پيو گهري، مگر .... مگر... قدرت کي ڪير سمجهائي؟"

بارش کي وسندي هاڻي ست ڪلاڪ ٿي ويا پر ان ۾ ذري برابر به فرق نه آيو. ها البته هوا ۾ اڃان به وڌيڪ اضافو اچي ويو. ٿي سال بارش نه پوڻ کي ماڻهن پنهنجي بداعمالين جو نتيجو پئي قرار ڏنو، پر هاڻي ته.... پاپن ۽ ڏوهن جي سزا ۽ گناهن جي جزا اکين سان ڏسي رهيا هئا. اڳ بارش نه پوڻ هڪ اشارو هو، ۽ هاڻي .... سزا جو اهو نازڪ لمحو هو، جنهن مان جيڪو اڪري پار پيو ان ڄڻ ته نئون جنم ورتو.

وقت پنهنجي رفتار سان گذرندو رهيو ۽ ماڻهن کي پنهنجا بداعمال ياد اچڻ لڳا. رئيس مولا بخش هوندي ته ڏاڍو رعب داب ۾ هلندو هو. ڪنهن کي ڪنگهندو به نه هو ۽ نه ڪنهن تي نظر ئي پوندي هئس. پنهجو هجي يا

پرايو، هرڪو هن جو سٽايل ضرور هو، پر سندس ڪمزوري گجگوڙ ۽ تيز مينهن هو. گور ٿي ته وڃي بستري ۾ سمهندو ۽ پوءِ ٿي سوڙون مٿان وجهندو. اڄ گوڙ جي ٺڪاڻ ۽ ڪنوڻ جي تجلن کان سواءِ هيترو وقت جو لڳاتار تيز بارش پوندي رهي ته هن جي دل به پاڻي پاڻي ٿي ويئي. پڙن ڪي سيرانديءَ سڏي نصيحتون ۽ وصيتون ڪرڻ لڳو. اچا به دل کي اطمينان نه آيس ته انهن کي ڪمري مان اٿاري چوڻ لڳو:

"مون کي هينئر اڪيلو ڇڏي ڏيو. هتان اٿي وڃو. ڪمري جا دروازا وراڻي ڇڏيو. اوهين به وڃي رب کي ٻاڏايو، تلاوت ڪريو خير جي دعا گهرو."

ٿوري وقت بعد جڏهن پاڻ ڪمري ۾ اڪيلو رهجي ويو تڏهن ٻريل دل اٿلي پيس ۽ سڄو وهاڻو پڇائي پٽ ڪري ڇڏيائين. جلدي ڪٽ تي اٿي ويٺو ۽ پوءِ ڪجهه سوچي هيٺ لٿو. دريءَ تي پيل مصلو کنيائين ۽ اتي ئي وڇائي ان تي گوڏا پيچي ويهي رهيو. اوچتو ٻاهر ٺڪاءُ ٿيو ۽ هو ڏڪي ويو. اهو گجگوڙ جو ئي آواز هو. يڪدم ٻئي هٿ ٻڌي منهن برابر مٿي جهليائين ۽ ڇت ۾ اکيون اٽڪائي دعا پنڻ لڳو،

"رب منهنجا! گنهگارن کي هڪ دفعو بخش ڪر. تون ئي ستار ۽ تون ئي رحيم آهين. عمر گذري ڏوهن ۽ پاپن ۾ سڀ، رهيو ڪونه پاڇي ڏٽي ري ڏرم. مون تنهنجي هر حڪم جي انحرافي ڪئي - جوئا، شراب، ۽ زنا منهنجا روزمره جا اعمال رهيا. شراب کان علاوه به مون هر اهو برو ڪم ڪيو جنهن جي سزا اڄ هن پوري وستيءَ تي نازل ٿي آهي. مون يتيم ٻارڙن جي ملڪيت هضم ڪئي. هر عزيز غريب، ۽ پاڙيسريءَ تي ظلم ۽ ڏاڍ ڪيا. مون پنهنجي ڳالهه کي، جيڪا غلط ئي ڇو نه هجي، هميشه ان جي پويان سوين ٻچرا ۽ غلط ڪم ڪري ان کي ضرور مٿي ڪنيو. مون غريبن کي دٻائڻ لاءِ هنن جون ڄڃون لٽيون ۽ عزتون برباد ڪيون. مون اڄ تائين ڪنهن کي به بخش نه ڪيو ايستائين جو پنهنجو پاڻ کي نه ڇڏيم ۽ گناهن جا انبار سر تي کنيو اڄ تنهنجي حضور ۾ آيو آهيان. "عدل ڇتان نه آئون، ڪج ڪو ڦيرو فضل جو."

"آءُ يتيمن جو حساب چڪتو ڪندس. آ... هر فعل کان توبه تائب آ... ن هر نيڪيءَ جي ڪم ۾ اڳڀي... ...ڪوشش ڪندس. مون کي انهي ...م تي قائم رکجاءِ ۽ شيطان کان پناهه ۾ ...جانءِ."

زينب پنهنجي مڙس کي گهوري گهوري چئي رهي هئي، "احسان جا پيءُ! خدا ير ڊڄ. ڪيترو وقت پنهنجو هٺ نه ڇڏيندين؟ پنهنجي قيامت نه وڃاءِ ۽ نه ڇوڪرين جي زندگي برباد ڪر. آئون چوانءِ ٿي تہ جوان اولاد کي ويهارڻ تمام وڏو ڏوهہ آهي. بلڪ گهر تي هڪ عذاب پڻ آهي."

احسان جو پيءُ علڻ خان ڪنڌ نوايو ڪنهن گهري سوچ ۾ ٻڏ تر هو. تيز ۽ تکي هوا هوندي بہ پگهر اچي ويو هئس. هن کي هي عذاب پنهنجي ڪرتوتن جو ئي بدلو نظر اچي رهيو هو.

ساجن زندگيءَ ۾ اڄ پهريون ڀيرو مصلي تي ويٺو هو. هن کي اها بہ خبر نہ هئي تہ نماز ڇا هوندي آهي ۽ ڪيئن ٿيندي آهي. خالق جي حضور ۾ ڪهڙي طرح حاضر ٿبو آهي. پر تنهن هوندي بہ جيڪو بهتر طريقو هن کي نظر آيو، ان تحت بہ رڪعتون نفل پڙهيائين ۽ پوءِ هٿ ٻڌي دعا پنڻ لڳو ۽ پنهنجون بد اعماليون ڳڻائڻ لڳو،

"خلقڻهار تون خير ڪر. جهان جو خير ڪر. اڄ هي نافرمان بندو نادان، پهريون ڀيرو تنهنجي عظمت جو قائل ٿيو آهي." عيبن آهي مونکي اگهاڙو ڪيو، هاڻي ڍڪين تون تہ ڍڪجن اگهاڙن شرم."

مون سوين مڪڙين ۽ پنکڙين جو رس چوسي، ڪيتريون دليون ۽ جگر ڦٽي ڇڏيا. ڪيترين مائرن جون هنجون خالي ڪيم. ڪيترن جا لوڙها لتاڙيم ۽ گهرن جا گهڙ لٽي انهن کي فقير بنايم. مونکي ڪڏهن بہ ڪنهن تي قياس نہ آيو. مون سوين خون وهائي ڇڏيا. سوين گهوٽ کهي ڇڏيا. منهنجي سرڪش گهوڙي اڏو جو بہ آيو سو لتاڙجي ۽ چيپاٽجي ويو. جيڪڏهن شيطان بہ اڏو اچي ها تہ تنهنجو قسم! اهو بہ بچي نہ وڃي ها.

ان سرڪش گهوڙي جو هسوار اڄ عاجز ۽ نادم آهي، ۽ تنهنجي درٻار ۾ حاضر آهي، مونکي يقين آهي تہ هي تنهنجو عذاب اسان گنهگارن جي ڪري تو نازل ڪيو آهي پر ان ۾ معصومن جو ڪهڙو ڏوهہ! اسان کي بخش ڪر ۽ جهان تان هي عذاب دور ڪر. اڄ کانپوءِ آئون تنهنجو فرمانبردار بندو ٿي گذاريندس ـ آمين."

ڻيمو موالي، جنهن جي عبادت ئي نشو هو ۽ رياضت ڪوندو هو. پر اڄ ان جا بہ سڀ نشا ٽٽي چڪا هئا. "جو پيئي سو جيئي" سندس تڪيو ڪلام

ئي وسري ويو هئس. جنهن ڪڏهن ڪنهن جي ڀلائي يا برائيءَ جو نہ سوچيو. ۽ ڪڏهن پنهنجي لاءِ بہ نہ سوچيو. پر اڄ تہ اهو بہ قهر خداوندي اڪين سان ڏسي سڀ ڪجهہ وساري ويٺو هو.

"حق تون برحق آهين. اسان گنهگارن جي ڪري ٻين تي ڇو هي عذاب ڇو؟ جيڪڏهن توکي اسان کي ئي سزا ڏيڻي ۽ مزو ڪچائڻو هو تہ چوندي اسانکي ئي چڪائين ها. جنهن مان دنيا تہ عبرت وٺي ها." هو وري وري ۽ رکي رکي چئي رهيو هو. "پنهنجي نيڪ ٻندن جي صدقي هن عذاب کي دور ڪر. منهنجو جيئڻ يا نہ جيئڻ ساڳي معنيٰ ٿو رکي، پر ان هوندي بہ پنهنجو ڪرم ڪرين تہ تنهنجو خالص ٻندو ٿي گذاريان."

مينهن کي هاڻي ڪافي وقت ٿي ويو هو. صبح جو شروع ٿيو ۽ مٿان اچي رات سهڙي. اها رات جا روزانو پنهنجي مقرر تاثير تي دنيا تي تاريڪي ڇانئي ڇڏيندي آهي. اها رات جنهن ۾ هزارين لکين گناهن جا جيوڙا پلجندا آهن، ۽ هزارين نوان جنم وٺندا آهن. اها رات جيڪا گناهن کي ڍڪي ڇڏيندي آهي. ۽ اها رات جنهن ۾ خدا جا ٻندا لڪي خدا جي عظمت جو هڪ دفعو وري اقرار ڪندا ۽ سجده ريز هوندا آهن. پنهنجي گناهن تي نادم ۽ نيڪ ٿي گذارڻ لاءِ وري وري دعائون پنندا ۽ توبهون ڪندا آهن. ڇا اڄ جي رات گناهن کان پاڪ نہ رهندي؟

مينهن پوڻ کان ٿورو اڳ ئي ٽي فقير، جن دنيا کي واقعي تياڳ تہ نہ ڏنو هو. هنن تہ سياح پر پاڻ کي فقير سڏيندا هئا. ملڪان ملڪ گهمندا ڦرندا ۽ مشاهندا ڪندا ان سر زمين تي پهچي ويا جا گذريل ٽن سالن کان پاڻيءَ لاءِ سڀ جيان ابر آسري وات ٽِيو پئي هئي. جنهن مهل ڪڪري ظاهر ٿي هئي تہ هڪ فقير جي زبان مان بي اختيار نڪتو هو.

"اڄ هن سر زمين جي پياس اجهامندي پر پاڻ." ......" هن نيلي ڇت هيٺان بي آسري آهيون؟"

ٻئي فقير ٻهرين جي ڳالهہ کي ڪٽيندي چيو هو.

"اسانکي جلدي ڪنهن وستيءَ ۾ پهچڻ گهرجي، آثار خطرناڪ ٿيندا ٿا وڃن." ٽئين فقير نهہ پهہ وراڻيو هو ۽ هي اهو وقت هو جڏهن آڪاش تي اها ڪڪري تيزيءَ سان پکڙجي رهي هئي.

هو ٽيئي ٽڪرا ٽڪرا قدم کڻندا جهنگ کي پار ڪري جڏهن ميدان تي پهتا هئا تہ عين ان وقت بارش بہ شروع ٿي ويئي هئي. هو ٻوڙي پهرين تہ هڪ وڻ جي اوٽ ۾ ٿي بيٺا، ۽ پوءِ هڪ اهڙي وڻ جي تلاش ۾ آسپاس نظر ڦيرايائون جو هنن جو پرجهلو ٿي سگهي ورنہ هوا جي تيزيءَ سبب ڪمزور وڻن جي اکڙجي وڃڻ جو بہ انديشو هو.

هو پڇندا پڇندا هڪ ويجهي وڻ جي هيٺان پهچي ويا، جو نہ صرف مضبوط هو پر ان سان گڏوگڏ گهاٽو پڻ هو. ٽڙ اهڙي تہ انداز ۾ وريل هئس جنهن جي هيٺان هي ٽيئي ڇٽا ڪونگڙا ٿي ويهڻ بعد بارش کان گهڻي حد تائين بچڻ ۾ ڪامياب ٿي ويا هئا.

مينهن پوندو رهيو، کنوڻ تجلا ڪيندي رهي ۽ گجگوڙ هنياءُ ڏڪائيندي رهي. برسات پوندي رهي، پوندي رهي ۽ فقيرن جي اضطراب ۾ اضافو ايندو رهيو. جلدي هنن کي بک جو احساس ٿيو تہ گودڙين مان سڪل مانيءَ جا ٻُيا ڪڍي ڪسي ۾ مينهن جو پاڻي ڀري ان ۾ اهي پسائي کاڌائون. وقت گذرندو رهيو، مينهن پوندو رهيو، هوا جيئن پوءِ تيئن تيز ٿيندي رهي ۽ آسپاس جا ڪچا، ۽ ڪمزرو وڻ ۽ پوٽا پاڙون پٽبا رهيا. جلدي هنن جي اضطراب جي ڪيفيت ۾ هاڻي خوف ۽ ڊڄ جي لهر غالب اچڻ لڳي. هاڻي تہ هنن بہ خدا کي ٻڌائڻ ۽ ان جي حمد وثنا شروع ڪري ڏني. هنن جون اکيون بند ٿي ويون. هنن کي پنهنجي ذات جو ايترو فڪر تہ ڪو نہ هو، جو تہ هو اڳي ئي ٻڍا ڳانا هئا. هنن کي هو نہ هو تہ فقط هتان جي انهن بيڪس ۽ بيگناه رهواسين جو خيال هو، جيڪي ڪن بدڪارن جي ڪري هن قهر خداونديءَ جو شڪار ٿي رهيا هئا. هنن جا ڪن وڃڻ لڳا ۽ اکين آڏو اوندهہ ڇائنجڻ لڳي. مينهن کي لڳاتار وسندي ٨ ڪلاڪ ٿي ويا هئا. صبح جو شروع ٿيو هو ۽ مٿان رات اچي سهڙي هئي، تڏهن هنن هتان نڪرڻ ۾ ئي پنهنجي خيريت سمجهي.

هيترو سارو وقت هڪ هنڌ ويهڻ ڪري هنن جا عضوا بہ نستا ٿي پيا هئا. بدن چور چور هئن. هيٺان بہ پاڻي مٿان بہ پاڻي، ڪپڙا لت پت. هو ڪنهن اجهي جي تلاش ۾ سرگردان سر لڪائڻ لاءِ پريشان، هڪ طرف منهن ڪري هلڻ لڳا. طوفان جهڙي حالت ۾ هي ڏتڙيل انسان بي سهارا نامعلوم منزل ڏانهن تڙندا تاپڙندا، هلندا، ڏڪا ڏوما کائيندا، دل ئي دل ۾

صلواتون پڙهندا اڳتي وڌي رهيا هئا. هنن جي حالت غير ٿي چڪي هئي. هنن کي سردي اچي ورايو ۽ کين پنهنجي موت جو يقين ٿي ويو. ان هوندي به اميد ۽ آسري تي جيستائين سرير ۾ ساهه هين ايستائين اڳتي وڌڻ جو عزم رکي هلندا رهيا ۽ وڌندا رهيا. هو جلدئي ان وستيءَ ۾ پهچي ويا، جنهن تي مڪمل خاموشي ڇانيل هئي. اگر ڪو آواز هو ته، رڙڪا، گوڙ ڪڙڪان بادلن جا ئي هئا. اها وستي هنن کي تمام ويجهي هئي پر اڻ واقف هئڻ سبب هنن کي صبح کان شام تائين هڪ وڻ جي پناهه ۾ برسات جي خاتمي جو انتظار ڪرڻو پيو هو. هو وستيءَ ۾ بچاءُ لاءِ پهچي ويا، پر خود وستيءَ وارا لاچار ۽ بيڪس هئا. هي سر لڪائڻ ته آخر ڪٿي لڪائن. هاڻي ته هنن ۾ چرڻ پرڻ جي به طاقت نه رهي هئي. جلدئي هنن کي ڳوٺ جي ڦٽل مسجد نظر آئي، جنهن جي ٻاهرين هڪ ديوار طوفاني بارش جي نذر ٿي چڪي هئي، هنن ڳوٺ جي گهٽين مان ڪافي وڏو پاڻي لنگهندي ڪيتريون ئي جهوپڙيون ۽ ڪچا گهر تباهه ٿيل ڏٺا. وستيءَ جي اجڙندڙ حالت ڏسڻ بعد هنن جي طبيعت ۾ هڪ انقلاب اچي ويو. هو هن وقت ان امن واري جاءِ ۾ پناهه وٺي چڪا هئا جا هميشه مسافرن ۽ ٻي واهن جي مٿي لڪائڻ ۾ ڪم ايندي آهي هڪ ڦاٽل تڏو کين هٿ آيو جو گڏيل طور تي پاڻ کي ويڙهي سرديءَ جو بچاءُ ڪرڻ لڳا. سيني جي زبان گنگ هئي، اکيون بند هئن پر دل ۽ زبان سجاڳ هئن. هڪ فقير زبان ئي زبان ۾ گنگنائي ۽ ڇٽڪندي چئي رهيو هو.

”رب العزت! مون کي اهو ڏينهن اڄ به ياد آهي. آئون ان کي ڪڏهن به وساري نه ٿو سگهان جڏهن آئون هڪ رهزن جي زندگي ڦٽي ڪري، هڪ بدمعاش جو چوغو لاهي تنهنجي سنئين راهه تي گامزن ٿي ويس. منهنجي نفس ڪڏهن به ڪنهن تي رحم نه ڪاڏو، پر ان ڏينهن من ۾ اها لڪل چڻنگ جاڳي، جا انسان کي اڄ به پنهنجي حيثيت تي قائم رکيو اچي.

آءٌ چاچيءَ جي بستري تائين پهچي ويس. هوءَ اڪيلي هئي ۽ منهنجي رحم وڪرم تي هئي. شيطان منهنجي نفساني خواهش جاڳائي مونکي حيوان بنائڻ ۾ ڪا ڪسر ڪانه ڇڏي. آءٌ چاچيءَ کان بدلو وٺڻ لاءِ هڪ سال بعد سندس گهر ۾ ٽپي داخل ٿيس. مون هن جي عزت، شرافت ۽ ناموس کي ختم ڪرڻ ٿي گهريو. مون هن جي هستيءَ کي پستيءَ ۾ آڻڻ ٿي چاهيو. آءٌ

پنهنجي رسوائيءَ جو بدلو وٺڻ لاءِ اڄ تيار ٿي آيو هئس. هن مون کي انهيءَ لاءِ گهر مان ڌڪا ڏيئي ڪڍيو هو. جو مون ڏاڏي جي ملڪيت مان ابي جو حصو وٺڻ ٿي چاهيو. آءٌ پنهنجا انتظام مڪمل ڪري چڪو هئس. اڳهوري ننڊ ۾ ستل بي خبر چاچيءَ کي وات تي ڪپڙو اهڙو ته ڇڪي ٻڌو هئم جو هن جي نڙيءَ مان هڪ به ڪيڪ نڪري ڪانه سگهي. اصل دشمن ته اهائي هئي. جنهن کي آءٌ ڏائڻ سڏيندو هئس. چاچي کي به انهيءَ ته پڙڪايو هو.

۽ ان بعد آءٌ اهو ڪجهه ڪري ٿي سگهيس جيڪي سوچي آيو هئس. مگر.... ڏيئي جي هلڪي روشنيءَ ۾ منهنجي نظر اوچتو هڪ فريم تي وڃي پئي، جيڪو سامهون ديوار تي لٽڪي رهيو هو. ان تي سونهري اکرن ۾ لکيل هو "الله اڪبر."

رب رحيم! ان وقت منهنجي ذهن ۾ جيڪا هلچل شروع ٿي، ان ڪان تون چڱيءَ ريت واقف آهين. عالم الغيب به ته تون ئي آهين. آءٌ ندامت ۽ شرم ڪان ڪنڌ جهڪائي ٻاهر نڪري آيس. ان بعد مون هميشه ڪوشش ڪري پاڻ کي نيڪيءَ تي آماده پئي ڪيو. جيڪڏهن خلقڻهار اهو سڀ ڪجهه مون فقط تنهنجي ئي راضپي حاصل ڪرڻ لاءِ ڪيو، ته ان جي صدقي هن عذاب کي دور ڪر ۽ خلق کي امن ۾ رک."

ان وقت مينهن واءُ ۾ ڪجهه ڪمي اچي ويئي. پوءِ فقير جي زبان اندر ئي اندر چورڻ شروع ڪيو.

"مولا! عليم تون جهانن جو پالڻهار ۽ خلقڻهار آهين. اسان جي وسنديءَ ۾ بدڪاري جنهن عروج تي هئي، ان ڪان آءٌ فقط تنهن جي مهرباني سبب بچي سگهيس. جيڪڏهن ان ڏينهن به تون خاص ڪرم نه ڪرين ها ته آءٌ عظيم گنهگار ٿيان هان.

جڏهن آءٌ زاني ۽ شرابيءَ جي زندگي ترڪ ڪري چڪس تڏهن اوچتو هڪ ڏينهن ڳوٺ جي حسين تر ڇوڪري زيبو مون وٽ اچي سهڙي هوءَ مون تي لک جان صدقي ويندي هئي ۽ بيحد چاهيندي هئي، پر آئون ڪڏهن به اهو سوچي نه ٿي سگهيس ته هوءَ ڪا ايتري حد تائين پهچي ويندي. جڏهن هوءَ منهنجي ڪمري ۾ لنگهي آئي ۽ منهنجي قريب ايترو ته آئي جو هڪ نوجوان هڪ چنڊ جي نڪر کي پنهنجي ايترو قريب ڏسي چپ رهي، اها معجزي ڪان

وڏيڪ ڳالهہ آهي. هن ان ڏينهن پنهنجي تمنائن کي منهنجي جهوليءَ ۾ وجهڻ ٿي چاهيو پر عين ان وقت، جڏهن آءٌ هن جي قرب کي اجان بہ قريب ٿي رهيو هئس تہ منهنجي ذهن جهٽڪو کاڌو ۽ آءٌ پڇي ٻاهر نڪتس. هوءَ بہ ڊوڙي مون تائين پهتي، چاڪاڻ تہ هن ناڪام واپس وڃڻ نہ ٿي چاهيو، هوءَ مون کي جهلڻ ۾ ناڪام وئي مگر ان هوندي بہ منهنجي قميص جو پويون پلؤ سندس هٿ ۾ رهجي ويو.

ساري ڳوٺ ۾ ہڙدول پئجي ويو. زيبوءَ جو پيءُ مون کي ختم ڪرڻ لاءِ سنيري آيو ۽ زيبو مون تي سپ ڪان وڏو شاهد هئي. پر جڏهن حالات تي ڳوٺ جي چڱن مڙسن غور ڪيو تہ آءٌ بي ڏوهي ثابت ٿيس. رب غفور جيڪڏهن اهو ڪم سراسر تنهنجي ئي رضا حاصل ڪرڻ لاءِ ڪيو هئم تہ ان جي طفيل هي عذاب دور ڪر.

برسات ۾ ڪافي ڪمي اچي ويئي هئي. ويتر تڏهن فقير جڏهن پنهنجي قصي کي ختم ڪيو تہ ان وقت مينهن بلڪل بند ٿي چڪو هو، هن چيو پئي،

”هي انهن ڏينهن جي ڳالهہ آهي جڏهن چين تي هڪ ظالم بادشاهہ حڪومت ڪندو هو. آءٌ سير و تفريح ڪندي مرڪزي شهر ۾ پهچي ويو هئس، بادشاهہ جي سواري ان وقت قلعي کان نڪتي هئي. ڪنهن جي مجال هئي جو بادشاه جي آڏو لنگهي سگهي. عين ان وقت هڪ معصوم ٻار رستي جي وچ ۾ نظر آيو.

مون کي پڪ ٿي ويئي تہ جيڪڏهن ان ٻار کي اتان ڪنيو نہ ويو تہ هو گهوڙن جي سنبن ۾ چيپاٽجي لتاڙجي ويندو. دهشت کان ڪو بہ شهري بادشاهہ جي آڏو اچي پنهنجي موت کي دعوت ڏيڻ لاءِ تيار نہ هو.

مون ڊوڙ پائي وڃي ٻار کي ڪنيو. سر تان سانگو تہ لاهي چڪو هئس. مون عين ان وقت بادشاه جي سواري کي بہ هٿ سان اشارو ڪري بيهاري ڇڏيو هو. سپ ماڻهو حيرت ۽ ڊپ ۾ محو هئا. سپاهي مون کي وڪوڙي ويا. بادشاهہ جي اکين مان شعلا نڪرڻ لڳا. هن ڪاوڙ مان پڇيو، ”تو هي گستاخي ڇو ڪئي؟“

۽ مون بہ بي ڌڙڪ جواب ڏنو تہ، ”فقط هڪ معصوم جي

حياتي بچائڻ خاطر."

"تون ڪير آهين؟

مون جواب ڏنو، "خاڪي"

وري پڇڻ لڳو، "توکي منهنجي قانون جي خبر ڪانهي؟" مون عرض ڪيو ته، "خبر ته آهي پر ان هوندي به توهان جي احترام کان وڌيڪ مون کي هڪ معصوم ٻار جي حياتي پياري ۽ عزيز آهي." مون کي چوبدارن ڪٺي قابو ڪيو هو. آهستي آهستي بادشاهه جي چهري تان غصي واري حالت دور ٿيندي ڏٺم ۽ هن ائين چئي مون کي آزاد ڪري ڇڏيو ته،

"اي بي خوف اجنبي، ٻيهر اهڙي غلطي نه ڪجانء."

خدا يا جيڪڏهن اهو ڪم مون تنهنجي ئي رضا پٽاندڙ ڪيو آهي ته هن عذاب کان ڇوٽڪارو ڏئي.

مينهن بلڪل بند ٿي چڪو هو ۽ وستيء تان عذاب واري رات، جيڪا قيامت کان گهٽ ڪانه هئي، اها دور ٿي وئي. آهستي آهستي گهرن ۾ وسائل ڏيئا وري ٻرڻ لڳا ۽ زندگي موت جي در کان موٽ کائي واپس آئي.

# سالگره

ڪراچي ڪان حيدرآباد ويندي بس ۾ ويٺي سوچيو هئم ته پهرين سالگره ملهائڻ لاءِ گهر پهچڻ شرط اهو اعلان ڪندس ته، اڄ کان نيڪ ڏهين ڏينهن هن گهر ۾ خوب خوشيءَ جو سمان هوندو. گهر جا سڀ ڀاتي پهرين ته تعجب ڪندا ته مونکي اوچتو هي ڇا ٿي ويو آهي، جو پنجٽيهن ورهن جي اڌڙوٽ عمر ۾ سالگره ٿو ملهايان، جڏهن ته آءٌ هاڻي اڌ ڊزن ٻارن جو پيءُ پڻ آهيان. مون وٽ ان لاءِ بهترين جواب اڳي ئي تيار هو ته،

"ٻاروتڻ جي سالگره مونکي بلڪل پسند ڪانهي. اها سالگره ڪهڙي جيڪا ٻن چئن سالن تائين ته خوب اهتمام سان ملهائي وڃي ۽ پوءِ، ٻاروتڻ وئي ته سالگره به ختم."

پر جيڪڏهن پيريءَ جي سالگره تي زور پريائون ته ان سان به اتفاق ڪيئن ٿو ٿي سگهي! "جڏڙي عمر جي سالگره ڪهڙي ڪم جي!! جنهن ۾ هر گهڙي عذاب جي گذرندي هجي ۽ هر سالگره بعد پيءُ لاءِ اها آس ئي ستائڻ لاءِ ڪافي هوندي ته آئنده زنده رهيس ته ڇڻ نئون ڇائيس."

اهي خيال پچائيندو جيئن ئي گهر ۾ قدم رکيم ته عجيب گفتگو ڪنين پيم، ڪنهن چيو پئي،

"آئي اکيون به اٿس! ڪيڏڙيون نه ننڍڙيون آهن!"

"نڪ به سچو سارو آهيس، ناسن جا سوراخ ته وار وانگر ٿا لڳنس!"

ڪمري ۾ چو ٻول هو.

"ٻانهون ۽ ٽنگون به مڪمل ٿي ويون هئس. هٿن پيرن جون آڱريون به سڀ ظاهر آهنس!" ڪنهن ٻيءَ عورت جو آواز هو.

"وات ۽ چپ ڪيڏا نه عجيب ٿي لڳس، ساڳيو انور جهڙو ٿئي ها!"

ڪنهن ٽئين عورت جا لفظ هئا.

دل ۾ ڌڪ ڌڪ وڌي وئي. خدا خير ڪري، ڪنهن جو پيو آپريشن ٿئي! جڏهن ڪمري ۾ داخل ٿيس ته انور جي ماءُ نوريءَ کي ڪٽ تي پيل ڏٺم، نستي ۽ ساٿي ٿي پئي هئي. چوڌ طرف نظر ڦيرايم، ڪابه عجيب شيءِ پيل نظر ڪانه آئي. ڳالهه لڪڻ جي ڪانه هئي.

پيندڙيءَ جي قد بت وارو ستون نمبر ٻار نوريءَ جو ضايع ٿي ويو هو. ٻار ته ويو، پر نوريءَ جي پنهنجي حالت به خطري ۾ وجهي ويو. سڀ کان پهرين ڪيس وٺي ليڊي ڊاڪٽر وٽ ويس. گلوڪوز جي بوتل ۽ ٻه چار سيون به لڳس ۽ ڊي. ايم. سي (اندرئين صفائي) بعد وڃي سندس حالت سڌري. گهرو ماحول ايترو ته گنڀير ٿي چڪو هو جو آءُ پنهنجي سالگره ملهائڻ جو سهانو خواب ئي وساري ويٺس. ٻئي ڏينهن پنهنجون سموريون حسرتون ۽ خواهشون دل ۾ سانڍي واپس نوڪريءَ تي ڪراچي هليو ويس، پر اهو اطمينان مون لاءِ ڪافي هو ته ١١ تاريخ ۾ اڃان هڪ هفتي کان به مٿي ڏينهن پيا آهن، ايندڙ جمعي تي ئي اهو اعلان ڪري سگهجي ٿو، ايستائين نوريءَ جي طبيعت به ٺيڪ ٿي ويندي ۽ گهر جا سڀ ڀاتي خوشيءَ ۾ هر طرح سان شريڪ ٿي سگهندا.

٨ تاريخ آءُ وري جمعي واري موڪل تي گهر اچي رهيو هوس. ساڳيون سواريون، ساڳيا رستا ۽ ساڳيون جايون، ايستائين جو ذهن ۾ به ساڳيائي هڪ هفتو اڳي وارا خيال هئا، پر گهر جي ٻاهران ٽيڪسي بيٺل ڏسي دل هڪ ڀيرو وري لوڏو کاڌو. اندر گهر ۾ قدم رکيم ته ڌڙڪن اڃا به تيز ٿي وئي ۽ دل جا خواب وري به هڪ ڀيرو اڌورا رهجي ويا. نوريءَ سيني ٻارن سميت پيڪين وڃي رهي هئي. ڀاڄائس ۽ ڀيڻس جا کهنبا هئا. پهرين پهرين ٻار جي آمد تي، ساڳي تاريخ تي پهرين خوشي جو اظهار ڪرڻو هو، جنهن ۾ پاڻ ڪٿائي به شريڪ ٿيڻو پوندو آهي. مون کين روڪڻ مناسب نه سمجهيو، پر اهو اطمينان ئي ڪافي هو ته اگر نوري نه موٽي ته به اسڪول جي بهاني سڀ ٻار ضرور سياٽي ئي موٽندا. هر خوشي ٻارن سان سوهندي آهي ۽ خوشيءَ ۾ رونق به اهي ئي پيدا ڪندا آهن. آءُ جڏهن سالگره جو ڪيڪ آٽي آڏو رکندوسان، ته هو خوشيءَ ۾ نه ماپندا. هنن جو سالگره سان چا وڃي، البته ڪيڪ ڪائڻ لاءِ هو پاڻ کي هڪ سيڪنڊ ۾ تيار ڪري وٺندا.

وري ذهن ۾ ٻيو بہ خيال پاسا بدلائڻ لڳو تہ، ”سڀئي ڀيڻ جون سڪون لاهيندڙ ڀاڄائي گل افروز بہ اسپتال جي بستري تي آهي. تازو آپريشن ڪرائي پتو ئي ڪيرائي ڇڏيو اٿس. ان حالت ۾ سالگرهہ ملهائڻ ٺهي ئي نہ ٿي!“

جواب ۾ ڪيترائي دليل ذهن ۾ آيا، ”هو افسوس ڪري ئي نہ سگهندي جو پتو ئي نہ اٿس، تہ احساس ڪٿي رکنديءَ!“

”خوشي گل افروز لاءِ جسم جو هڪ حصو آهي. هوءَ اهاني بهاني خوشيون ملهائڻ جي عادي آهي. ان ڪري اسپتال جي بستري تي هوندي بہ منهنجي سالگره جي خوشيءَ ۾ برابر جي تہ ڇا، پر وڌيڪ شريڪ هوندي.“

”هوءَ هر خوشيءَ جي شيءِ جلد هضم ڪرڻ جي شوقين آهي. گل افروز جهڙيون عورتون ڪٿي! ڪاوڙ تہ هن جي منهن تي ٻيهي ئي ڪانہ. هر وقت مرڪندڙ چهرو ۽ بي مزه ڳالهہ مان بہ لطف وٺندڙ. ٻئي جي ليکي، ڳالهہ ڏاڍي دلچسپي سان پئي ٻڌي، اهڙي عورت ڪي آپريشن وقت سجاڳ ڪجي ۽ خوشيءَ جي خبر ڏجي تہ پهرين مٺائي گهري ڪائي ۽ پوءِ وري بيهوش ٿيڻ لاءِ تيار ٿئي. مٺائي چکڻ بنا رهو رهي ئي نہ سگهندي، پوءِ ڀلي تہ پتي سان گڏ سندس جگر بہ ڪيڻو پوي!“

ايترين ڳالهين سوچڻ جي باوجود مون ۾ سالگره ملهائڻ جي همت ئي نہ پئي ٿئي. هڪ آرزو هئي جا اندر ۾ وري وري پاسا بدلائي رهي هئي ۽ ور ور ڪري زبان جي نوڪ تائين بہ نڪري ٿي آئي، پر زبان ان کي اڳلڻ بجاءِ نڳلڻ تي سندرو ٻڌيو بيٺي هئي، پر اهو خيال بہ اطمينان جو باعث هو تہ اڃان بہ ڏينهن پيا آهن، سالگره جو اعلان نيٺ ٿي ويندو، ڀلا روڪي تہ ڪوئي ڪونہ ٿو!

اڳلو ڏينهن بہ ائين ئي گذري ويو. پڻ گل افروز جي تيمارداري ڪندي ڇاڇا ٻڌڻو پيو. اف الله! شڪر جو خانگي اسپتال هئي ۽ ڪير ڪجهو ڪونہ هو، نہ تہ هل هنگامي ۽ ٺهڪن جي آوازن ڪان تنگ ٿي هن جو بسترو ئي ٻاهر رستي تي آڻي رکن ها. ان وقت ڏاڍو عجيب سمان هجي ها، جڏهن رستي تي ڪنهن مريض عورت جو بسترو پيل هجي ها ۽ ٻانهن ۾ گلوڪوز جي لڳل ڊرپ! مون پارا نڪما پاسي ڪان پيل مسهرين تي ويٺل هجن ها ۽ راهگير ايندي ويندي، هڪ ٻئي ڪان آڏا ابتا اشارا ڪندي ڪڏهن اسپتال جي

نيڪي ۽ ڪڏهن برائي ڪندي اُول فُول بڪندا گذرن ها. اسان به ته اسپتال ڪي اسپتال ٿي رهڻ نه ڏنو هو. ادي چئي، "مون سس جي جهيڙن جهٽن ڪان تنگ اچي نيٺ پتو ٿي ڪيڙائي ڇڏيو آهي. هاڻي ڏسان ته ڪير ٿو سامهون اچي! نه پتو هوندم نه اثر ٿيندم." هوءَ اڌ مذاق ۾ اڌ واڌ سچي پچي ڳالهه پئي چئي.

۽ سس پئي چويس، "ٻچڙي! تون رڳو خوش ٿي، الله راڄ ڀاڳ وڌائيندءِ، توسان ڪير منهن ڏيندو!" مريض جي دل وڻڻ جو اهو ئي ته سٺو طريقو هوندو آهي.

انهيءَ خوش مذاقيءَ ۾ مون پنهنجو غم ڪافي هلڪو ٿيندي محسوس ڪيو، پر تڏهن به سالگرهه ملهائڻ جو اعلان هاڻي ته ڪنڌو بنجي نڙيءَ ۾ اٽڪيو بيٺو هو.

نيٺ ١١ تاريخ به آئي. صبح جو ساجهر ٿي اٿيس. ۽ ڏٿيءَ جا لک شڪرانا بجا آندم. نماز ۾ پيش امام صاحب به سيني کي ڏاڍو شرمائي گهٽو ڪجهه ياد ڏياري رهيو هو. هن سورة"الرحمان" جي تلاوت شروع ڪئي. اڄ الائي ڇو سندس آواز ۾ ڏاڍو سوز پئي محسوس ڪيم. هن ور ور ڪري جڏهن "فبأي آلاء ربڪما تڪذبان" تي دهرايو ته دل ۾ جهير تي وڌائين. ڄڻ ته حافظ محمد حيات صاحب جون سڪون پئي لاٿائين. يا ته قاري طيب وارو سوز هئس. اهڙا پيارا آواز ٻڌي ڳوٺاڻا چوندا هئا، "حافظ صاحب! اگر ڳائڻو هجين ها ته ماڻهن کي ڦتڪائي وجهين ها." هنن ويچارن ابوجهن کي کهڙي خبر ته درد ۽ دل وارن تي جيڪو ڪلام الاهي جو اثر ٿيندو آهي اهو ڪنهن راڳ ۽ راڳيندڙ جو تي نٿو سگهي.

مسجد کان ٻاهر نڪتو هئس ته صاف سٿرو صبح ظاهر هو. هر طرف هلڪي ۽ پيني خوشبوءِ سان خوشي به محسوس ڪيم. دل ۾ آيم، "آخر ته هڪڙي اديب جي ڄمڻ جو ڏينهن آهي." نڪري ويس ڪلئي رستي تي. صبح جو ٿڌڙي ٿڌڙي هير اديب جي سالگرهه جي خوشيءَ ۾ خوشبوءِ لڳائي هر هر مون سان پئي ملي. آس پاس جي وڻن تان ڪوئل بار بار "مبارڪ مبارڪ!" جي صدا پئي ڏني. ڇتون ۽ بلبليون خوشيءَ مان نغما پئي ڳايا ۽ بادلن جا منتشر ٽڪرا هوا جي لهرن تي ترندا منهنجي مٿان پئي گذريا. ٿوري دير ڪان پوءِ سج نڪتو، پر هميشه ڪان نرالو. مرڪندو ۽ ڪلندو ڳلن تي ڇهڇ لالي

لڳائي پهرين سچو سرخ ۽ پوءِ هلڪو هلڪو سونهري ٿيندو ويو. سندس ڪرٽا ڪڪرن مان گوهي ڏئي اڻين پيا مون کي ڇهن ۽ سلام ڪن جيئن ونجهہ وٺيءَ ۾ آگ ڏيندڙ گوهي ڏئي وڃي ڪنهن الهڙ رانديگر کي ڪاپائيندا آهن.

هلندي هلندي باغيچي ۾ پهچي ويس تہ حيرت وٺي ويم. هر گل ۽ ٽاري بار بار نمي مون کي خوش آمديد پيا چون. جنهن بہ گل وٽان گذر ٿيو خوشي ۽ خوشبوءِ سان استقبال ڪيائين. پوئٽرن گلن تان اٿي مون مٿان پنج پنج ست ست ڦيرا ڏئي پنهنجي پاڻ کي مون مٿان گهورڻ جا ثبوت ڏنا. ماڪيءَ جي مکين هٿي جاءِ ڏنم. پر انهن کي ڪهڙي خبر تہ آءٌ انهن وانگر نہ گلن تي ويهي سگهندو آهيان ۽ نہ انهن مان رس چوسڻ منهنجي فطرت ۾ آهي. آءٌ تہ فقط اهي نظارا ڏسي سگهندو آهيان. وڌ ۾ وڌ هڪڙو گل پٽي پنهنجي ڪوٽ جي ڪالر جي زينت بڻائيندو آهيان. ڇا ڏنم هر گل اڳتي نمي پنهنجو پاڻ پيش پيو ڪري، اڳي ٿي هڪڙو گل پنهنجي ڪوٽ جي ڪالر ۾ سجائي چڪو آهيان، هاڻي ٻئي جي جاءِ آهي نہ آرزو ۽ تمنا.

اڳتي وڌندو رهيس ۽ جيئن جيئن باغ جي پيچرن تان گذر ٿيندو ويو، انيڪ قسم جي پکين پنهنجين مٺڙين ٻولين ۾ خوش آمديد چيم، انهن خوب نغما ۽ ترانا ڳايا. سوچيم، ”آخر تہ فطرت جي نقاش ۽ تخليقار جي سالگرهہ جو ڏينهن آهي. تڏهن تہ هر چيز جهومندي نظر ٿي اچي.“

جلد ئي واپس گهر ڏانهن موٽ ڪاڏم. مونکي تياري بہ ڪرڻي هئي. پر اهو فيصلو ڪري ورتم تہ ” هاڻي سالگرهہ ملهائڻ جي اعلان جو وقت نہ رهيو آهي. شام جو جڏهن سج پنهنجو سفر پورو ڪندو، تڏهن آئون بہ هڪ ننڍي ميز جي سائيز جو ڪيڪ ڪٽي اوچتو گهر ۾ داخل ٿيندس تہ يقيناً هرڪو حيرت مان عجيب عجيب سوال ڪرڻ لڳندو.

” هان! هيڏو وڏو ڪيڪ! آخر ڪهڙي خوشيءَ ۾؟ هيڏو ڪيڪ تہ اسان اڳي ڪڏهن ڪونہ ڏٺو!“

چوندومان، ”توهان کي ڪائڻ سان مطلب يا.....!“ پر اڌ ۾ جملو ڪٽي ڪونڪو ضرور چوندو، ”تڏهن بہ خبر تہ پوي، آخر تو جهڙي ڪنجوس اڄ حاتم جي قبر کي لت ڇو هنئي آهي، ضرور ڪا مام آهي!“ ضرور ڪا ڀاڃائي ٽوڪ هڻندي. آئون وري چوندس،

"ٻڌائيندو سانوَ پوءِ. پهرين ڇري آڻيو ۽ سيني کي سڌ ڪيو ۽ ها هڪڙي موم بتي به ڪنيو اچجو ۽ ماچيس به."

"موم بتي جي ڪهڙي ضرورت آهي!" ممڪن آهي اهي لفظ امڙ به چئي ڏئي. هن کي منهنجي جمڻ جي تاريخ ياد ٿوروئي هوندي، پر هوءَ وڏيڪ ڪجهه چئي ئي چئي، يڪدم چوندس، "اسين جهنگلي ٿوروئي آهيون جو هر ڪا شيءِ بنا نفاست جي ڪائي ڇڏيون. آخر هيڏو سارو ڪيڪ بنا موم بتي ٻارڻ ۽ وسائڻ جي ڪيئن کٽي سگهبو! اها ته ڪيڪ جي ئي توهين آهي..... نه، پر منهنجي توهين....."

"اوهو... هو... هوا" مون کان ڇرڪ نڪري ويو. سوچيم. "انهيءَ ۾ ته سڀ ڪجهه ظاهر ٿي پوندو..... مون کي بلڪل خاموش رهڻو پوندو."

تڪڙو تڪڙو گهر موٽيس. خوب تڙ پاڻي ڪري بهترين وڳو پاتم، خوشبوءِ لڳايم ۽ پائوڊر مکيم ۽ پوءِ سڌو ادي گل افروز وٽ اسپتال پهچي ويس، جيئن سندس تيمارداري ۾ ڪا ڪمي نه رهجي وڃي. ڏٺم، اديءَ جي طبيعت مڙوئي سست آهي؛ ته چهري تي اجائي مرڪ آڻي ۽ آڏيون ابتيون ڳالهيون ڪري ماحول تان خاموشي ۽ سنجيدگيءَ جي حڪمراني ختم ڪرڻ جي ڪوشش ڪيم. اديءَ اجان مرڪي ئي مرڪي، ته ان کان اڳي منهنجي مرڪ ۽ خوش طبعي وري غائب ٿي وئي. اوچتو ئي پتو پيم ته، نوريءَ جي طبيعت وري خراب ٿيڻ سبب ڪيس ڪٺائي سڌو ساڳي اسپتال پهتا آهن ۽ ٻائنس کان حال احوال وٺڻ جي مون ۾ طاقت نه رهي، چو ته منهنجي امنگن تي ٻيهر ۽ ٽيهر پاڻي ڦري رهيو هو!

"هي سالگرهه ڪٿي ڳچيءَ ۾ نه پوي؟" ڇپن ۾ پٽڪيم. "ڪو طوفان ته نه ايندو جنهن ۾ ناحق ڪنهن جي زندگي خطري ۾ پئجي وڃي!" جلد جلد سوچي رهيو هوس، "بهتر آهي ته سالگرهه ملهائڻ جو ارادو ئي ترڪ ڪري ڇڏيان، اجا وقت ويو ڪونهي." پر ڪنهن به فيصلي تي پهچڻ کان اڳي نوريءَ لاءِ ڪجهه ڪرڻ ضروري ٿي پيو، نه ته هوءَ ته هٿن مان ٿي وئي. فرسٽ ايڊ جي طور تي گلوڪوس جي ڊرپ لڳس، هڪ ٻه سيون لڳس ۽ ڪجهه گوريون کاڌائين ته طبيعت سنڀلجي ويس ۽ هوءَ ٻن ڪلاڪن جي اندر اندر نيڪ ٿيءَ پاءُ سان وري پيڪين رواني ٿي وئي. اتي به ته ساٿ سنوڻ

۽ ٻيج ۽ سهرا رات جو ئي ٽيٽا هئا. انهن کي نوري ڪٿي ٽي ڇڏي سگهي!
ڇهري تان وچايل خوشيءَ کي وري ٻولي لڌم ۽ سالگرهہ کي ترڪ ڪرڻ جا اجايا خيال دل مان تڙي ڪڍي ڇڏيم.

شام جا پاڇولا وريا. منجهند وارو تاءُ ۽ تپش بہ هٽيو. ٽِڏڙي هير وري موٽ ڪاڏي ۽ ڪيڪ وٺي گهر پهچڻ جو وقت قريب ٿيڻ لڳو. پر اسپتال مان اتجي ڪيئن؟ ڪو بهانو ئي نہ پيو ملي. ادي گل افروز هر ڳالهہ جو ڪونہ ڪو توڙ ڏئي مون کي ويهڻ تي مجبور ٿي ڪيو. هو، بيمار هئي ۽ اسپتال جي بستري تي هئي ۽ آئون واندو هئس. سالگره جي خواهش ۾ نوري ۽ گل افروز جي بيماري جي بهاني موڪل تي آيل هئس سو ادي اسڻ بہ ڇو ڏئي! سالگرهہ جي خوشي لڪائيندي بہ هر وقت ڇهري مان ظاهر پئي ٿي ۽ اما ئي ڇهري جي رونق ڏسي اوچتو ادي بستري تي اٿي ويٺي ۽ هڪڙي ڳالهہ کي ڪٿي وچ ۾ اچليو،

"اج ڏاڍو پهڪين پيو، ان جو ضرور ڪو سبب هوندو؟، اديءَ جي لفظن مون کي خيالن مان جهنجهوڙي ڪڍيو تہ اوچتو اهي لفظ زبان مان نڪري ويا جنکي آئون ١١ ڏينهن کان روڪي ويٺو هئس،

"آخر تہ سالگره جو ڏينهن اٿم." بي اختيار چئي ويٺس.

"سچي!؟ نہ نہ مذاق ٿو ڪرين، هل ڪوڙا..." اديءَ بي قابو ٿيندي هڪ ئي وقت سوالن جا انبار لائي ڏنا تہ ڳالهہ کي وچ ۾ ڪٽيندي چيومانس،

"ڪوڙ تہ زندگيءَ ۾ نہ ڳالهايو اٿم ۽ تو سان تہ سوال ئي نٿو پئدا ٿئي. پلا مهڙي مبارڪ ڏينهن لاءِ غلط بياني ڇو ڪندس؟"

منهنجي بر وقت مداخلت ماحول تي سٺو اثر ڇڏيو.

"تہ پوءِ توهان پهرين ڇو نہ ٻڌايو؟" هن ناراضگيءَ جو اظهار ڪندي چيو.

"توهان اسپتال جي بستري تي ۽ ڏکئي آپريشن مان گذريا آهيو. نوريءَ بہ ٽي دفعا ڊيڃاري ڇڪي آهي. پوءِ مون ۾ اظهار جي همت ڪٿان اچي؟" آهستگي سان وراڻيم.

"نہ، نہ، نہ. اها ڳالهہ ناهي، آءُ چاق چڱي ڀلي آهيان. گهر جي ڪم ڪان نٽائي بہ ٽي ڏينهن آرام ڪرڻ هتي آئي آهيان." هن مذاق وارو ماحول جاري رکندي چيو، "۽ پيڻ نوري، اها بہ پيڪن ۾ خوشيءَ جي محفل ۾

شريڪ ٿيڻ لاءِ وٺي آهي. جڏهن دم گهٽجيس ٿو تہ اچيو ڊرپ بگرايو وريو ڊوڙيو وڃي محفل ۾ ....."

"پر مون کي تہ خيال رکڻو آهي نہ؟" مون حقيقت ظاهر ڪئي.

"دماغ تہ خراب نہ ٿيو اٿئي؟ ڪيڪ ڪارائڻ کان تو لهرائين نہ ! ترس تنهنجي سالگرهہ جو ڪيڪ هينئر جو هينئر ۽ هتي ايندو ۽ ڪٽبو." هن اهو اعلان ڪري ڇڏيو جيڪو مون کان ڪڏهن ڪونہ ٿيو.

"ها، ها، بلڪل ٿيڻ گهرجي سالگرهہ." اديءَ جي سڪيلڊي ياءُ لقمو ڏنو. هو اهڙن موقعن لاءِ تہ هميشہ تيار هوندو آهي ۽ پيو وجهہ ڳوليندو آهي.

"ڇا سالگرهہ، وري اسپتال ۾!" مون حيران ٿيندي ڇيو، ۽ سا بہ منهنجي!؟"

"ها، ها، تنهنجي تنهنجي ۽ هتي اسپتال ۾."

ادي "تنهنجي ۽ اسپتال" جي لفظن کي ڏندن مان ائين چبي، ڪڍيو جيئن ڪمند جو ڇوتو ڪيڏجي. پوءِ وري چيائين،

"پڏ مسٽر اديب، اسپتال ۾ بحث ڪونہ ٿيندو آهي. اها شاعري ٻاهر ڪجانءِ. ڏس منهنجي آپريشن ٿي تہ آئون ڪا ڪڇيس؟ آئون وڏيس پٽي تہ بہ خاموش هئس ۽ تون اسپتال ۾ خوشيءَ جا لمحا بہ ڏسڻ برداشت نہ ٿو ڪري سگهين!!"

گل افروز زنانو فلسفو ڳالهائي رهي هئي ۽ آئون مريض کي "هر طرح خوش رکجي" جي فلسفي تي عمل ڪندي ٻاهر ڪلڻ ۽ اندر ۾ روئڻ لڳس. مريض ۽ بادشاهہ جي خواهش برابر هوندي آهي. بس ڪيڪ اچي ويو. اڌ سڙيل موم بتي هٿ لڳي وئي ۽ ماچيس سس کان مليس، جيڪا تيليون رکندي ٿي آهي ٽنب بنائڻ لاءِ. گل افروز چنگهندي، پر ٻهڪندي آهستي آهستي بستري تان هيٺ لٿي. پير پير ۾ پائي ان مسهري وٽ آئي جنهن تي آءُ ويٺو هئس. اوچتو مٽي کي ڦيري آيس، پر سس ٻانهن کان جهلي مسهري تي ڪٽي ويهاريس. هن گلدستي مان سڪل گل ۽ ساوا پن پٽي منهنجن ڪيسن ۽ بٽڻن جي ڪاڄن ۾ ٽنبيا. ۽ موم بتي ڪيڪ جي وچ ۾.

ڪيڪ هڪ پليٽ ۾ منهنجي آڏو رکيائين ۽ ڇري هٿ ۾ ڏئي موم بتي

ٻاريائين. آءُ اجان ڦوڪ ڏئي ان کي وسايان تہ اڳي ئي اها وسامي وئي.

"اهو بہ سٺو شگون آهي." گل افروز خوشيءَ مان چيو، ۽ پوءِ مون کي ڪيڪ ڪٽڻ جو چئي پاڻ وينئي سالگرہ جا گيت ڳائڻ "هيپي برٿ ڊي ٽو يو يو يو، آ ها هيپي برٿ ڊي ٽو يو يو يو!" آءُ پگهر ۾ شل عجيب ڪيفيت ۾ ڇري کي ڪيڪ ۾ مختلف هنڌان هلائي رهيو هئس ۽ ادي، پڻي ۽ سڪيلڏي ياءُ جي طرفان "مبارڪ مبارڪ، سالگرہ مبارڪ" جا آواز گونجي رهيا هئا. مون نماڻين نظرن سان ڪنڌ هيٺ رکندي، خيرمبارڪ چئي رسم کي پورو ڪيو. اديءَ جي طرفان تحفي جو اعلان ٿيو ۽ پوءِ هرڪو ڪيڪ کائي مٿان بوتل پيئڻ کي لڳي ويو. هاڻي ماحول سڄو سارو خوش هو، پر منهنجي حالت عجيب هئي. ڪجھ بہ سمجھ ۾ نہ ٿي آيو. انهيءَ عالم ۾ رات جا ١٢ وڄي ويا. هر ڪنهن کي اوٻاسيون اچڻ لڳيون. جڏهن گهر موٽي رهيو هئس تہ سوچيم، "سالگرہ تہ ٿي وئي. هاڻي سياڻي ڪيڪ وٺي گهر جي ڀاتين ۽ ٻارن کي کارائي ڇڏيندس."

پر جيئن ئي گهر پهتس تہ پيرن هيٺان زمين نڪري وئي. انور جي ماءُ نوري... جيڪا شام جو چاق چگي ڀلي پيڪين وئي هئي، بي حد نازڪ حالت ۾ پاڻ ڪٺائي اچي گهر پهتي هئي! مون کي هڪ وڏو چڪر آيو ۽ آءُ پاڻ سنڀالي نہ سگهيس. هوش ۾ آيس تہ پاڻ کي نوريءَ جي کٽ جي پاسي ۾ پيل ڀيءَ کٽ تي ڏٺم ۽ گهر جا ڀاتي عجيب ڪشمڪش ۾ مون کي تڪي رهيا هئا.

# پروفيشنل

معمول مطابق هن سال بہ هڪ مهيني جي موڪل تي ڪوہ مري پهچي ويس ۽ اڳي ئي بڪ ڪرايل فليٽ ۾ اچي قيام پذير ٿيس. هتي آئي مون کي هڪ هفتو گذري ويو. ساڳيا رستا ساڳيون ڳليون، لاهيون ۽ چاڙهيون، ڪاهيون ۽ بازاريون گهمي گهمي بيزار ٿي چڪو هئس. پنڊي پوائنٽ يا ڪشمير پوائنٽ تہ سوين ڀيرا چند سالن دوران ڏسي چڪو هئس. هزارين فوٽ اونهين ڪاهين ۾ لهي وڃڻ ۽ سوين فوٽ اوچين پهاڙين تي چڙهي قدرت جا نظارا ڏسي چڪو هئس. مال روڊ تي انسانن جي پيهہ پيهان ۾ بہ وقت گذاريو هوندم تہ صبح ساجهر يا نما شام وقت پهاڙين جي چوٽين تي ويهي هيٺ آيل ڪڪرن سان گلي ملي چڪو هئس. اوچتين برساتن ۾ پاڻ کي ڪئين ڀيرا پسائي سرديءَ ۾ ڏڪايو هوندم ۽ راتين جو هزارين بلبن کي تارن جيان ٽمڪندو ڏسي مريءَ جي نظارن مان خوب لطف اندوز ٿيو هوندس. اها ڪوہ مري جنهن جي پهاڙين تي چوطرف سوين فوٽ ڊگها ۽ سدا ئي سدا وڻ بيحد خوبصورت نظارو پيش ڪندا آهن، انهن ۾ پهرن جا پهر گهمي ڦري چڪو هوندس. پر جنهن سڪون جي ڳولا هميشه مونکي هتي آندو ٿي، سو اڃا تائين ميسر ٿي نہ سگهيو هو. اهو ئي سبب هو جو مون هاڻي تہ فليٽ کان ٻاهر نڪرڻ ئي ڇڏي ڏنو. وڏ ۾ وڏ گئلري ۾ ويهي وڻندڙ موسم ۽ نظارن مان لطف اندوز ٿي باقي سڄو وقت ڪهاڻين لکڻ ۽ شاعري ڪرڻ ۾ گذاري رهيو هئس.

حقيقت ۾ آءٌ محروميئن ۽ ناڪامين جو شڪار رهيو آهيان. اڄ تائين ڪنهن بہ مونکي پنهنجو نہ ڪيو آهي، پر جنهن کي بہ مون پنهنجو بڻائڻ چاهيو آهي، اهو بہ مون کي نصيب نہ ٿيو آهي. اهو ئي سبب هو جو آءٌ حياتيءَ جا ڏينهن زبردستي گذاري رهيو هئس ۽ وقت کي زوري ڌڪي پاس ڪري

رهيو هئس. انهن ئي محرومين ۽ ناڪامين مونکي ايڏو تہ وياڪل، خاموش ۽ گنڀير بنائي ڇڏيو، جو سال جا ١١ مهينا گهر ۽ آفيس ۾ گذاري ڇڏڻ ڪانپوءِ تنگ ٿيندو هئس تہ هڪ مهينو موڪل وٺي اچي ڪوهہ مريءَ ۾ رهي پنهنجي من جي مونجهہ ڪان ڇوٽڪارو ۽ احساس محرومي ڪان نجات حاصل ڪرڻ جي ڪوشش ڪندو هئس.

پر هن ڀيري تہ ڪوهہ مريءَ جون پر رونق فضائون ۽ تفريح گاهون بہ منهنجي اڪيلائيءَ جي احساس کي دور ڪري نہ سگهيون. جڏهن بہ نانگ جيان ور وڪڙ ڪائيندڙ رستن تي هلندڙ جوڙن کي مورن ۽ ڍيلن جيان ٽلندي، ڳالهہ ڳالهہ تي آبشارن وانگر مرڪندي ۽ ٽهڪ ڏيندي ڏسندو هئس تہ منهنجون حسرتون انهن جو پيڇو ڪندي ناامـيدين جي اونهين ڪاهين ۾ ڪرندي ٿـڌن شوڪارن ۾ بدلجي وينديون هيون. گلن جهڙن ٻارڙن کي راندين ۾ اڳيان پويان ڊڪندي ۽ ٽيراٽيون ڏيندي ڏسندو هئس تہ سوچن جي گهرائين ۾ گم ٿي ويندو هئس ۽ اهڙي ئي وقت ۾ عطيہ، راڻي ۽ ثمينہ جون يادون دل تي تري ايندڀون هيون، جن کي مون تہ پنهنجو بنايو پر هو مونکي پنهنجو ڪري نہ سگهيون. ثمينہ تہ منهنجو آخري ۽ ناڪام پيار هو. چار سال اڳي جڏهن شادي بعد ثمينہ سان هتي آيو هئس تہ هن ئي فليٽ ۾ اچي رهيو هئس ۽ انهن ئي پهاڙين، سبزه زارن ۽ نظارن مان لطف اندوز ٿيو هئس. هاڻي تہ اهي سڀ ماضيءَ جون يادون بنجي چڪيون آهن جيڪي هروقت دل تي ترنديون ٿيون رهن ۽ ڪڏهن تہ بي اختيار ڳوڙهن جي صورت ۾ اکين جي پنبڻن ۾ اٽڪي بيهي رهنديون آهن ۽ ڪڏهن تہ انمول موتين جيان دامن تي ڪرڻ لڳنديون آهن.

ثمينہ ڪان اڳي راڻي پنهنجي والدين ڪان جدا ٿي نہ سگهي ۽ مون ڪان پري ٿي وئي، صرف ان لاءِ تہ هوءَ هم مذهب ڪانہ هئي ۽ سڀ ڪان پهريون عطيہ سان پيار هو، جيڪو اڄ بہ ڦل تي گهاءَ بڻيو بيٺو آهي، اها بہ پنهنجي والدين جي مرضيءَ تي ظلم جو شڪار ٿي وئي. هن مشرقي عورت هئڻ جو پورو پورو ثبوت ڏنو ۽ ڪنڌ نوائي هڪ لاش جيان پاڻ کي والدين جي چاهت تي قربان ڪري ڇڏيو.

شايد اهو ئي سبب هو جو مون هاڻي نہ ٿي چاهيو تہ پنهنجي ويران دل

ڪٽي مريءَ جي پررونق فضائن ۽ بازارن ۾ پاڻ کي وڏيڪ احساس محروميءَ جو شڪار ڪندو رهان، ۽ حسرتن جا ڳوڙها ڳاڙيندو وتان.

اوچتو ئي هڪ ڏينهن پاسي وارو فليٽ خالي ٿيو جنهن ۾ هڪ پوڙهو عيسائي جوڙو رهندو هو. هنن جي موجودگي مون لاءِ نه هئڻ جي برابر هئي. شايد هو آخري پيرو مريءَ جي فضائن ۽ نظارن مان خوب لطف اندوز ٿيڻ جي حسرت کان سڄو ڏينهن ٻاهر گهمندو وتندو هو ۽ جڏهن به فليٽ تي ايندو هو ته ڊانءِ تي سمهي پوندو هو.

جولاءِ جو مهينو هجي ۽ ڪوه مريءَ جو ڪو فليٽ خالي رهي! اهو ته ممڪن آهي. اڃان عيسائي جوڙو ويو ئي مس ته ٻئي طرف هڪ ننڍڙي خاندان جو سامان فليٽ ۾ سيٽ ٿي رهيو هو. سامان جي سيٽنگ سان گڏ فليٽ سنهن ٽلهن ٽهڪڙن سان پڻ گونجي رهيو هو. انهن آوازن ۽ ٽهڪن ۾ هڪ وٽندڙ ۽ سندر ساز جهڙو آواز بار بار پاڻ ڏانهن متوجهه ڪري ۽ دل کي لرزائي رهيو هو.

آءٌ پلنگ تان اٿي پهرين در وٽ اچي بيٺس، پر آواز کي زياده قريب کان ٻڌڻ جي آرزو ۾ بياض کي ابتو ڪري ٽيبل تي رکيم ۽ ٻاهر گيلري ۾ هليو آيس. فليٽ ۾ چهل پهل مٺل هئي. جلد ئي هڪ خوبرو نوجوان، جنهن کي اڃان مڇن جي ساوڪ به نه آئي هئي، برابر واري فليٽ جي گيلريءَ ۾ اچي بيٺو. هن مونکي بيٺل ڏسي هٿ جي اشاري سان سلام ڪيو ته مونکي اهو اندازو لڳائڻ ۾ دير ئي ڪانه لڳي ته پاڙيسري مهذب خاندان سان تعلق رکن ٿا. آءٌ زياده دير ته بيهي نه سگهيس ۽ سريلي آواز ۽ ٽهڪن جي گونج ۾ واپس پلنگ تي اچي ليٽي پيس ۽ بياض پڙهڻ لڳس. ٿوري دير ڪانپوءِ پر واري فليٽ جا در دريون بند ٿيڻ لڳا ۽ پوءِ جلدي قدمن جا آواز پري ٿيندا ويا.

ڪوشش جي باوجود آءٌ پاڻ کي لکڻ پڙهڻ ۾ مصروف رکي نه سگهيس. اٿيس، گرم پاڻيءَ سان تڙ ڪيم ۽ ڪپڙا بدلائي فليٽ کان ٻاهر نڪري آيس. ٿورو هيٺ پرو پهتس ته رستي جي پاسي واري پارڪ ۾ هڪ سيمينٽ جي بئنچ تي هڪ نوجوان جوڙي کي نهايت اتساهه مان ڳالهيون ڪندو ڏسي مونکي ثمينه جي ياد دل تي تري آئي. چار سال اڳي ان ساڳي

ٻنهي تي ويهي ساڳي انداز ۾ اسان منهن منهن ڳالهيون ڪيون هيون.

"ڪيڏا نه حسين هئا اهي لمحات!" دل مان هڪ ٿڌو شوڪارو نڪتو ۽ پوءِ چٽڪيم، "ثمينه! توکي ڪيڏو نه پيار ڏنم. تنهنجا نازڪ ۽ نرمل هٿ چميم، پير پڪڙيم، پر شايد منهنجي اها بيپناهه محبت مونکي راس نه آئي." ٿڌو شوڪارو ڀريندي اچان به چٽڪيم،

"مونکي ته تنهنجي زلفن جي خوشبوءِ عطر کان وڌيڪ مست بڻائي ڇڏيو هو ثمينه! آءٌ جڏهن به تنهنجي گيسوئن ۾ منهن وجهي ڀاڻ کي ريشمي تارن ۾ ليٽيل محسوس ڪندو هئس، تڏهن ئي تون شايد مون کي ديوانو سمجهڻ لڳندي هئين! ۽ پوءِ تون هڪ سال به مون سان گڏ گذاري نه سگهين ۽ مون کان الڳ ٿي وئين. پر ڪهڙي ڏوهه ۾، ڪو جرم، ڪو قصور مون کان سرزد ٿيو هجي! عورت ته ظالم ٿي نه ٿي سگهي ۽ تون مونکي رڻ ۾ رولي وئين. ٻن مهينن جي ابهم ثروت کي به مون کان الڳ ڪري وئين، جيڪا هوبهو تو جهڙي هئي، ڪم از ڪم انکي ته مون کان نه کسين ها. آءٌ توکي ته روڪي نه سگهيس پر ثروت کي به پنهنجو ڪري نه سگهيس. هر ڪوئي ثروت ۽ تنهنجي وجود کي لازم ملزوم چئي رهيو هو. آءٌ خاموش اهو سور سيني ۾ سانڍيو وتان ثمينه! شل جتي به هجين، ثروت سان خوش هجين."

اوچتو مون ڪنڌ کي جهٽڪو ڏئي ڀاڻ کي ماضيءَ جي سوچن مان ٻاهر ڪڍيو ۽ رومال سان آلين اکين کي خشڪ ڪري سامهون ويٺل جوڙي تي اچاتري نظر وجهندي هڪ ڀيرو وري چٽڪيم، "شل رب ساٿ سلامت رکيوَ ۽ ڪنهن بد نظر کان بچائيوَ!"

آءٌ مال روڊ جي رش ۾ پهچي ڀاڻ کي وري بيچين محسوس ڪرڻ لڳس. ڳالهايان ته ڪنهن سان، اڪيلائيءَ جي احساس وڌيڪ پريشان ڪيو ته ڪنهن هوٽل ۾ ويهي ڪافي پيئڻ کي ترجيح ڏنم ۽ ٿڪل قدمن سان هڪ هوٽل ۾ داخل ٿيس، پر ڪابه ٽيبل خالي نه ڏسي مايوسيءَ مان موٽڻ تي هئس ته پويان هڪ آواز ڪنين پيم:

"هو ادا پنهنجي پاسي واري فليٽ ۾ رهندو آهي." پوئتي نهاريم ته گئلري واري نوجوان کي ٻن عورتن ۽ هڪ مرد سان گڏ ويٺل ڏٺم.

”ويهڻ لاءِ صلاح ڪيوس.“ پنيري ويٺل عورت سامهون واري ڪرڙوڊ عورت کي چيو. پر انڪان اڳي ئي نوجوان خالي پيل ڪرسيءَ ڏانهن اشارو ڪندي چيو، ”ادا، توهان هتي اچي ويهو.“

آءٌ اچا ڪو جواب ڏيان ئي ڏيان، تہ انڪان اڳي ئي ڪرڙوڊ عورت نوجوان جو ساٿ ڏيندي چيو، ”ويهو اچي ، سڀ مسافر آهيون.“ پر آءٌ اچا بہ رڪيو ئي رهيس تہ مرد آفر ڪندي چيو، ”ڪنهن جو انتظار اٿوَ يا ڪنهن کي ڳوليو پيا؟“ بس هاڻي تہ مون وٽ وڌيڪ سوچڻ جي ڪابہ گنجائش ڪانہ هئي. چيم، ”اهڙي تہ ڪا ڳالهہ ناهي.“ ائين چئي آءٌ اچي ان خالي ڪرسيءَ تي ويٺس.

”توهانکي ويهڻ ۾ شايد ڪو اعتراض هو؟“ پهريون ڀيرو ان پنيري ويٺل عورت، جيڪا هاڻي بلڪل سامهون هئي، چپ چوريا تہ چڻ هلڪا ساز چڙي پيا، اهي ئي ساز جيڪي ڪمري ۾ ڀڏي مان بي چين تي ويو هئس.

”جي، جي، نہ چو اعتراض هوندو!“ هڪدم وراڻيم. ڪتابي چهرو، چڻ چنڊ هيٺ لهي آيو هجي، نرگسي اکيون، جن ۾ نہ مسلسل نهاري سگهجي ۽ نہ نظر هٽائي سگهجي. ايڏيون گهريون جن ۾ نہ ٻڏي سگهجي نہ تري سگهجي. ڀريل ۽ صحتمند جسم، ڳالهائي تہ موتي پيا ڪرن. ڪلي تہ روح ۾ تازگي اچيو وڃي.

”اوهين حيدرآباد جا آهيو؟“ اوچتو سوال پڇي مونکي تہ ڇرڪائي وڌائين.

”اوهانکي ڪيئن معلوم ٿيو؟“ مون حيران ٿيندي سوال تي سوال ڪيو.

”چهري ۽ لباس ٻڌايو.“ مٺي مرڪ سان جواب مليو.

” ۽ اوهانجو تعلق ٿرپارڪر سان آهي؟“ هار ميڄڻ کان اڳي ئي جوابي حملو ڪيم.

”اوهان ڪيئن سمجهيو؟“ هڪدم سنجيدگي ۽ حيرت مان پڇيائين.

”لهجي چغلي کاڌي .“ نظرون ڪپائيندي اعتماد سان وراڻيم.

”هي تہ واهجي ٿي سائين !“ مرد داد ڏيندي چيو، ”اسان واقعي اصل ننگر پارڪر، ڀالوا جا آهيون پر هاڻي عمر ڪوٽ ۾ رهندا آهيون.“

”تہ ماروي اڃان زنده آهي؟“ منهنجي چپن مان بي اختيار ڀڪاٽ نڪري

ويو. شايد سامهون مخاطب انکي سمجهي ورتو، تہ چيائين:

"مارو آهن، ملير آهي تہ ماروي بہ ضرور هوندي."

مونکي پنهنجي غلطيءَ جو احساس ٿيو. انکري ڪنڌ هيٺ جهڪائي ڇڏيم. پر ٻيا تہ حيرت مان اسان ٻنهي کي نہ سمجهندي تڪي رهيا هئا.

"اوهان اڪيلا ئي آهيو؟" وڏي عمر جي عورت پڇيو.

"آهيان ئي جو اڪيلو." گنڀير لهجي ۾ ورائيم.

"پوءِ بور بہ ٿئا ٿيو؟" سندر ماروي حيرت مان پڇيو.

"ڪيترن ڏينهن کان بعد ئي اڄ ٻاهر نڪتو آهيان."

"او ماءِ گاڊ (Oh my God) پوءِ هت اچڻ مان فائدو!" حيرت جو انداز اتي دنگ هو.

"بس طبيعت ئهي جو وئي آهي ۽ ڪجهہ مجبوري سهي، صرف موسم بدلائڻ لاءِ هت آيو آهيان."

سيني جي چهرن تي طنزيہ مرڪ مڙي آئي، پر جا طنزيہ مرڪ ان حسين مارئي جي چپن تي ڏٺم تہ مون پاڻ کي مريءَ جي هزارين فوٽ اونهين کاهين ۾ ڪرندي محسوس ڪيو. طنز جو اهو گهائيندڙ انداز شايد ئي ڪنهن جي چهري تہ ظاهر ٿي سگهي.

"اوهانجو نالو؟" مرد سوچن مان ڪڍندي پڇيو.

"امجد." بنا هٻڪ جي ورائيم.

۽ پوءِ مونکي بہ اهو معلوم ٿي ويو تہ مرد عمر ڪوٽ جو زميندار حاجي غلام حسين آهي ۽ عورت سندس گهر واري، ننڍڙو نوجوان اسلم پٽ ۽ هي ترپلي نازنين شهناز گل سندس ڌيءَ آهي. جڏهن گرم گرم ڪافي سيني کي تازه دم ۽ نو بہ نو ڪيو تہ موسم مان لطف اندوز ٿيڻ لاءِ سڀ ٻاهر نڪري آياسين. موکي سندن ڪمپنيءَ ۾ شامل رهڻ جو حڪم مليل چڪو هو. جنهن جي انحرافي جي لاءِ آءٌ سوچي بہ نہ ٿي سگهيس. اسين ڪشمير پوائنٽ طرف وڃي رهيا هئاسين. رستي جي ورن وڪڙن کان هڪ طرف اونهيون کاهيون هيون تہ ٻئي طرف بلند پهاڙيون، جن تي ننڍا وڏا بنگلا ۽ ڪاٽيج ٺهيل هئا.

وڏا وڏا ڊگها ۽ سڌا وڻ پهاڙين ۽ کاهين ۾ عمودي انداز ۾ ايترا تہ

ڪثرت سان هئا جو هر طرف پهاڙيون ۽ ڪاهيون انهن سان ئي ڍڪيل هيون ۽ لڳا ٿـ ڏاڍا حسين ٿي. چوطرف پهاڙين جي چوٽين تان سفيد سفيد ڪير جهڙا ڪڪر گسي لنگهي رهيا هئا. آهستي آهستي ڪڪرن هيٺ اچڻ شروع ڪيو. هلڪو ڏنڌ ڪڏهن ڪنهن طرف تـ ڪڏهن ڪنهن طرف ڇانئبو رهيو ۽ پوءِ اوچتو اسان کي بہ پاڻ ۾ سموئي ڇڏيو. باقي جهڙن ٿڌن ٿڌن ۽ گهميل ڪڪرن اسان جي جسمن ۾ ٿڌي لهر آڻي ڇڏي. سوچيم،

”هر چيز جو وجود انسان ڪانسواءِ بي وقعت ۽ بي معنيٰ هوندو آهي ۽ هر شيءِ جو ڪو نـ ڪو مرڪز بہ هوندو.“ مونکي ائين لڳو تـ هن پُر رونق ۽ حسين فضا جو اڄ جو محور ۽ مرڪز هي پريتن جي پري ۽ ٽريلي مارئي آهي، جنهن کي ڪڪر بہ ڇهي پنهنجي آرزو پوري ڪري رهيا آهن. هو آسمان تان لهي هنن پهاڙين تي فقط حسين ڇهرن ۽ نرمل جسمن کي ڇهڻ ۽ انهن سان گلي ملڻ جي شوق ۾ هيٺ اچن ٿا.

ٿڌ وڌي وڃڻ سبب مون محسوس ڪيو تـ ان حسين ۽ نازڪ جسم جو سارو خون سندس هٿن ۽ پيرن جي نهن هيٺان اچي گڏ ٿيو آهي ۽ باقي جيو بچيو آهي اهو سندس چپن ۽ رخسارن تي گلابي لالاڻ جي صورت ۾ ليئا پائي رهيو آهي. هن ساري پر لطف موسم ۾ شهناز گل جي مسلسل ٽهڪڙن ڪافي اضافو آندو، اهي ٽهڪڙا جيڪي هر وقت پهاڙن ۾ گونجبا رهيا، ڄڻ تـ ڪو پريت جو پيغام هو جيڪو هر شجر ۽ پٿر پهچائڻ لازمي ٿي تصور ڪيو.

مون محسوس ڪيو تـ منهنجي گم ٿيل زندگي مونکي موٽي ملي رهي آهي ۽ منهنجا سُن ٿيل حواس هاڻي ڪم ڪرڻ لڳا آهن، جيڪي ڪافي عرصي کان ناڪاره ٿي چڪا هئا. منجهند ٿي چڪي هئي ۽ تفريح ڪندي ڪندي ڪافي ٿڪاوٽ پڻ محسوس ٿي رهي هئي، انڪري سيني موٽڻ جو سعيو ڪيو. فليٽن تي پهچڻ بعد جلد ئي هُن طرف خاموشي ڇانئجي وئي. شايد سڀ سمهي پيا هئا، پر- هن طرف! خاموشي ۽ اڪيلائي هوندي بہ اندر ۾ هڪ آنڌ مانڌ متل هئي. يقين ئي نـ پيو اچي تـ هيڏو بدقسمت، وري ايڏو نصيب وارو ٿي سگهي ٿو!

ايندڙ چند ڏينهن منهنجي لاءِ جنت جا ڏينهن هئا. ڪوهه مري جي پر

لطف فضائن ۾ صبح شام ان ننيڙي خاندان سان گڏ اٿندي ويهندي، گهمندي ڦرندي ڀانئيم ته آءُ به انهن مان ئي آهيان ۽ انهن به مونکي دوريءَ جو ڪو احساس ٿيڻ ڪونه ڏنو. شهناز ۽ آءُ هڪ ٻئي کي ايترو ته ويجهو اچي وياسين جو منهنجي تصور ۾ به ڪونه هو ته مايوسيءَ جا ڏينهن ايترو جلد اميدن ۾ بدلجي ويندا.

هڪ منجهند جو جيئن ئي مال روڊ تان واپسي ٿي ته شهناز چيو: "اڄ شام جو پنڊي پوائنٽ هلنداسين ۽ پوءِ شرارتي لهجي ۾ چيائين، "اوهان به هلندؤ نه؟" سيني کي معلوم هو ته هر تفريح ۾ آءُ گڏ رهيو آهيان. چيم،

" اڪين سان هلندس."

"جي نه اوهان پيرن سان هلجو." کلندي چيائين.

"پيرن جو ئي ڪم آهي سختيون سهڻ ۽ جسم جو بار کڻڻ." سيني جي ٽهڪن ۾ مون به ڀرپور حصو ورتو. ايستائين جو اکين ۾ پاڻي اچي ويو. اکين ۾ پاڻي ڏسي شهناز ٻيو وار ڪيو،

"اهو ئي ڪم اکين جو آهي، ته احساس جو اظهار ڪن." بس پوءِ ته ڪير کلي! ايترو ته ان سنجيده مذاق تي کلياسين جو پيٽن ۾ سور پئجي ويا. آءُ ته کلي به روئي رهيو هئس. پنجن سالن ۾ پهريون ڀيرو ايترو کليو هئس.

آءُ شام کان اڳي ئي مڪمل تيار ٿي چڪو هئس. اڄ سالن بعد پهريون ڀيرو فل سوٽ پائي پرفيوم ۽ پائوڊر لڳائي ۽ وارن کي وڏي محنت سان سيٽ ڪري اچي گئلري ۾ بيٺو هئس ۽ هُن طرف جي تياريءَ جو انتظار ڪرڻ لڳس. جلد ئي پارڪر جي پهاڙين جي حسين ديوي سيني ڀاتين کان اڳي ئي تيار ٿي پنهنجي هزار هوشربائن سان جيئن ئي پنهنجي فليٽ جي گئلريءَ ۾ آئي ته مونکي بيٺل ڏسي چيائين،

"چشم بد دور. توهان ته سجاڳڻ کان وڏا آهيو!"

مونکي حيرت لڳي ته چند پيو ڪري زمين جي ساراهه! آءُ ته سندس آڏو ڪا حيثيت نٿو رکان. مون محسوس ڪيو ته آءُ ڪپڙن ۾ ئي سسڻ لڳو آهيان ۽ سميٽجي رهيو آهيان. مون شهناز گل ۾ هڪ ٽڪ نهاريندي سندس ئي لفظ آهستگيءَ سان ورجايا،

"چشم بد دور." هوءَ هلڪي نيري رنگ جي سوٽ ۾ ڪليل زلفن سان

ائين لڳي رهي هئي، جڻ آسمان چوڏهين جي چنڊ سميت هيٺ زمين تي لهي اچي گئلري ۾ بيٺو آهي. شهناز جي گلي ۾ سونو دل جي شڪل وارو لاڪيٽ، چنڊ جي پاسي ۾ هڪ ننڍڙو تارو محسوس ٿيو.

منهنجي عجيب حالت ڏسي هن جي چهري تي مرڪ مڙي آئي. اها مونا ليزا جي مصنوعي مرڪ کان هزار بار حقيقي ۽ امر مرڪ محسوس ٿي. جيئن ئي پاٿس اسلم به تيار ٿي گئلري ۾ آيو ته شهناز فليٽ ڏانهن منهن ڪري چيو، "تفريح جو وقت پيو وڃي، هاڻي اچو به ڪٿي." شهناز پنهنجي مخصوص انداز ۾ بلڪل ماڊرن طور تي والدين کي مخاطب ٿي.

"اسان ۾ هلڻ ڪونهي گل، تون ياءِ سان پلي چڪر ڏئي اچ، ڏس امجد به گهڻو ڪري تيار هوندو." شهناز جي والده جو آواز فليٽ مان اندران نڪتو ۽ آئون پنهنجو نالو پنهنجائپ مان ٻڌي پاڻ تي رشڪ ڪرڻ لڳس.

هاڻي اسين ٽيئي رستي جي لاهين چاڙهين تان هيٺ مٿي ٿيندا پهرين مال روڊ تي پهتاسين، جتي ڏاڍي پيهه پيهان متل ۽ رونق لڳل هئي. سڀ مسافر خوش پوش هيڏي هوڏي اچي وڃي رهيا هئا. اسان آهستي آهستي پيهه مان نڪرندا ڳالهيون ڪندا پنڊي پوائنٽ طرف وڌي رهيا هئاسين. نوجوان ته هر شيءِ کي عجب مان ڏسندو ٽڪرڙو ٽڪرڙو چند قدم اسان جي آڏو هلي سينرين جا فوٽو ڪڍي رهيو هو ۽ پٺيان پٺيان اسين پيار جا پانڌيئڙا سک ۽ الفت جون ڳالهيون ڪندا ڪنهن ٻئي جهان ۽ ٻي فضا ۾ گهمندا هلي رهيا هئاسين. ڪٿان ڪٿان جا ماڻهو هئا جي اسان جي پاسن کان اچي ۽ وڃي رهيا هئا پر اسان سڀني کان ائين بي نياز ۽ بي خبر هئاسين جيئن هو اسان کان. يا ته اسان کي ٻئي ڪنهن جو احساس به نه رهيو هو.

رستي جي ننڍين ننڍين ڪئبن ۽ هوٽلن تي به ڪافي رش لڳل هئي. ڪافي پنڌ ڪرڻ بعد اسان هڪ پارڪ کي ويهڻ لاءِ منتخب ڪيو ۽ پوءِ اهو پارڪ اسان جي پيار جي امر نشاني بنجي ويو. هن ئي پارڪ ۾ اسان جا عهد و پيمان پختا ٿيا. هن ئي پارڪ ۾ مون کي پنهنجي تصوير هن جي نرگسي اکين ۾ نظر آئي. آخر ۾ هن پارڪ جي سڀ کان وڏي ۽ مضبوط وڻ تي اسان پنهنجي پيار جو نقش چٽڻ لاءِ پنهنجا نالا پنهنجي هٿن سان چاقوءَ سان کوٽيا، "شهناز امجد."

سج لهڻ ۾ هو، اسان پارڪ مان نڪري پنڊي پوائنٽ طرف هلڻ لڳاسين، جا هاڻي گهڻو پري ڪانہ هئي. رستي جي ٻنهي پاسي جيڪي ڏگها ڏگها وڻ هئا انهن تي پڻ ڪيترائي نالا کوٽيل هئا جن کي شهناز ڏاڍي اتساهہ مان پڙهندي پئي هلي. چوڻ لڳي،

"امجد! هر سال مريءَ جا هي وڻ سوين هزارين پريت جي متوالن جي پيار جا شاهد ٿيندا هوندا ۽ جڏهن بہ اهي موٽي مريءَ ايندا هوندا تہ پنهنجي نشاني کي ڏسي ڪيڏا نہ خوش ٿيندا هوندا."

"بيشڪ شهناز! هي وڻ سخت طوفاني بارشن ۽ برفبارين ۾ انهن وٽ ڇڏيل امانتن کي پنهنجي سيني تي قائم رکڻ لاءِ ڪيڏو نہ مقابلو ڪندا هوندا." اوچتو مونکي ڪجهہ ياد آيو ۽ مون شهناز کي چيو،

"اڇو تہ واپس هلون، هاڻي دير ٿي ٿئي." شهناز ڀهرين مونکي ڪجهہ حيرت مان ڏٺو ۽ پوءِ لاپرواهي مان چيائين،

"اهڙي بہ ڪهڙي جلدي آهي."

شهناز بدستور فضا مان لطف اندوز ٿيڻ جي انداز ۾ آهستي آهستي هلندي رهي ۽ هر ايندڙ وڻ تي کوٽيل نالا پڙهندي رهي. اها ئي ڳالهہ مونکي خطري جي گهنٽي تي محسوس ٿي. مون گهڻو ئي ڪوشش ڪئي تہ هو نالا نہ پڙهي، مون کي پنهنجو اجڙيل ماضي انهن وڻن ۾ گم ٿيل نظر آيو، ڪٿي اهو ڪيس نظر نہ اچي وڃي. چيم، "تون ڪيترا نالا پڙهي ڪيترا پڙهندين، هتي تہ هزارين لکين نالا آسوندن جا نقش ٿيل آهن."

"مونکي نالا پڙهندي بيحد مزو ٿو اچي امجد." شهناز دلچسپي ظاهر ڪندي چيو، "آءُ رڳو اهو ئي ٿي ڏسان تہ ڪهڙا نالا پاڻ ۾ لهڪي اچن ٿا. ڪيترا تہ ڏاڍا عجيب ٿا لڳن. پر ڪي تمام پيارا جوڙا آهن."

اوچتو هڪ وڻ تي "عطيہ امجد" نالا پڙهي شهناز سوچ ۾ پئجي وئي. هن مون ڏانهن نهاريو تہ مون ماحول کي سمجهندي موسم جي دلڪشي جي ڳالهہ ڪئي ۽ پڇيو،

"اڄ جي موسم اڳي کان زياده وڻندڙ ۽ تمام حسين آهي ان جو ڇا سبب آهي؟" شهناز منهنجي ڳالهہ تي ڪو زياده توجهہ ڪونہ ڏنو، ٿورو اڳتي هلي هڪ ٻئي وڻ تي "راڻي امجد" ڏسي هن کان ڇرڪ نڪري ويو. پر مون

پاڻهن کان ڇڪي اڳتي وٺي ويندي چيومانس،

"ڪيترا امجد پڙهندينءَ شهناز!"

"ڇا هتي رڳو امجد ئي ايندا آهن؟"

شهناز دل جي ڳالهه زبان تي آندي،

"حيرت آهي ته اڪرن جي اسٽائيل به ساڃهي آهي!" شهناز ڪجهه شوخ نظرن سان نهاريندي چيو. منهنجي دل ڌڪ ڌڪ ڪرڻ لڳي. هاڻي ته شهناز ڪي اڃا به شوق ۽ تجسس وڌي ويو هو نالن پڙهڻ جو. هوءَ هڪ هڪ وڻ جي هڪ هڪ نالي کي ڇتائي غور سان پڙهندي هلي. شڪر ٿيو جو پنڊي پوائنٽ اچي وٺي جتان هڪ طرف هيٺ تمام اونهي کاهي هئي ۽ ٻئي طرف هڪ اوچي پهاڙي هئي جنهن جي چوٽيءَ تي ٽي وي بوسٽر لڳل هو. چوطرف نظارو تمام حسين ٿي لڳو. پري پري تائين ڏسهن ۽ گهاٽن وڻن جون قطارون هيٺ مٿاهين تي نهايت حسين لڳي رهيو هيون. نوجوان اسلم ته اڃان تائين مختلف نظارن کي پنهنجي ننڍڙي ڪئميرا ۾ محفوظ ڪري رهيو هو. جلد ئي سج جي آخري روشني به جهڪي ٿيڻ لڳي. پهاڙن ۾ ڏنڊ وڌڻ لڳو ۽ مريءَ جي هيٺ مٿاهين تي ٺهيل ڪاٽيج ۽ بنگلن ۾ لائيٽ ٻه ٻري. جا پري کان ٽمڪندڙ تارن جيان ڏاڍي حسين ٿي لڳي. ان سڀ ڪجهه جي باوجود منهنجي دل برابر ڌڙڪي رهي هئي. شهناز ٿورو وقت اڳي واري تلخي ۽ شوخي کي وساري معمول واري موڊ تي اچي چڪي هئي ۽ موسم جي رنگينين تي راءِ ڏيندي رهي. اسلم به پنهنجي ڪئميرا جو رول ختم ڪري اسان جي قريب اچي ويٺو ۽ چيائين"ادي هي ڏس." ۽ هو ڏس" چئي مختلف شين ڏانهن پيڻ کي متوجه ڪري رهيو هو.

اتي ئي ڦرندي ۽ لطف اندوز ٿيندي جيئن ئي شهناز ٽي وي بوسٽر جي "علائقه مصنوع" جي دروازي وٽ بيٺل هڪ ڊگهي وڻ ڏانهن وڌي ته منهنجي بدن ۾ خوف جي هڪ لهر ڊوڙي وئي. مون وڌي شهناز کي هٿ کان ورتو ۽ واپس هلڻ لاءِ زور ڀريو، پر هوءَ اطمينان سان اڃان به گهمڻ جي موڊ ۾ هٿ ڇڏائي چوڻ لڳي،

"امجد! تڪڙ ڇو ٿي اٿئي، مري جي فليٽن جي گهٽيل ماحول کان مونکي هي کلي فضا وڌيڪ پسند آهي."

"پر دير تہ ڪافي ٿي وئي آهي!" مون وقت جو هڪ ڪمزور سهارو ورتو جنهن کي شهناز ائين ڇڻي رد ڪري ڇڏيو تہ، "آخر ڪهڙو خوف آهي، تون جو اسان سان آهين."

آءُ ڪجهہ چوان ئي چوان، ان کان اڳي شهناز وڏي ان آخري ڏکهي وڻ تائين پهچي چڪي هئي جنهن تي مون ۽ ثمينہ ڪجهہ سال اڳ پنهنجي پيار جي نشاني طور پنهنجا نالا نقش ڪيا هئا. اسان جي پيار جي نشاني تہ موجود هئي پر اسين هڪ ٻئي کان هميشه لاءِ جدا ٿي پيا هئاسين.

شهناز جيئن ئي ان وڻ تي وڏن ۽ صاف اکرن ۾ "ثمينہ امجد" کونيل ڏٺو تہ هن جي مٿان ڄڻ بجلي ڪري پئي. هوءَ پهرين تہ خاموش مجسمو بنجي وئي، پر پوءِ "ثمينہ امجد" ـ "ثمينہ امجد" پڪاريندي پارڪ طرف ڊوڙڻ لڳي. آءُ سندس پٺيان ڊوڙندي، "شهناز بيهہ تہ سهي" ـ "شهناز ٻڌ تہ سهي" پڪاريندو ويس پر هن منهنجي تہ هڪ بہ نہ ٻڌي، هوءَ بدستور ڊوڙيندي ڌاٻڙندي ۽ نالا پڪاريندي پارڪ ۾ اچي پهتي ۽ پنهنجي ڳاڙهن ڳاڙهن وڏن نهن سان ان وڻ تان نالا مٽائڻ لڳي جيڪي ٿورو وقت اڳ اسان کوٽيا هئا.

"شهناز! شهناز!! شهناز!! ٻڌ تہ سهي، خدا جي واسطي منهنجي ڳالهہ تہ ٻڌ !، " پر هوءَ ڪجهہ بہ ٻڌڻ کانسواءِ پنهنجي هٿن ۽ نهن سان "شهناز امجد" کي وڻ تان کرڙي بگاڙي ختم ڪري رهي هئي ۽ چئي رهي هئي،

"هاڻي اهو ڊوڪو نہ هلندو امجد، ڪڏهن نہ هلندو." هوءَ وڻ تان جنون جي حد تائين نالن کي ميساري رهي هئي ۽ زار و قطار روئي نير وهائي رهي هئي، ايستائين جو نالا کوٽيندي هن جي نهن مان رت وهڻ لڳو هو.

مون شهناز کي ڇڪي وڻ کان پري ڪيو ۽ سهڪندي سڏڪندي اکين مان آب هاريندي چيو، "شهناز! خدارا مونکي هڪ دفعو ٻڌ تہ سهي، آءُ اهڙو ڪونہ آهيان جيڪو تون سمجهي رهي آهين...." هن ٻڌو اڻ ٻڌو ڪري ۽ پاڻ کي ڇڏائيندي چيو،

"مسٽر امجد! مونکي هٿ لائڻ جي ڪوشش نہ ڪر." ۽ پوءِ ساڳئي جذبات ۾ رت پريل نهن سان ۽ جنون جي عالم ۾ وري نالن کي مٽائڻ لڳي.

"شهناز! شهناز!! واقعي اهي سڀ نالا منهنجا آهن، پر آءُ بيقصور آهيان

منهنجو انهيءَ ۾ ڪوبہ ڏوھہ ڪونهي شهناز...." آءُ تہ جذبات ۾ ڳوڙها وهائيندي، گهڻو ڪجهہ چئي رهيو هئس پر شهناز بہ نير هاريندي "ثمينہ امجد، ثمينہ امجد" پڪاريندي "شهناز امجد" کي مٽائي هميشه لاءِ ختم ڪري رهي هئي ۽ چئي رهي هئي،

"تون پروفيشنل آهين، امجد تون پروفيشنل آهين! تون هاڻي ڪنهن کي بہ ڌوکو ڏئي نٿو سگهين، ڪڏهن بہ ڌوکو ڏئي نہ ٿو سگهين مسٽر امجد!!"

# ڳلن جهڙا رشتا

ٽن ڏينهن جي سخت تڪليف سهڻ ڪانپوءِ آخرڪار مون کي اسپتال ۾ داخل ڪيو ويو. ميڊيڪل يونٽ جي پرائيويٽ ڪمري نمبر ٢ ۾ بستري تي ليٽيندي اڃان چند لمحا به نه گذريا هئا جو ڊاڪٽرن جي هڪ ٽيم رجسٽرار جي اڳواڻي ۾ منهنجي چيڪ اپ ڪرڻ ۽ هسٽري وٺڻ لاءِ پهتي. رجسٽرار هڪ هلڪو ڦلڪو نوجوان هو. ننڍڙي ڇاپيئن ڏاڙهي سندس منهن تي ڏاڍي سونهين پئي. هڪ اڳواڻ ۽ وڏي ڊاڪٽر جي حيثيت ۾ هو زور زور سان ڳالهائي پڇي رهيو هو ۽ مريض جي ڪتاب ۾ اندراج ڪندو پئي ويو. باقي هائوس آفيسر، نرسون ۽ اسٽاف نرس خاموشيءَ سان سيڪجهه ٻڌي ۽ هدايتن تي عمل ڪري رهيا هئا.

"جناب ڪهڙي تڪليف آهي؟" هن ڀيريون سوال ڪيو. جڏهن ته انهيءَ سوال جو جواب پروفيسر صاحب او پي ڊي سلپ ۾ لکي پنهنجي طرفان ايڊمٽ ڪرڻ جو نوٽ به هٿي چڙهيو هو ۽ اها سلپ پيشنٽ بڪ ۾ لڳل سندس هٿ ۾ موجود هئي. ان هوندي به مون سندس سوال جو جواب ڏيندي وراڻيو،

"مسلسل هڏڪيءَ سان گڏ الٽي جي تڪليف آهي." مون ڪمزور آواز ۾ چيو.

"ڪڏهن کان آهي اها تڪليف؟" هن وري پڇيو. "ٽن ڏينهن کان" مختصر جواب ڏنم. "ٻي ڪا تڪليف، ڪو سور وغيره؟" هن منهنجي پيٽ کي ٻنهي ڪکن کان زور ڏيندي پڇيو.

"ٻي ته ڪا به تڪليف ڪانهي، بس اها هچڪي نه ته بند ٿي ٿئي ۽ نه الٽي ختم ٿيڻ جو نالو ٿي وٺي؟" ٿورو ترسي وري چيم، "ڪا به شيءِ پيٽ ۾ ترسي نٿي. گلوڪوس جو پاڻي به نه." مون مڪمل وضاحت ڪندي پورو احوال ڏنو.

"پيشاب ۽..... منهنجو مطلب آهي........"

مگر سوال پوري ٿيڻ کان پهرين ئي وراڻيم، "هئي نيڪ آهن، ڪو به ساڙو يا ڪا به رڪاوٽ ڪانهي."

هن جي سوالن جو انداز ۽ لهجو مون کي سپ اوور ايڪٽنگ پئي لڳو. منهنجو بخار ۽ بلڊپريشر ڏٺا ويا ۽ پيشنٽ ڪاپي تي گراف جون ليڪون ٺاهيون ويو. ڪجهه دوائون تجويز ڪيون ويون ۽ بلڊ يوريا، بلڊ سي پي ۽ يورين رپورٽ لاءِ نوٽ لکيائين. هن مختلف دوائن لاءِ هدايتون ڏنيون ته اهي اسٽور تان گهرائي ڪهڙي ريت استعمال ڪيون وڃن.

ٿوري دير ڪانپوءِ هڪ سسٽر ڪمري ۾ داخل ٿي. سندس هٿ ۾ هڪ خالي سرنج ۽ ننڍڙي خالي شيشي هئي، مون پنهنجي ساڄي ٻانهن اڳتي وڌائي ڏني ۽ هوءَ پنهنجي مرضيءَ سان ٺونٺ وٽ اندران هڪ نس تي اسپرٽ جو مک ڏئي سئي لڳائي رت ڪڍڻ لڳي ۽ آءٌ هڪ ٽڙيل گل جهڙي چهري کي مسلسل ڏسندو رهيس. هن جي وڏين وڏين ٿالابي اکين ۾ جادو جي ڪشش هئي. سندس گلابي لب ائين ٿي لڳا ته اهي ٿورا به چرندا ته گل ڇڻڻ لڳندا. هن هڪ ٻن لفظن کان مٿي ته ڪو نه ڳالهايو مگر جيئن ئي چپڙن ۾ ٿوري جنبش آئي ته ائين لڳو جيئن گلاب جي گل جون ٻه پنکڙيون هجن جن جي وچ ۾ سفيد ۽ چمڪندڙ ڏند ڏاڍا وڻندڙ ۽ موتئي جي گلن جيان محسوس ٿي رهيا هئا. هڪ لمحي بعد هوءَ هلي وئي، مگر پنهنجي ساهن جي خوشبوءِ تحفي ۾ ڇڏي وئي.

طبيعت بي حد خراب هئڻ جي باوجود تڪليف جي احساس سان گڏ اگر ڪا سوچ هئي ته ان گلن جي راڻي جي هئي. آءٌ بار بار اهوئي سوچي رهيو هئس ۽ يقين به ٿي رهيو هو ته هوءَ جيترو به ڳالهائيندي گلاب ۽ موتي جا گل ڇڻندا رهندا، نڪرندا رهندا. هن جي چال ڍال ۾ هڪ نهراءُ هو، چهري تي شگفتگي ۽ تازگي هئي ۽ اعتماد خوب نظر اچي رهيو هو. هوءَ ايتري ته پر سڪون هئي جيئن دنيا کان ئي بي نياز هجي. هڪ زنده تصوير هئي جا منهنجي تصور ۾ بار بار ايندي رهي.

منهنجي خدمت ۽ تيمارداري ۾ منهنجو ننڍو ڀاءُ ۽ هڪ پٽ هر وقت آڏو موجود هئا. دوائن جي خريداري ڀاءُ جي ذمي هئي ۽ کائڻ پيئڻ يا دوائن

جو وقت تي ڏيڻ پٽن جي ذمي هو جن جي ڊيوٽي صبح کان شام ۽ شام کان صبح تائين الڳ الڳ هئي. اهو پورو ڏينهن گذري ويو مگر طبيعت ۾ ڪوبه فرق نه آيو.

مون اسپتال ۾ داخل ٿيندي ئي هر انهيءَ عزيز ۽ دوست کي اطلاع ڪرائي ڇڏيو، جنهن لاءِ مون ضروري ڄاتو ۽ انهن ماڻهن کي اطلاع ڪرايم جن جي لاءِ يقين هئم ته اهي ڪڏهن به پڇڻ ڪونه ايندا. مگر دلي چاهت هئم ته اهي ضرور ڏسڻ اچن. منهنجي سوچ صحيح [illegible] ٿي، جن کي اچڻو هو، اهي ته آيا ۽ دل کي آٿت ڏيندا رهيا مگر [illegible] راهه [illegible] تڪيم، رات ٿي وئي پر اهي نه آيا. وارڊ ۾ رات جي ڊيوٽي تبديل [illegible] ته ٿوري دير ڪانپوءِ هڪ ننڍڙي قد واري نرس تيز تيز قدم کڻندي بنا ڪنهن تڪلف ۽ هٻڪ جي ڪمري ۾ داخل ٿي ۽ ايپران جو کيسي مان ٿرماميٽر ڪڍي مون کي ڏيڻ لڳي. مون ڊگري ڏسڻ لاءِ وات کوليو ته هن ڪنڌ جي اشاري سان انڪار ڪندي منهنجي ساڄي ڪڇ ۾ هٿي ٻانهن کي جسم سان ملائي ڇڏيو ۽ پاڻ ساڳئي رفتار سان واپس هلي وئي، جيئن ڪا بجلي چمڪي هجي. ان وقت مون کي صرف گنجي پيل هئي ۽ هن کي منهنجي قميص جا بٽڻ کولي ڊگري (ٿرماميٽر) ڏيڻ جي تڪليف کڻڻي ڪانه پيئي. هوءَ ڪافي دير ڪانپوءِ واپس آئي ته مون مذاق ڪندي ڊگري کي ڪڇ ۾ قابو رکندي چيو،

”ان کي ٿوري دير اجان به اتي رهڻ ڏيو.“

”ڏيو، مون کي دير ٿي رهي آهي، ٻين مريضن کي به ڏسڻو آهي!“ هن وڏي معصوميت سان چيو. ”پوءِ ايتري دير ڇو لڳايو؟“ مون مصنوعي شڪايت ڪئي.

”ڇا ڪريان، ڪم تمام گهڻو آهي.“ ساڳي معصومانه انداز سان هن حقيقت بيان ڪئي.

”اوهين ڳالهايو ڪيئن ٿا؟“ مون وري مذاق ڪيو. مگر اها حقيقت به هئي ته هوءَ ڪيئن پئي ڳالهائي، ڇاڪاڻ ته هوءَ تمام معصوم ۽ محجوب ٿي نظر آئي.

”ڇو؟“ هن حيرت مان پڇيو ۽ ٿرماميٽر ۾ بخار ڏسي مريض بوڪ ۾ گراف جي ليڪ کي مٿي ڪيو.

”اوهان ايترو ته معصوم لڳو ٿيون،“ مون ڇو جو جواب ڏيڻ شروع

ڪيو، "آءُ حيران آهيان تہ هيڏي ساري وارڊ ۾ هيترن مائهن جي وچ ۾ هلو ڪيئن ٿيون، بلڪ ينيوريءَ وانگر اڏامو ٿيون ۽ وڏي ڳالهہ تہ انهن جي وچ ۾ ڳالهائي بہ سگهو ٿيون!"

"بس، آءُ چا ٿي چئي سگهان...." ۽ پوءِ هوءَ وري اڏامي وئي. منهنجو ڪمرو جيئن تہ ٻن وڏن وارڊن جي وچ ۾، ٻين ڪيترن ڪمرن سان گڏ هو. رات جو ننڊ نہ اچڻ ڪري آءُ ڏسي ۽ محسوس ڪري رهيو هئس تہ هوءَ هر وقت ٻنهي وارڊن جي وچ ۾ اڏامي رهي هئي. چا تہ محبت هئي هن کي پنهنجي ذميواريءَ ڊيوٽي سان!

رات جي پوئين پهر ٿوري اک لڳي هئي، تہ آءُ تمام پيارو خواب ڏسي رهيو هئس، سچو ڏينهن جن جو انتظار ڪيو هئم. اها آرزو خواب ۾ پوري ٿي رهي هئي. هاٿي هو مون وٽ هئا. مون سان گڏ هئا ۽ مون وڏي پيار سان اکيون وري وري چنيي انهن کي پنهنجي اکين ۾ پئي ويهاريو. ڏسڻ جي اڄ هئي جا پوري نہ پئي ٿئي.

عين ان وقت دروازي کڙڪائڻ جو هلڪو آواز ٿيو. آءُ هڪدم خواب مان واپس انهي بستري تي پهچي ويس جتي ننڊي قد واري ساڳي ينيوري (سسٽر) هٿ ۾ ٿرماميٽر کنيو بيٺي هئي. مون ساڄي ٻانهن کي ٿورو مٿي کنيو ۽ هوءَ ڊگري منهنجي ڪڇ ۾ هٿي انهيءَ لمحي الائي ڪٿي وڃي پهتي. ڪافي دير ٿي وئي مگر هوءَ نہ موٽي. شايد منهنجي اک ٻيهر انهيءَ سهاني خواب لاءِ بند ٿيڻ لڳي هئي جو اوچتو مون کي پنهنجي ڪڇ مان ڪا شيءِ سرندي محسوس ٿي. هوءَ ٿرماميٽر ڪڍي چيڪ ڪري رهي هئي. مون وري بہ ساڳي شڪايت دهرائي،

"اوهان هي هٿي پوءِ ڇو ٿيون وساري ڇڏيو؟"

"چا ڪريان، ڪم گهڻو آهي." وري بہ معصومانہ انداز ۾ متاثر ڪندڙ ساڳيو جواب ۽ آءُ لاجواب.

"اوهان جو نالو پڇي سگهان ٿو؟" خوف هئم تہ ڪٿي ناراض نہ ٿي پوي ۽ يقين هئم تہ ههڙي معصوم ڇوڪري ڀلا ناراض ڪيئن ٿي ٿي سگهي.

"مون کي سميرا چوندا آهن." مختصر ۽ فوراً جواب مليو. منهنجي ٻئي سوال وري سندس قدم روڪي ڇڏيا،

"اوهان جا ياءُ پيٽيون آهن؟"
"ها" بلڪل مختصر جواب مليو.
"اوهان انهن کان ڪڏهن ناراض ٿيا آهيو؟"
"اهو تہ سوال ئي پئدا نٿو ٿئي جو آءٌ انهن کان ڪڏهن ناراض ٿيان." من وڏيڪ ٻڌايو.
"اگر هو ڪڏهن ناراض ٿين تڏهن بہ مون کي چڙ نہ ايندي آهي، پر آءٌ تہ اهو سوچي بہ نٿي سگهان." مون کي پنهنجي احساسات جو مڪمل ۽ واضح جواب ملي ويو. مون چيو،
"ها، اهو تہ اوهان جي صورت مان ئي ظاهر آهي." هوءَ تمام تيزيءَ سان ٻاهر نڪري وئي، مگر منهنجا الفاظ ان تائين ڪٿي پهچي ئي ويا.
"اوهان تمام معصوم آهيو ۽ انهيءَ ۾ ڪوبہ شڪ ناهي."
"مهرباني." پري کان ڪتان سندس جواب بہ منهنجي ڪنن تائين پهچي ويو. ايندڙ ڏينهن بہ منهنجي لاءِ گهڻ تڪليفده نہ هو. ساڳي حالت، هڏڪوئي ۽ الٽي، جيڪا تڪليف ڪالهہ هئي اڄ بہ اها ئي رهي. ٻن پهرن کان پهرين پروفيسر صاحب پنهنجي پوري ٽيم سان وارڊ جو رائونڊ ڪندي منهنجي ڪمري ۾ بہ آيو ۽ منهنجي پيٽ کي ٿپاسيندي پڇيو، " سور آهي؟"
"نہ ـ فقط هڏڪي ۽ الٽي بي حال بنايو آهي." رجسٽرار صاحب منهنجو تعارف ڪرائيندي پروفيسر صاحب کي چيو،
"سر، زاهد صاحب صحافي بہ آهي." مگر پروفيسر ان تي ڪوبہ توجهہ نہ ڏيندي چيو، "بلڊ يوريا، بلڊ سي پي ۽ يورين رپورٽون ڪٿي آهن؟" هن رجسٽرار کان پڇيو.
"سر، مون لکيو تہ هو، شايد اڃان تائين آيون نہ آهن." هو پنهنجي ڪنهن ڪمزوري کي لڪائي رهيو هو، ڇو تہ يوريا ۽ يورين لاءِ ڪوبہ قدم نہ کنيو ويو هو. مون کي هن جي اها ڳالهہ ۽ سندس اهو انداز بلڪل سٺو نہ لڳو. بس زور سان ڳالهائي رهيو هو جيڪو مون کي پهرين بہ اوور ايڪٽنگ لڳو هو.
منجهند ڌاري مون کي بخار وڌي ويو ۽ پيشاني سخت گرم رهي هئي. سسٽر بہ پنهنجي طور تي بخار نوٽ ڪرڻ نہ آئي هئي. انهيءَ ڪري پٽ کي

موڪليم تہ نرس ڪي سڏي اچي. جلدئي هوءَ آئي پر اها ڏينهن جي ڊيوٽي واري هئي گل راڻي، يعني ڦولن ديوي.

"اوهين پاڻ ڇو نٿا اچو بخار ڏسڻ!" مون هاسيڪار مريض جي انداز ۾ شڪايت ڪئي.

"اجهو، هاڻي تہ اچي وئي آهيان." ائين چئي هن ڊگري منهنجي ڪڇ ۾ ڏني ۽ بيهي انتظار ڪرڻ لڳي ۽ آءٌ هڪ ٽڪ ڪيس ڏسندو رهيس تہ اجهو تي ڪجهہ ڳالهائي ۽ سندس لبن مان اجهي تا گل ڪرن. آءٌ پاڻ ڪي ائين محسوس ڪري رهيو هئس تہ جيئن ئي گل ڪرڻ شروع ٿيندا تہ آءٌ مٿان ئي مٿان اهي جهٽيندو ويندس ۽ پٽ تي هڪ بہ ڪرڻ ڪونہ ڏيندس.

پر هوءَ خاموش رهي تہ مون ڪا چپ رهيو نہ ٿيو،

"ڪي ماڻهو اهڙا بہ هوندا آهن جيڪي ڳالهائڻ سان گڏ گل بہ پکيڙيندا رهندا آهن، اهو سچ آهي؟"

"خبر ناهي." قدرتي مسڪراهٽ سان مختصر جواب مليو. پر ائين لڳو، جيئن هن زبردستي گل روڪي رکيا هجن. نہ تہ گلاب ۽ موتئي جا گل ضرور ڪرن ها، جيئن ٻار ببل گم مان ڦوڪنا ڪيندا رهندا آهن.

"اوهين ڪجهہ وڌيڪ نٿيون ڳالهائي سگهو؟" مون شڪايت ڪندي جواب جي اميد جي آسري تي پڇيو،

"آخر ڇو؟" هن سمجهڻ جي ڪوشش ڪندي مشڪندي پڇيو. سندس وڏين ڊنڊ جهڙين اکين، جن ۾ ڪير جهڙي سفيدي هئي ۽ جن ڪي ڪجل جي ٿلهي ڪاري تهہ سان بند ٻڌو ويو هو ۽ وچ ۾ هڪ گول ڪارو تارو جهاز وانگر تري رهيو هجي. چهرو اهڙو شگفتہ جيئن ڪو وڏو گل هجي، ۽ آءٌ اهو فيصلو ڪري نہ سگهيس تہ هوءَ خود گل آهي يا گل ڏيندڙ گل ديوي آهي. اوچتو مون هن ڪان نالو پڇي ورتو.

"اوهانجو نالو؟"

"پڇي ڇا ڪندؤ؟ بس سسٽر ئي چوندا ڪريو." جواب ۾ اهائي مسڪراهٽ ۽ چهري تي اهائي حسين رنگت. هوءَ ناراض نہ ٿي تہ مون وري همت ڪري چيو، "هر ماڻهو اوهانکي سسٽر چئي پڪاري ٿو. انهيءَ ڪري مون کي سٺو نٿو لڳي." وري چيم، "۽ هي تہ هڪ عالمي نالو آهي اوهانجي

سجاڻپ جو."

"مون کي شبي جاويد چوندا آهن." شايد هڪ مريض جي دلجوئي خاطر هن پنهنجو نالو ٻڌايو ۽ منهنجي ڪڇ مان ٿرماميٽر ڪڍي بخار ڏٺو ۽ گراف تي ليڪ ڪي اڳيان مٿي ڪيو.

"اوهانجا ڀاءُ ڀيڻيون آهن؟" مون هن سان ٻه ڪجهه زياده ڳالهائڻ گهريو ٿي، "ها، مگر آءٌ سڀني ۾ وڏي آهيان. باقي سڀ پڙهن ٿا." هوءَ آرام ۽ سڪون سان منهنجي سوالن جا جواب ڏئي رهي هئي. هن کي ڪابه جلدي ڪابه بي چيني ڪانه هئي. بعد ۾ به اهو ئي اندازو ٿيو ته هن جي زندگيءَ ۾ ٺهراءُ آهي سڪون آهي. آرام سان هلڻ، اطمينان سان قدم تي قدم کڻڻ ۾ هن کي پنهنجو ئي انداز آهي. منهنجا سوال ڳلن جي ملڻ جي آسري تي اڳيان جاري هئا.

"اوهان ڪٿي جون رهندڙ آهيو؟"

"لاڙڪاڻي جي" هن سوال جو جواب ڏئي چيو، "بس هاڻي آءٌ وڃان؟" شايد منهنجي دل رکڻ لاءِ هن اجازت گهري ۽ شايد مون پنهنجي طور تي گهڻائي ڳل ميڙي ورتا هئا.

"شبي! سچ اهو ئي آهي ته اوهان جيترو ڳالهيندا اوهانجي وات مان ڳل ڪرندا ۽ آءٌ پنهنجي جهوليءَ ۾ اهي ڳل پريندو رهندس. اگر اجان به وڌي ويا ته آءٌ ٽوڪريءَ ۾ پريندس جيڪا..." مون مذاقاً ڪٻٽ ڏانهن اشارو ڪندي چيو، "هن ۾ رکي آهي. ان ڪري اوهان جڏهن به اچو ته وڌ ۾ وڌ ڳالهايو. اها اوهان جي مهرباني ٿيندي." مون پنهنجي دل جي پوري ڳالهه ۽ چاهت هن جي آڏو رکي.

هوءَ ويندي ويندي اوچتو رڪجي پئي ۽ چوڻ لڳي، "ڇا واقعي اوهان کي ڳل ايترا پسند آهن؟"

"جي ها! مگر اهي زياده جيڪي اوهان جي وات مان نڪرندا."

"چڱو، مگر ائين به ته ناهي" هوءَ حيقت کي مذاق سمجهڻ لڳي.

"نه نه، بلڪل ائين آهي." مون پنهنجي يقيني انداز تي وڌيڪ اعتماد جو اظهار ڪيو.

"ته پوءِ سڀاڻي آءٌ اوهان جي لاءِ ڳل آڻيندس." آخر هن کي ڪجهه

ڪجهه يقين اچي ويو ۽ منهنجي طرفان "شڪرئي" جو تحفو ڪٺي وئي.

هاڻي ته چار پنج ڏينهن گذري چڪا هئا اسپتال ۾ داخل ٿيڻ کان پهرئين ۽ پوءِ، مگر منهنجي طبيعت ۾ اڃان تائين ڪوبه فرق نه آيو هو. نه هڏڪي بند ٿي هئي ۽ نه وري الٽي کان نجات ملي هئي. نه بخار ۾ فرق آيو هو نه اهو حسين پيڪر، روح پرور مون کي ڏسڻ لاءِ آيو جنهن کي جڏهن به اک لڳي ٿي ته پنهنجي تصور جي آسمان تي چوڏهين جي چمڪندڙ چنڊ مثل جلوه فگن ڏنم ٿي. مطمئن انهيءَ لاءِ هئس ته اهو پري پيڪر هروقت خيالن ئي خيالن ۾ مون وٽ هو. اسين ڪٿي طويل سفر تي گڏ هئاسين. ڪٿي سرسبز وادين ۾ لهي رهيا هئاسين ۽ ڪٿي وٽڪار سان ڍڪيل حسين پهاڙن جي بلندين تي ڪڪرن سان ٽڪرائجي رهيا هئاسين. بس جتي به هئاسين، پيار ۽ محبت جا گل هڪ ٻئي کي تحفي ۾ ڏئي رهيا هئاسين. مون کي سندس هر ساهه مان نڪتل جادوئي خوشبوءِ هر وقت معطر ڪندي ٿي رهي. انهيءَ سان ئي منهنجي جان ۾ جان ۽ انهيءَ سان ئي منهنجي دل جي ڌڪ ڌڪ اڃان باقي هئي.

هن کي مون وٽ نه اچڻ جو هڪڙو ئي سبب اهو هو ته، منهنجي جهول ۾ جيترا به گل هئا اهي آءٌ پهرين ڪنهن ٻئي کي ڏئي چڪو هئس، منهنجون ڪيتريون ئي بهارون ڪنهن ٻيءَ سان گذري چڪيون هيون، ۽ آءٌ خزان ڏانهن موٽي رهيو هئس، مگر هوءَ ته بهارن ۾ اڃان هاڻي ئي هلڻ لڳي هئي. بس انهيءَ تضاد اسان کي گڏجڻ کان روڪي ڇڏيو. هوءَ منهنجي ختم ٿيل بهار کي پنهنجي پُرنؤبهار جو سهارو ڏيڻ لاءِ تيار نه هئي.

منهنجا دوست، احباب ۽ عزيز و اقارب، آفيس جا ڪليگ وغيره روزانو الڳ الڳ طور تي عيادت لاءِ ايندا رهيا ۽ ڪلاڪن جا ڪلاڪ منهنجي دلجوئي ڪندا رهيا.

هڪ رات ١١ بجي امڙ ۽ منهنجو سڄو اهل عيال مون کي ڏسڻ لاءِ آيو ته مون سميرا کي سڏي ڪيس پنهنجي خاندان وارن سان متعارف ڪرايو. اهڙيءَ ريت هڪ شام منهنجون ڀيٽيون ۽ سوٽون آيون ته شبي کي گهرايم ۽ انهن کي هڪ ٻئي سان گڏلي ملرايم. مون کي اهو سڀڪجهه ڏاڍو سٺو ۽ بيحد پيارو لڳي رهيو هو. جيئن مختلف دوستن ۽ عزيزن کي پاڻ ۾ ملائي خوشي

محسوس ٿيندي آهي.

ٻه ڏينهن وڌيڪ گذري ويا ۽ منهنجون مختلف رپورٽون اچڻ شروع ٿي ويون، مگر هر رپورٽ بلڪل درست ۽ نارمل هئي. سڀ ڊاڪٽر حيران هئا ته خرابي آهي ته سهي مگر ڪٿي! هاڻي فيصلو ٿيو ته اسڪيننگ ڪرائي وڃي ۽ بلڊ يوريا ٻه پرائيويٽ چيڪ ڪرائي وڃي، ڇو ته اسپتال جي رپورٽ تي انهن کي ڪوبه اعتماد ڪونه هو.

اسپتال جي انتظاميه جي سستي ڏسي مون پنهنجي طور تي ڪينسر وارڊ پهچڻ جو بندوبست ڪيو. تاريخ ورتي ۽ اسڪيننگ ڪرائي ۽ بلڊ يوريا جي رپورٽ وٺي ڊاڪٽرن کي پيش ڪيون. هي رپورٽون اجان ٻه نارمل هيون، البته اسپلين ۾ ڪجهه سوج ڏيکاري وئي، جنهن ڪري الٽراسائونڊ ڪرائڻ جو مشورو ڏنو ويو. ايندڙ ڏينهن تي اهو ٻه ڪرايو ويو، مگر ڳالهه جيئن جو تيئن يعني ساڳئي رهي. هاڻي اسپلين وارو شڪ ٻه ختم ٿي ويو، اها ٻه نارمل هئي جنهن ڪري هرهڪ ڊاڪٽر ۽ وزيٽر سڀ جا سڀ حيران ۽ پريشان هئا ته آخر هي آلتي ۽ هچڪي ڇا جي لاءِ آهن ۽ بند ڇو نٿيون ٿين. جڏهن ڪجهه به سمجهه ۾ نه آيو ته هڪ ڏينهن مذاق ڪندي پنهنجي بيگم کي سندس والده ۽ پنهنجي امان جي سامهون چئي ڏنم،

”ڪي تعويذ ۽ ٽوٽا ڦيٽا ته ڪونه ڪرايا اٿئي؟“

”اوهان کي ته اجايا شڪ آهن.“ بيگم پريشانيءَ جي عالم ۾ چيو، ”جو ڪجهه به آهي، توهان هينئن ڪريو، هي ٻه ليمان اٿو.“ هن ليمان مون کي ڏيندي چيو، ”اهي پنهنجي سيرانديءَ کان رکي ڇڏيو. جيڪي ڪجهه به هوندو، ان جو اثر ختم ٿي ويندو.“

مون سندس دل رکندي ائين ئي ڪيو. امان جيجل هڪ سائو وٽيل ڌاڳو ڏيندي چيو، ”پٽ! هي ڌاڳو تنهنجي ماسيءَ پڙهي ڏنو آهي، اهو يا ته ڳچيءَ ۾ وجهه يا کيسي ۾ رکي ڇڏ.“

مون ڌاڳو وٺي سندن سامهون ئي قميص جي کيسي ۾ وجهي ڇڏيو. ڪنهن عزيز منهنجي حالت ڏسندي راءِ ڏني، ”هي ته ”سن اسٽروڪ“ جو اثر آهي، انهيءَ لاءِ بهتر آهي ته سوپاريءَ کي پاڻيءَ ۾ اوباري اهو پاڻي پيتو وڃي.“

ڪنهن رات جو مگ پاڻيءَ ۾ پسائي صبح جو اهو پاڻي پيئڻ لاءِ چيو.

مطلب تہ هر شخص پنهنجي تجربي ۽ مشاهدي جي ڳالهہ ڪري رهيو هو ۽ آءٌ بہ بنان چون چرا ۽ هيڪ جي ائين ئي ڪري رهيو هئس. پر ان جو ڪوبہ اثر ٿيڻو ڪونہ هو ۽ نہ ٿيو.

ٻئي ڏينهن تي پروفيسر، رجسٽرار ۽ هاؤس جاب ڊاڪٽرن جي گروپ سان رائونڊ ڪندي منهنجي ڪمري ۾ آيو ۽ طبيعت ۾ فرق لاءِ پڇيائين تہ چيم:

”سر، مون کي اڃان تائين ڪوبہ فرق نہ ٿيو آهي، ڪو بہ افاقو نظر نٿو اچي.“

”سر! زاهد صاحب صحافي آهي، انهيءَ ڪري هو سوچي گهڻو ٿو.“ رجسٽرار صاحب عادت مطابق چپ رهي نہ سگهيو.

”ڊاڪٽر صاحب!“ مون ذرا جذبات ۾ ايندي رجسٽرار کي مخاطب ٿيندي چيو، ”اوهان مون کي بار بار صحافي هجڻ ۽ سوچڻ جو طعنو ڇو ڏيندا آهيو؟“

”صحافي چوڻ ڪا گار تہ ڪانهي!“ پروفيسر صاحب، رجسٽرار جي جان ڇڏائڻ جي ڪوشش ڪئي.

”تہ پوءِ سر آءٌ لکندس ضرور.“ جنهن ڳالهہ جو رجسٽرار صاحب کي انديشو هو، اها ئي روبرو چئي ڏنم.

”يار! ڪا شڪايت نہ ڪجان.“ رجسٽرار صاحب ٻاهر ويندي چيو.

”اهڙي تہ ڪا بہ ڳالهہ نہ هوندي، توهان يقين رکو.“ ۽ هن شڪريو ادا ڪيو.

ڪيترا ڏينهن گذرڻ جي باوجود طبيعت ۾ ڪوبہ فرق ڪونہ پئي آيو. ٻئي طرف صرف خواب ڏسي ڏسي ماٺهو ڪيستائين مطمئن ٿي پيو سگهي. اڪيون جن جي راهہ تڪي رهيون هيون، اهي بہ اڃان تائين ڪونہ آيا ۽ اهو احساس مون کي کائي رهيو هو.

آخرڪار هڪ ڏينهن ان جي گهر جا ڀيا ڀاتي مون کي پڇڻ لاءِ آيا تہ اطمينان ٿيم تہ ڪير تہ آيو. هڪ ئي وڻ جا گل آهن. مون تہ ڪا بہ گلا، ڪابہ شڪايت ڪانہ ڪئي. نہ غرور ۽ تڪبر جو ذڪر ڪيم تہ اهو مسيحا ڪهڙو جيڪو مسيحائي نہ ڪري. مون کي اندر مان اهو آواز آيو تہ غرور جو سر جهڪندو ضرور.

ايندڙ ڏينهن تي ائين ئي ٿيو. ڪفر ختم ٿيو خدا خدا ڪري. هوءَ آئي ۽ منهنجي ئي سامهون اچي ويٺي. منهنجي ته بيماري ئي هلي وئي هئي. مرزا غالب ياد اچي ويم، جنهن سچ چيو هو ته هن کي غلط فهمي ٿي سگهي ٿي ته بيمار هاڻي ٺيڪ آهي. مون کي ڪيترين ئي راتين جا خواب ذهن تي ايرڻ لڳا.

هيءَ ته هر وقت، هر لمحي مون سان گڏ هئي جيڪو تصور هو، ان جي تصوير سامهون هئي. ڪيتريون ئي دل جون ڳالهيون ڪرڻ ٿي چاهيم. خوابن جي سير و سفر جا احوال ٻڌائڻ لاءِ چپن تي اچي وري رڪجي ٿي ويا.''

''يقين ايندس بہ الائي نہ.'' بس هِتي هُتي جون ڳالهيون ڪري ڪيس ونڊرائڻ ۽ وڌ ۾ وڌ ڳالهائڻ جي ڪوشش ڪيم. ''گلن جي ديوي'' ۽ ''باغ جي تتلي'' جو ذڪر ڪيم. مون مسلسل پئي ڳالهايو. سمجهہ ۾ نٿي آيو تہ طبيعت جي هيڏي خرابيءَ جي باوجود آءٌ ايترو ڪيئن ڳالهائيندو رهيس. دل هئي جا اندر ۾ نہ پئي ماپي. هوءَ زياده دير ويهي ها تہ شايد اها ٻاهر نڪري اچي ها.

هوءَ جڏهن اٿي ويا تہ يادن جون دريون الائي ڪيتريون ۽ ڪٿان ڪٿان کلي پيون. مون سالن کان دل تي جيڪو سندس چاهت جو زخم لڳائي رکيو هو اهو ڪڏهن بہ ٺيڪ ٿيڻو ناهي. مون کي محبت ۽ چاهت جي ساڳي موٽ اگر ملي تہ اهو زخم خودبخود ٺيڪ ٿي ويندو ۽ اهڙي اميد تي دنيا قائم آهي، هوءَ منهنجي دنيا هوءَ منهنجي زندگي!

بس اها رات بہ ڏاڍي خوابناڪ گذري. حسين يادون ور ور ڪري اکيان دلڪش منظر پيش ڪري رهيون هيون. ڪوهہ مري ۽ ڪاغان جي پهاڙين ۽ وادين ۾ پنهنجي پنهنجي جذبات جو اظهار پنهنجي الفاظ ۾ ڪري رهيا هئاسين. جڏهن خواب جي دنيا مان واپس اسپتال جي بستري تي پاڻ کي ڏٺم تہ صبح ٿي چڪو هو ۽ شبي منهنجي مٿان ڊگري ڪنيو بيٺي هئي.

گلن جي ٽوڪري جي ڳالهہ نڪتي تہ هوءَ هڪدم پڇي ويٺي، ''ڪٿي آهي ٽوڪري؟'' هو ان کي مذاق سمجهي رهي هئي. مون ڪبٽ ڏانهن اشارو ڪيو ۽ هوءَ بہ حقيقت معلوم ڪرڻ لاءِ الماڙي ڏانهن وڌي ۽ پٽ طاق کولي جڏيائين. سامهون ڳاڙهي رنگ جي پلاسٽڪ جي هڪ وڏي ٽوڪري بيل ڏسي بي اختيار مسڪرائڻ لڳي. ان ٽوڪريءَ تي بہ ڳاڙها گل ٺهيل هئا. جن ڪيس

وڏيڪ متاثر ڪيو. ڪيس پنهنجو وعدو ياد اچي ويو ڳل آئن وارو. پهريون ڀيرو پنهنجي ڪوتاهي تي هن کي سنجيده ٿيندي ڏٺم.

اڄوڪو ڏينهن قدري بهتر گذريو. تڪليف ۾ ڪافي افاقو هو. بخار به گهٽجڻ لڳو. مٽ مائٽ دوست احباب آيا ته ڏاڍو خوش ٿيڻ لڳا ۽ اطمينان جو ساهه کنيائون. آءُ ته بيحد خوش هئس، منهنجو مسيحا ٻيو ڀيرو مون کي شفا ڏيڻ لاءِ آيو. انهيءَ خوشيءَ ۾ ايترو ته محو رهيس جو ايندڙ پوري رات ان جي قدمن جا آواز ۽ ڳالهين جي مهڪ ۽ خوشبوءِ مون کي سمهڻ نه ڏنو. پوري رات جاڳندي گذاريم. آءٌ اڄ خوابن جي دنيا ۾ وڃڻ بجاءِ حقيقت جي هڪ جهلڪ تي پاڻ کي ور ور ڪري قربان ڪري رهيو هئس.

نتيجو صاف ظاهر هو. ساري رات جاڳڻ جي ڪري صبح جو منهنجو سر ايترو ته ڳرو لڳو، جيئن ڪو ڳرو پٿر مٿان رکيو هجي ۽ بخار به وڌي ويو. سميرا به پنهنجي وقت تي آئي ۽ ٿرماميٽر ٻڌل ۾ هئي ساڳي تيز رفتاريءَ سان هلي وئي. مون به فيصلو ڪيو ته اگر اڄ هوءَ دير سان موٽي ته پوءِ ڊگري ڪيس ڪانه ملندي. ۽ هوءَ پنهنجي عادت ڪان مجبور هئي يا واقعي مصروف هئي، آئي ته ٻارهن پندرهن منٽ گذري چڪا هئا. مون به مصنوعي طور تي سخت ناراضگيءَ جو اظهار ڪنديچيو.

”بس، اڄ هي ٿرماميٽر اوهان کي ڪونه ملندو، بلڪل نه ملندو.“ مون ٿرماميٽر کي ڪڇ ۾ زور سان پڪوڙي رکيو. ”ٺيڪ آهي مان پلا وڃان ٿي.“ هن جي جواب ۾ ڪابه رنجش يا ناراضگي قطعي طور تي ڪانه هئي.

”اڄ ته مون کي گهڻو تپ پيو لڳي، پر نوٽ ڇا ڪندينءَ؟“ مون ڪيس سندس ذميواريءَ جو احساس ڏياريو. ”چڱو سائين، آئينده ائين ڪونه ڪنديس، ڪڏهن دير نه ٿيندي.“ هن فطري معصوميت سان وراڻيو ۽ ڊگري ڪيڏي ڏسڻ شرط ڊوڙي ٻاهر نڪتي. سندس پريشانيءَ جا الفاظ منهنجي ڪنن سان ٽڪرايا، ”اوهان کي هاڻي ٿي انجيڪشن ڏيڻي پوندي.“

هن ڀيري هن اچڻ ۾ ذرو به ويرم ڪانه لڳائي ۽ آهستگي سان ”بسم الله“ چئي هن سئي لڳائي، مون کي ذرو به احساس ڪونه ٿيو. آءٌ هن دور ۾ هن معصوم ڇوڪريءَ جي ايمان، اعتقاد ۽ اعتماد تي دل ئي دل ۾ ڪيس ساراهڻ لڳس. ياد آيم. ٻه ڏينهن اڳ سميرا جڏهن انجيڪشن لڳائي ته مون

مذاق ڪندي ڪيس چيو هو،

"اڄ توهان جي لڳايل سئي سور پئي ڪرائي، آءُ توهان کي ڪڏهن به معاف ڪونہ ڪندس."

"سوال ئي پيدا نٿو ٿئي سور جو." هن وڏي اعتماد سان جواب ڏيندي چيو هو، " مون بسم الله چئي سئي لڳائي آهي." ۽ حقيقت به اها هئي، مون کي احساس به نہ ٿيو هو تہ ڪا سئي لڳي اٿم. شبي جي به اهائي صورتحال هئي، هوءَ به بسم الله چئي سئي هڻندي هئي. هي رمضان شريف جو مهينو هو، سميرا تہ روزو به رکندي هئي البت شبي ايتري پابندي ڪانہ هئي.

سميرا هلي وئي ۽ آئون ٿوري دير بعد بستري تان اٿيس ۽ آهستي آهستي قدم کڻندو ڊاڪٽرس روم ۾ وڃي هڪ ڪرسيءَ تي ويٺس. سامهون ٽيليفون سيٽ ٽيبل تي رکيو هو ۽ هڪ ڪنڊ ۾ سميرا ڪنهن ڪم ۾ مشغول هئي. مون رسيور کنيو ۽ هڪ اهڙي دوست کي فون ڪيم جيڪو رات جو اڪثر پلڪ ڪيي سمهندو آهي، جيئن سندس آرام ۾ خلل نہ پئي. ۽ اڄ به منهنجو خيال درست ثابت ٿيو. منهنجي طبيعت تي سٺو اثر نہ پيو ۽ ان جو اثر هي ٿيو جو مٿو ڦرڻ لڳو. مون فوراً سميرا کي مخاطب ٿي چيو،

"اوهان خالي پيٽ سئي هنئي آهي، هاڻي تہ مون کي چڪر پيا اچن." " ڪا ڳالهہ ناهي. هاڻي به ڪجهہ ڪانئي سکهو ٿا." هن جي جواب ۾ پنهنجائپ هئي. مگر جيئن ئي مون اٿڻ جي ڪوشش ڪئي تہ زمين ڦرڻ لڳي. سميرا منهنجي حالت ڏسي چيو، "اوهان ڪجهہ دير آرام ڪريو."

مون سندس مشوري تي عمل ڪيو ۽ جيئن تيئن ڪري اچي بستري پيڙو ٿيس. سامهون ريڪ تي رکيل گل ڏسي حيران ٿي ويس. سمجهي ويس تہ شبي پهچي وئي آهي ۽ اڄ منهنجي لاءِ گل آڻڻ نہ وساريا اٿس. مون بنا دير جي وڏي چاهت مان انهن کي کنيو ۽ پنهنجي ڇهري سان لڳائي ڇڏيو ۽ اکيون بند ڪري اطمينان سان انهن جي خوشبوءِ کي پنهنجي ساهہ ۾ رڳ رڳ ۾ جذب ڪرڻ لڳس.

انهيءَ دوران هڪ هائوس آفيسر منهنجي بي پي چيڪ ڪرڻ لاءِ پهچي ويو ۽ بلڊ پريشر گهٽو ڪريل ڏسي پريشان ٿي ويو، منهنجا تہ هٿ پير به ٿڌا ٿي ويا هئا. طبيعت کي گهٽو خراب ڏسي پيا بہ ڪيترائي هاؤس آفيسر

اچي گڏ ٿيا ۽ مون کي ڊرپ لڳائڻ جي ڪوشش ڪرڻ لڳا. گل هٿا جي منهنجي چهري سان لڳل هٿا ۽ آءُ اکيون بند ڪيو نيم غشيءَ جي عالم ۾ پيو هئس، ڪا به نبض ڊرپ کڻڻ لاءِ تيار نه هئي. خدا خدا ڪري ڪنهن هڪ نبض کي رحم اچي ويو، ڊرپ پنهنجو ڪم شروع ڪيو ۽ ڊاڪٽرن اطمينان جو ساهه کنيو.

جيئن ته آءُ وڏا وڏا ساهه کڻي رهيو هئس، ۽ گل منهنجي چهري سان لڳل هٿا، ان ڪري نيم بيهوشيءَ جي عالم ۾ به خوشبوءِ جو احساس ڪنهن ڪنهن وقت مون کي سرور بخشي رهيو هو. جڏهن شام جو منهنجي طبيعت ذرا بهتر ٿي، ته اسٽاف نرس منهنجي ڪمري ڪان گذري رهي هئي. معمول مطابق ڪيس نالي سان مخاطب ٿيندي چيم:

”عطيه! اوهان مون ڪان ناراض آهيو ڇا، نه اچين ٿي، نه ڳالهائين ٿي ۽ نه وري طبيعت ٿي پڇين ٿي؟“

”اوهان مون کي نالي سان سڏيو ٿا. ماٺهو ان کي سٺو نٿا سمجهن.“ هن افسردگي مان وراڻيو. آءُ ڇڪرائجي ويس، ائين لڳم جيئن وري مٿي کي ڦيري اچي وئي. سوچڻ لڳس، هتي ته هر ننڍو وڏو ڊاڪٽر ۽ هاؤس آفيسر ڪيس نالي سان سڏيندا آهن، ۽ پوءِ اگر مون ائين ڪيو ته ڇا ٿي پيو، پوءِ به مون کي پنهنجي غلطيءَ جو الائي ڇو احساس ٿيڻ لڳو.

”ته پوءِ آءُ توهان کي ڇا چوان، ڪيئن پڪاريان. اسٽاف نرس چوڻ لڳي ته مون کي به سٺو نٿو لڳي. هينئن ٿا ڪريون،“ ٿورو سوچيندي چيم، ”آءُ توهان کي ادي چوندس. ٺيڪ آهي نه!“

”اهو ٺيڪ آهي.“ هن پهريون ڀيرو ڪجهه مسڪرائيندي چيو. هوءَ هلڪي ڦلڪي سنهڙي سيڪڙي گوري ڇوڪري هئي. اسٽاف نرس ته لڳي ئي ڪانه ٿي.

”ته ادي عطيه! هاڻي ته توهان ناراض نه آهيو؟“ مون هڪ ڀيرو اطمينان ڪرڻ چاهيو.

”نه نه. هاڻي ڀلا ڪهڙو اعتراض ٿي ٿو سگهي.“

سوچڻ لڳس، آءُ ته سميرا ۽ شبي کي به نالي سان سڏيندو آهيان، انهيءَ جو مطلب اهو به ٿيو ته انهن کي به اعتراض ٿي ٿو سگهي. مون فيصلو

ڪيو تہ انهن کي بہ نرس چوڻ جي بجاءِ اديءَ سان مخاطب ٿيندس، ياد آيم، سسٽر جو لفظ انگريزي ۾ ان جو نعم البدل آهي؛

ڪمري ۾ ٿي ليٽيو پيو هئس، شام جا پاڇولا تيزيءَ سان وڌي رهيا هئا. اسپتال ۾ وزيٽرس جو وقت ختم ٿي چڪو هو. اوچتو شبي منهنجي ڪمري آڏو گذري. ڪيس سندس قدمن جي آواز مان ئي سڃاڻي ورتم. مون ڀهريون ڀيرو ڪيس آواز ڏئي سڏيو.

"ادي شبي !" هوءَ ڪجهہ رڪي ۽ پوءِ منهنجي ڪمري ۾ اچي سامهون سواليہ نظرن سان ڏسڻ لڳي، آءٌ چپ رهيس تہ هن کي مجبوراً چپ چورڻا پيا،

"ڇا ڳالهہ آهي؟" هن روايتي قربائتي انداز سان پڇيو. چيم"اچ ڪان آءٌ اوهان کي ادي شبي چئي پڪاريندس، ائين ٺيڪ آهي نہ !"

"ٺيڪ آهي." پر سندس سنجيدگي ۽ خاموشي مون کي سٺي نہ لڳي.

"ادي، اوهان جي مسڪرائڻ تي بہ پابندي آهي ڇا؟" هوءَ کلڻ لڳي ۽ چيائين، "اهڙي تہ ڪابہ ڳالهہ ڪانهي."

"ادي! اج اوهان جي وڏي عنايت، وڏي مهرباني، اوهان جا ڏنل گل ڏاڍا سٺا لڳا آهن." مون حقيقت جو اعتراف ڪيو ۽ دل جي ترجماني ڪئي.

"مگر سياڻي ڪو نہ آڻيندس." هن وري سنجيدگي ۽ فڪر جي انداز ۾ چيو.

"آخر ڇو! ؟" منهنجي طبيعت ۾ چرڪ اچي ويو ۽ مٿو وري چڪرائڻ لڳو.

"ادي عطيہ چوي ٿي تہ ڪنهن کي گل ڏيڻ سٺو ناهي."

"هن کي ڪنهن ٻڌايو تہ اهي گل اوهان ڏنا آهن!" پريشانيءَ مان پڇيم. "هن کي معلوم هو تہ اهي گل مون ئي اوهان کي ڏنا آهن!" هوءَ هاڻي بيحد سنجيده ۽ فڪرمنديءَ مان ڳالهائي رهي هئي.

"تہ اوهان لڪائي ڏيو ها!" ڀهرائي، مان ورنيم.

"لڪائي ڇو ڏيان ها!" هن کي اهو انداز پسند نہ ٿي لڳو.

"پاڻ ئي چوين ٿي تہ ماٺهن کي سٺو نٿو لڳي، آخر ماڻهن کي سٺو ڇو نٿو لڳي؟" مون سواليہ انداز سان ڪيس قائل ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي پر هوءَ بنان ڪجهہ ڪڇڻ جي ڪمري مان هلي وئي.

بي چيني وڌي وئي تہ بستري تان اٿيس ۽ ڊاڪٽرس روم ڏانهن آهستي آهستي وڌڻ لڳس. اج جمعي جو ڏينهن هو ۽ وارڊ بوائي وارڊ جي جنرل

صفائي ڪري رهيا هئا. اڃان صبح ساجهر ٿي هو. ڊاڪٽرن مان ڪير به ڪونه آيو هو. شبي اڪيلي ٿي ڪمري ۾ ويٺي مريضن جي ڪاپين تي ڪجهه اندراج ڪري رهي هئي. آءُ به "ادي اسلام عليڪم." چئي هڪ ڪرسيءَ تي ويهي رهيس.

"وعيلڪم السلام." هن روايتي انداز ۾ مسڪرائيندي جواب ڏنو ۽ بدستور پنهنجي ڪم ۾ مشغول رهي.

"ادي! هي رشتو پڪو رهيو نه؟" مون ڪجهه سوچيندي چيو.

"آهي ته ٺيڪ" وري ڪجهه سوچيندي چيائين، "مگر ڏي جو نه؟" شايد عمر جي تفاوت تي سوچيندي منهنجي چهري تي نظرون ڄمائيندي چيائين.

"مون کي پيلا ڪهڙو اعتراض ٿي ٿو سگهي، اهو ته اڃان به سٺو رهندو." مون به ان رشتي کي وڌيڪ پسند ڪندي چيو:

"جيڪڏهن اوهين مون کي ابو چوندؤ ته پوءِ اوهان کي پٽ چوڻ ۾ مون کي ڪهڙو اعتراض ٿيندو؟" مون پوري وضاحت ڪئي. والد جي محبت ذرا جذبات ۾ اچي وئي. چيم:

"ته پوءِ اوهين مون کي ابو چئو. ابو چئو پيلا. آءُ به ته پڌان پنهنجي ڪنن سان!!"

"بابا سائين!" هن وڏي پيار مان پڪاريو ۽ منهنجي روح کي تسڪين اچي وئي.

"جي پٽ!" منهنجي چپن مان خودبخود اهي لفظ ادا ٿي ويا. مون وري چيو:

"هاڻي تون ۽ تنهنجي ادي سميرا منهنجا پٽ آهيو. ان ڪري انهيءَ رشتي ۾ توهان به پاڻ ۾ ڀيڻون آهيو. ٺيڪ آهي نه؟"

"ٺيڪ آهي بلڪل ٺيڪ." هن بدستور ڪم کي اڪلائيندي ورندي ڏني.

"اوهان جي سڳي ابو جي ائڊريس ڪهڙي آهي؟" هاڻي آءُ ذهني طور تي پاڻ کي لاڙڪاڻي جي شهر ۾ ڏسي رهيو هئس.

"ڇا ڪندؤ ان جي ائڊريس وٺي!" هن فڪرمندي مان پڇيو. هوءَ ٻار ته هئي. هوءَ ته منهنجي ڳالهين جي تهه تائين پهچي نه پئي سگهي. چيم، "هاڻي اوهان جو سڳو ته منهنجو ڀاءُ ٿيو نه. آءُ جڏهن لاڙڪاڻي ويندس ته ان سان ملندس ۽ ڪيس ٻڌائيندس ته اوهان جي ڌيءَ هاڻي منهنجي به ڌيءَ آهي. هو

اهو ڀڏي خوش نہ ٿيندو؟"

"مون کي ڪهڙي خبر!" ۽ پوءِ هن بنان تڪلف جي مڪمل ائڊريس ٻڌائي ڇڏي.

"پڻ شبي،" آءُ وري سائنس مخاطب ٿيس، "پنهنجي باجي سميرا کي بہ ٻڌائي ڇڏجان تہ هاڻي اها ادي نہ پر منهنجي ڌيءَ آهي. شايد عمر جي تقاضا بہ اها ئي آهي. تنهنجي عمر ڪيتري آهي؟" هن فوراً پنهنجي عمر ٻڌائي. هن وٽ عورتن واري رک رکاءُ ۽ هٻڪ بہ ڪانہ هئي. ۽ پوءِ آءُ پنهنجي ڪمري ۾ هليو آيس.

اڄ ٻن هفتن بعد اسپتال مان ڊسچارج ٿيڻ جو وقت اچي ويو هو. منهنجو سامان گاڏيءَ ۾ رکيو پئي ويو. عين انهيءَ وقت منهنجو مسيحا تصور ۾ اچي ويو. لڳم هوءَ مون کي هٿ ڪان وٺي آهستي آهستي صدر دروازي ڏانهن وڌي رهي آهي، ۽ منهنجون هي پٺي ڏيئرون مون کي ٻنهي پاسن کان سهارو ڏئي مون سان گڏ هلي رهيون آهن، آءُ بار بار انهن جي مٿي تي هٿ رکي کين دعائون ڏئي رهيو آهيان، "شل ڳالهائڻ ۾ ائين ئي مريضن کي گل ڏينديون رهو ۽ تتلين جيان واردن ۾ اڏامنديون پنهنجي فرض ادائي ڪنديون رهو. مون کي هميشہ اوهان تي رشڪ رهندو، اوهان تي فخر رهندو منهنجا پٽڙؤ منهنجيون ڌيئرو."

# وفا ۽ جفا

"آءُ سوچيان ٿو تہ آخر تون مرين ڇو نٿو !" هن وات کي ڇپو کندي چيو.

"ها مون کي جيئڻ جي بہ تمنا ڪانهي." ڀڻڪندي وراڻيم.

"هون ! توکي ضرورت بہ ڪهڙي آهي" هو چوندو رهيو، "۽ دنيا کي بہ تو جهڙن بي ضميرن جي ضرورت ناهي، بزدل جي بہ ڪا زندگي آهي؟ جيڪو دنيا جي رحم و ڪرم تي پلجندو هجي، ان کان تہ ٻڏي مرڻ بهتر آهي!"

"توکي سڀ ڪجهہ چوڻ جو حق آهي، آءُ تہ اهڙي دنيا کان ئي بي نياز آهيان ۽ تون، تون تہ دنيا کي چاهين ٿو احمق! آءُ اهڙي زندگيءَ سان ڪيڏڻ بجاءِ تقدير سان مقابلو ڪريان ٿو ۽ تون..." لفظ نڙيءَ ۾ اٽڪي پيم، "تون تہ هن زندگيءَ کي ئي ابدي سمجهيو ويٺو آهين." ٻنهي ۾ ڪيڏو نہ فرق آهي؟ گڏ نپنا آهيون پر تڏهن بہ ٻنهي جي ذهن ۾ ڪيڏو نہ تضاد آهي. هاڻي تہ هڪ لفظ بہ نڙيءَ مان نڪرڻ محال هو.

"تڏهن تہ چوانءِ پيو تہ نپٽيا پنهنجي هوڏ ڇڏ ۽ اسان سان گڏجي ڪم ڪر." اکين کي ٿورو ڇنڊڇهو ڪري ائين چيائين، جيئن ڪا راز جي ڳالهہ ڪندو هجي. ۽ هئي بہ تہ راز جي ڳالهہ، مون کي ٿوري ڇڙ اچي ويئي !

"تون پنهنجين مڪروہ چالبازين کان باز نہ ايندين! تو دنيا جي اکين ۾ ڌوڙ وجهڻ جي ڪوشش ڪئي آهي، تو دنيا کي لٽيو ۽ ڦٻيو آهي. پر مونکي ڪڏهن بہ بي ضمير بنائي نٿو سگهين." مون کي هاڻي ڀڳهر اچي ويو هو.

ٺهڪ ڏيندي وراڻيائين، "بس! ايتري ۾ ئي وڦلڻ شروع ڪيئي! اهي بہ بک جا پار، چوانءِ ٿو تہ پنهنجي ضد کي ڇڏ ۽ ماٺيي ۾ اچ. ان ۾ تنهنجو ئي..."

"بند ڪر زبان ڪميڻا، بي حيا، بي شرم."

"اهي بہ بک جا پار ۽ محرومي جا آثار."

”ءِ هي بہ بک جا يار.“ وچي ڳچيءَ کان ورتومانس.
”جيڪڏهن مارڻ ڏوهہ نہ هجي ها تہ اڄ ساهہ ڪڍي ڇڏيانءِ ها.“
”ڪفر ٿو بڪين نادان ڪفر ٿو ڪرين.“ ٽوڪيندي چيائين.
”شٽ اپ“ منهنجي چماٽ هن جو ڳل ڳاڙهو ڪري ڇڏي، ”لنولي ڪندي بہ مڙين نٿو. تنهنجو ڇا وڃي ڪفر ۽ ايمان سان.“
”مونکي اڄ خوب مار، ايترو ماريم جو تون پنهنجو مسلو بدلائڻ تي مجبور ٿي وڃين. آءٌ ڇريو ڪري ڇڏيندو سانءِ.“ هو ڪيمسٽري تي لهي آيو.
”آخر مون تنهنجو ڇا بگاڙيو آهي، تون منهنجي پچر ڇڏيندين بہ يا نہ؟“ بيزار ٿيندي ءِ جان ڇڏائيندي چيم.
”نہ“ بي پرواهيءَ مان چيائين.
”ڇو؟“ چڙ مان پڇيم.
”ان لاءِ تہ تون نادان آهين بيڪار آهين پر پرائو نندي لاڪون جو يار آهين. تنهنجي حالت تي رحم ٿو اچيم. اسانکي بہ تو جهڙن نوجوانن جي سخت ضرورت آهي.“
محبت پريل ساگرن سان چوندو رهيو، ”علم پرائڻ جو مطلب نوڪري ڪرڻ آهي ءِ تون نوڪريءَ جو انتظار ڪندين بہ ڪيترو! ڏوڪڙ تو وٽ ڪونهن ءِ سفارش تنهنجي ڪير ڪندو؟ مفلس جو هن دنيا ۾ ڪير نہ ٿيندو آهي.“
هو پنهنجي چرب زبانيءَ کان خوب ڪم وٺي رهيو هو، ”زمين دشمن، اجايو پٽي ويچاري مفلس تي تنگ ٿيندي، آسمان دشمن پر ساري ڪائنات دشمن، ائين ڪٿي ڇٽو تہ خدا ءِ ان جي خدائي بہ دشمن. وڄ ڪري تہ بہ مفلس جي ڪکن تي، پاڻي وسي تہ بہ مفلس جي لٽن تي ءِ ڦاهي اچي تہ بہ ويچاري مفلس جي گردن تي.“
ڏاڍو چالاڪ آهي. زبان امڙي تہ تيز هلائيندو آهي جو اسڪول واري زماني ۾ خود استاد بہ تنگ اچي ويندا هئس. منهنجي لاءِ تہ بس ڪات آهي ڪات! روزانو ملندو اٿم ءِ پيو وڍيندو اٿم. ڳالهائيندو هميشه فلسفيانہ انداز ۾. مثال ڏيندو تہ انٽرنيشنل ماده پرستن ءِ سوشلسٽن جا. آءٌ انهن کي مور نہ پسند ڪريان. پنهنجي ڪات بياني جاري رکندي چيائين،
”هي ڏس، هو ڏس“ چو طرف آڳر جي اشارن سان متوجهہ ڪندو ويو،

"سڀ پنهنجا دشمن ڏسندين. ڪو بہ همدردي ڪرڻ وارو ڪونہ ملندءِ. دنيا ۾ رهڻو اٿئي تہ پنهنجي مڙسيءَ سان رهہ. نامردن لاءِ هميشہ نامراديون تقدير بنيل آهن." ائين چئي هو مون کي پنهنجي حال تي ڇڏي رمندو رهيو.

آءُ اتي ئي بيٺو رهيس ۽ سوچيندو رهيس. لنگهندڙ پاڇولا ڪنڌ ڦيرائي هليا ٿي ويا.

واقعي منهنجو ڪو بہ همدرد ڪونهي. ڪو بہ حال پڇائي ناهي، ڇپن ۾ پئڪي رهيو هئس. رات بہ چڱي گذري ويئي هئي. آءُ ڪو فيصلو ڪري گهر ويڃڻ وارو هئس تہ هو وري اچي ويو ۽ منهنجي پر ۾ اچي مشڪندي پڇيائين،

"سوچي ورتو هوندءِ؟"

آءُ خاموش رهيس تہ وري چوڻ لڳو،

"بيڪار وقت پيو ضايع ڪرين" هن چهري تي نظرون کپائيندي چيو،

"ٺيڪ آهي" منهنجي زبان مان غير ارادي طور تي نڪري ويو. پوءِ تہ پنهنجي زبان کي ان بي اختياري تي ملامت ڪرڻ لڳس. پر هن ڪٺي گلي لڳايو.

"مونکي يقين هو تہ تون ڪڏهن نہ ڪڏهن راهہ تي اچي ويندين" چهري تي خوشيءَ جا آثار ظاهر هئس.

"آءُ اڄ پيٽ جي ڪري پنهنجي ضمير سان جنگ ڪري زندگي کي روحانيت مان ماديت جي نئين دور ۾ داخل ڪري رهيو هئس. اڳي بہ انٽرنيشنل قوم جو رڪن هئس روحانت سان سپنڌ هئم ۽ هاڻي بہ انٽرنيشنل ڪامريڊ برادريءَ جو رڪن بنجي ويس. فرق صرف ذهن ۽ عمل جو هو. فرق صرف ايمان ۽ اعتقاد جو هو، منهنجي اکين ۾ ڳوڙها تري آيا ۽ هو مفاد پرست انهن کي بہ پنهنجي مفاد ۾ بهتر تصور ڪرڻ لڳو.

آءُ گهر پهتس تہ ساڳيو نہ هئس. جسم ساڳيو هو پر ان ۾ انساني روح جي بجاءِ صرف حيواني وحي رهيو هو.

صبح ٿيو ئي مس تہ اچي گهران اٿاريائين. نئون سلام ڪيائين پوءِ جن جن ماڻهن سان ملايائين سي سڀ هن وانگر ڏاڍا چالاڪ ۽ ڳالهائڻ جا بلا هئا. هنن مونکي نئين برادريءَ جي اصولن ۽ طريقہءِ ڪار کان آگاهہ ڪيو.

چند ڏينهن اندر نئين صحبت ۽ نئين ماحول مون ۾ تمام وڏو فرق آڻي ڇڏيو. اڳي ذهني طور تي جيڪي اخلاقي بندشون ۽ رڪاوٽون محسوس ڪندو هئس هاڻي انهن کي خيال ۾ نہ ٿي آندم. مون لاءِ هر اهو ڪم بهتر ۽ عظيم

هو جيڪو مون بهتر ٿي سمجهيو. باقي سڀ بيڪار ۽ بڪواس هو.

هر شام جو ساٿين کي اڪثر مٽي ۾ سور ٿي پوندو هو. مون کي چو نٿي پيو، شايد آءُ نئون هئس. ۽ پوءِ خاموش انهن سان گڏ ان منزل تي پهچي ويندو هئس جت فراغت ۽ آزاديءَ سان ڪڙو ڳاڙهو پاڻي نڙيءَ مان داخل ڪيو ويندو هو. پهرين تہ مون کي بيچان ايندي هئي پر پوءِ آهستي آهستي آءُ بہ مانوس ٿي ويس.

"آزاد دنيا جا رهواسي، تون بہ ٿڪاوٽ کي دور ڪر. پاڻ کي گهڻو ئي ڪجهہ ڪرڻو پيو آهي." هو منهنجي ذهني ڪشمڪش کي مِٽائڻ لاءِ اڳواٽ ئي اهي لفظ چئي ڇڏيندو هو.

آءُ چئي نٿو سگهان تہ مون ۾ اهو فرق ڪيئن آيو ۽ ڇو آيو. جڏهن هن جي دنيا ۾ آيو هئس تہ هن جي هر ڳالهہ کي حڪم سمجهي بنان چون چرا جي ان تي عمل ڪري ڏيندو هئس.

جڏهن جان ۾ شيطاني جذبات ۽ جوش اچي ويندو هو تڏهن "سستي حسن وٽ عشق کي نادم ڪندا هئاسين." ان ويل هو اڪثر چوندو هو، "کائو، پيئو ۽ مزا ماڻيو. اها ئي زندگي آهي ۽ اهو ئي ان جو بدلو. باقي سڀ اجايون پراڻيون ۽ فرسوده ڳالهيون آهن. جنهن ڳالهہ لاءِ اسان پاڻ کي منظم ڪيو آهي، اهو ئي مقصد ڪٿي پنهنجي سر زمين تي ان کي عام ڪنداسين ۽ هر هڪ تائين اهو پيغام پهچائينداسين.

منهنجي حجاب جا پردا ٿئي ويا ۽ جنهن انٽرنيشنل سوشلسٽ ٽريننگ اسڪول" ۾ داخل ٿيو هئس اتان ڪامياب ٿي اسٽيج تي اچي پنهنجي پارٽ کي ادا ڪرڻ لڳس.

مونکي تربيت ۾ پهرين ڳالهہ هي ملي، هو اڪثر چوندو هو." هي اهو دور آهي جڏهن تہ ڪشمڪش پنهنجي انتها تي آهي. اسانکي ڳوٺن ۽ واهڻن ۾ دورن تي وڃڻ گهرجي. ديس واسين کي پنهنجا حق وٺي ڏيڻ، غاصبن جي غلامي ۽ ناانصافيءَ کان نجات ڏيارڻ اسان جو اولين فرض آهي، سوچو تہ سهي تہ هن دور ۾ مذهب جي نالي ۽ رشتي ۾ اسان کي ٻڌيو ٿو وڃي. مذهب جو مطلب ئي بي انصافي آهي يا هڪ نشو آهي. هر قوم کي پنهنجي نرمي ۽ فراخدليءَ مان نقصان پهتو آهي ۽ ابوجهہ قوم هميشه لتبي رهي آهي ۽ محنت

ڪشن کي گهرجي تہ هو هر شيءِ جا خود مالڪ بنجي وڃن.“

هڪ هنڌ تقرير ڪندي مون هن جا رومال ۾ ويڙهيل لفظ دهرايا.

”وقت اچي ويو آهي تہ اسين اڪيون پٽيون. پنهنجي حقن جي خود حفاظت ڪريون. اسان جو مطالبو پيٽ آهي، پيٽ پريل آهي تہ سچ پچ تہ ايمان بہ قائم آهي. ان ڪان وڌيڪ اسين ڪجهہ بہ نٿا چاهيون.

هي تحريڪ ۽ هي برادري مفلسن جي حامي ۽ مددگار آهي اگر پنهنجي عزت پياري اٿوَ تہ اسان سان شامل ٿي وڃو ۽ پاڻ تي پيل صدين جا پراڻا خول ٽوڙي ڇڏيو. جيڪي آهي هتي آهي ۽ اها حقيقت آهي باقي آئنده جو رکو خواب آهي.“

اسان کي ورڪ ڪرڻ لاءِ خوب پئسا ملندا رهيا. تنظيم ڪافي تيزيءَ سان عوام ۾ مقبول ٿي رهي هئي. سڀ کان اول اسان شاگردن ۾ حڪومت ۽ ملائن جي خلاف جذبات پيدا ڪيا. مطالبن تي مطالبا، تحرڪن تي تحريڪون، جلسا ۽ جلوس ۽ بڪ هڙتالون ۽ انتشار ۾ اسان کي شاگردن وڏي مدد ڪئي.

ٻئي نمبر تي مزدورن کي سرمائيدارن جي خلاف، ”محنت ڪشن جي پگهر جي پورهئي تي عيش ڪندڙ ۽ داد عيش ڏيندڙن کي کهڙو حق ٿو پهچي تہ بنا ڪنهن محنت ۽ مشقت جي عيش ۽ آرام جي زندگي گذارين.

ٽئين نمبر تي هارين جو ئي اصلي حق زمين تي آهي. ظالم وڏيرن ۽ چوڌرين کي ان تي ڪو حق ناهي. حڪومت جي غنڊن ۽ چاڙتن ڪنهن نہ ڪنهن طريقي سان ڪارخانن ۽ زمين تي قبضو ڄمائي رکيو آهي. ڪارخانن تي قبضو ڪريو ۽ زمين کي پنهنجي هٿن ۾ رکو، هي اسانجي عوام کي اپيل هئي، جنهن ۾ ئي انهن جي ڀلائي پوشيده آهي.

اسانکي عوامي حڪومت آڻڻ لاءِ هر طريقي سان راهہ کي هموار ڪرڻو پيو. عزت ۽ شرافت، نيڪي ۽ ڀلائي، احسان ۽ بندگي اسان وٽ ڪجهہ بہ حيثيت نہ ٿيون رکن، اسان لاءِ صرف پنهنجي ڪم سان لگن هئي ۽ جڏهن تڪجي پئون تہ خاص ڪوٺن تي آرام ۽ ڪڙي پاڻي جي نعمتن سان ان کي دور ڪرڻ هو. آخر انهن نعمتن کان منهن ڇو موڙيون، جڏهن تہ دنيا ۾ هر شيءِ اسان لاءِ ئي تہ آهي.

اگر قيامت ٿئي ها تہ ان وقت ئي ٿئي ها. پر اصل ۾ اهو صرف هڪ

خوف ڏنل آهي ۽ آءُ ان خوف کي پروڙي بي خوف ٿي ويو هئس. پر رسمي طور تي عوام جي آڏو مذهبي عقيدن کي اکين ۾ جاءِ ڏيندو هئس. نہ تہ هي مذهبي جاهل اسان جي هڪ بہ نہ ٻڌن ها.

مسئلا پيدا ڪرڻ اسان جي ذاتي هٿ جو ڪين هيو، ۽ انتشار ۾ ئي اسان جي مقصدن جو حصول لڪل هو.

"ڇا تہ زمانو هو جڏهن هر شيءِ کان خوف کائيندو هوس ۽ ڇا تہ زمانو آهي جو ڪجهہ بہ ڪريان پر ذري برابر بہ هبڪ نٿي ٿئي!"

اوچتوئي بيمار ٿي پيس. بيمار بہ بيمارن جهڙو، بس زندگي هيڏانهن ڪان هوڏانهن ٿيڻ تي هئي. جيڪي ڪيو هئم، سڀ اکين آڏو ڦرندو ٿي رهيو. مرحوم والد کي ڪئين ڀيرا خواب ۾ ڏٺم. سوچيم تہ جيڪي انهن زندگيءَ ۾ ٻڌايو هو ۽ جيڪي خوابن ۾ ڏسان پيو، انهن ۾ مڪمل هم آهنگي ۽ تسلسل آهي.

"هاڻي ڇا ٿيندو ڪجهہ خبر نہ ٿي پوي."

هو بہ مون وٽ پڇڻ لاءِ هڪ ڀيرو آيو هو. پر مونکي هاڻي بيڪار ميوو ڇاڻي، جنهن کي ڪيڙو لڳي چڪو هجي ۽ اهو ڦتو ڪيو وڃي، مونکي بہ ڦتو ڪيو ويو آهي. هاڻي آءُ انهن جي ڪم جو نہ رهيو آهيان. پر سوچيان پيو تہ منهنجو ڇا ٿيندو؟

"هڪ ڀيرو هو وري اچي تہ پنهنجي گناهن جو ڪفارو هنکي ختم ڪرڻ سان ڏيان."

"پر هاڻي تہ آءُ وري انهي فعل کي بہ گناهہ ٿو سمجهان."

"اف الله!"

"جڏهن ڪنهن بہ فعل کي گناهہ نٿي ڄاڻم، تہ هن کي ڪڇو ڇو نہ ڪاڏم."

"موت"

"جنازو"

"قبر"

"۽ پوءِ......"

"اف الله، هاڻي الا ئي ڇا ٿيندو؟"

بخشش جو در مون لاءِ بہ کليو رهندو الائي نہ!؟"

# اجايا پور

"اُف"

"ڇو طبيعت ٺيڪ ناهي؟"

"اونهه."

"خير ته آهي! مٿي ۾ سور اٿئي؟"

"اسوئي هجي ها ته بهتر هو."

"خير گهر، پوءِ ڇو پيو ائين ڪرين؟"

"الله هو."

"توبهه، ڳالهه ڇونه ٿو ڪرين، ڇا ٿيو اٿئي، زور ڏيانءِ؟"

"نه، ضرورت نه آهي."

"ته ائين نه ڪر."

"منهنجي مرضي، توکي ڇا ٿو ٿئي!"

"ها ها، تنهنجي مرضي، پر ڪا ڳالهه به هجي!"

"ڀلي ڪا نه به هجي!"

"پر چنگهه پنهنجو نه."

"ڇو؟"

"اجايو طبيعت ٿو خراب ڪرين."

"پنهنجي نه؟"

"افوهه، تنهنجي ته آهي يا نه، پر ٻين جي."

"ٻيا ڪير؟"

"هاٺي ڇڏ ڪٿي."

"ٿو ڇڏيان"

"ڀلا نه ڇڏ."

”الله هو، مالڪ، رحم ڪر.“
”ڪنهن تي رحم ڪري؟“
”جنهن تي آءُ چاهيان!“
”توتي نه ؟“
”چو توتي نه ؟“
”مون تي ته لک ڀيرا ڪري پر اڄ توتي ضرور ڪري.“
”آءُ مران ته پوءِ، هينئر ڇو؟“
”هينئر ڪير مئو آهي؟“
”بس ڪو آهي.“
”ڪير آهي!“
”هروڀرو ٻڌائڻ ضروري آهي؟“
”ڪير مئو آهي ته ان جي ٻڌائڻ ۾ ڇا هي؟“
”ان ۾ گهڻو ڪجهه آهي.“
”آسمان ته نه ڏري پوندو؟“
”ها، شايد اهو به ڏري پوي.“
”۽ زمين؟“
”ها زمين به.“
”هاٿي جلاءِ نه.“
”واقعي جلي ويندينءَ.“
”چو جلنديس؟“
”ڳالهه ئي اهڙي آهي.“
”پوءِ ٻڌائين چونٿو؟“
”تنهنجي طبيعت خراب ٿي ويندي.“
”چو خراب ٿيندي؟“
”بس ڳالهه ئي اهڙي آهي.“
”ڪانه خراب ٿيندي، تون ڪٿي ٻڌاءِ.“
”تون رسي ويندينءَ.“
”چو رسنديس؟“

"ڳالهه جو اهڙي آهي."
"ٻڌاءِ ڪٿي، تنگ نه ڪر."
"تون چڙي ويندينءَ."
"وري ساڳي ڳالهه؟"
"ڪاوڙبينءَ ته ڪونه؟"
"نه، نه، نه! ڪونه ڪاوڙبيس. ڪو • چڙنديس، تون رڳو ٻڌاءِ."
" مون کي ڪي يقين ڪيئن اچي؟"
"الله منهنجي توبهه، بس ڳالهه به ڪندين يا؟"
"ها ڳالهه ڪيان پوءِ جهيڙو وهايان!"
"هاٺي وري ڪَنڌ ڪڻ"
"ڪَنڌ ڪونه ٿو ڪڻان، سچي ٿو چوان."
"پوءِ سچ کي لڪائين ڇو ٿو؟"
"تنهنجي خوف کان؟"
"منهنجي خوف کان؟"
"ها تنهنجي خوف کان."
"آءٌ ڪا ڏائڻ آهيان جو توکي کائي وينديس!"
"ڏس! ڏس!!"
"ڇا ڏسان؟"
"ڇا ڏسندين! منهنجو منهن ويهي ڏس!"
"ها تنهنجو منهن ويهي ڏسان، ڇڻ چنڊ آهي نه؟"
"چنڊ! چنڊ به ٿي سگهي ٿو. پر هاٺي اهو لهي ويو آهي."
"ڇا چيئي!"
"چنڊ لاءِ چيم."
"پر اهو ته اڃا مس ايريو آهي؟"
"اهو ٿوروئي!"
"ٻيو ڪهڙو!"
"تنهنجي دائيءَ جو."
"منهنجي دائي تنهنجو ڪهڙو ڏوهه ڪيو؟"

"تون جا اهڙي آهين!"
"آءُ ڪهڙي آهيان؟"
"ان جهڙي."
"ها آءُ مريم جهڙي آهيان؟"
"ڪونہ آهين؟"
"هوءَ تہ واترادي آهي."
"تون ڪونہ آهي؟"
"ها آءُ واترادي آهيان! جا ڪيو اٿم؟"
"هو جهيڙيڪار بہ آهي."
"آءُ بہ جهيڙيڪار آهيان؟"
"ڪونہ ڪندين آهين جهيڙو؟"
"ڪڏهن؟"
"اهو نڪر تي پتر تي."
"ڪنهن سان ڪيا اٿم."
"مون سان، اوڙي پاڙي سان."
"ڪڏهن ؟"
"هر وقت. ڳالهہ ڳالهہ تي چمپل تني ويو اٿم. نوڪري چونتو ڪرين، ٿوم ڪيي وٺي آهي. ڪڪڙ کي لڙهو تي پيو. آهي. ظفر حرڪتي تي پيو آهي، سس چو چيم نہ ڏڏ ولوڙ ۾ ٽن سالن کان برسات چو ڪانہ پئي آهي؟"
"۽ پاڙي وارن سڀ؟"
"انهن سان بہ تہ منهنجو پٽ ڏنگو ڪونہ آهي، هن سان سڀ تا وڙهن. هو گاريون تہ اصل ڪونہ ڪڍي. هينئر بہ پتر هن ڪونہ هنيا هوندا. ها باقي آچر حرڪتي آهي. ان اچلايا هوندا. ياڻيجو ٿيو تہ چا ٿيو. پر سچ چوڻ کان ڪونہ مربو. منهنجي پليٽ اوهان چو رکي آهي؟ اوهان جي چوڪري چور آهي. ڪالهہ ڪان بہ روپيہ گم آهن، ضرور ان ئي ڪنيا هوندا."
"بس، بس! سڀ خاميون مون ۾ آهن،چري آهيان نہ.."
"توکي چري ڪير ٿو چئي."
"چئين بہ پيو وري مڃين بہ نہ ٿو؟"

"ڪڏهن ... ترسان تہ ڳالهائڻ ٿي چوڪ آهي."
"ها، منهنجو تہ ڳالهائڻ بہ نٿو وڻئي!"
"ڪيئن وٺندو؟"
"... تہ چري آهيان!"
"وري ساڳي ڳالهہ، چري، چري جي !!"
"پوءِ مريم ڪي چري چو سڏيندو آهين؟"
"منهنجي مرضي."
"هو منهنجي دائي آهي."
"چا ٿي پيو!"
"نہ تہ آءٌ بہ تنهنجي دائي ... ڪي چو...."
"چا؟ ائين تہ هوءِ بہ..."
"ائين توروئي"
"پيو ڪيئن؟"
"نالا رڪنديسانس."
"ڪهڙا؟"
"ترس سوچيان، پر هو ڳالهہ تہ ٻڌاءِ؟"
"اون هون، ڪکر ۾ ڪڙو ڪير هٽي!"
"ها، سو مان ڪکر آهيان. ڏنگياڻ ٿي نہ!"
"نہ، تون تہ هينئر آڏيءَ رات جو اوڙي پاڙي کي ڪٺو ڪندينءَ."
"خير، اهڙي بہ ڪهڙي ڳالهہ آهي جو لڪائين پيو؟"
"شادي!"
"شادي! ڪنهن جي شادي؟"
"ڪنهن جي بہ؟"
"ها! تون شادي ڪندين نہ؟"
"ائين وري ڪيئن."
"تون جو شادي شادي پيو ڪندو آهين."
"پوءِ چا خيال آهي؟"
"مون توکي روڪيو توروئي آهي."

"پر هينئر تہ مون شادي ڪرڻ جو ڪونہ چيو."
"يا الله توبهہ! منهن تي مجائڻ هينئر چيئي ڪونہ؟"
"ڪيڏي مهل!"
"هي هينئر هينئر!"
"پر مون تہ فقط شاديءَ جو لفظ ورتو هو."
"ٻڪري ڪي اجا بہ سڱ ڪونہ ٿيندا آهن؟"
"پر مون ائين ڪٿي چيو تہ آءٌ شادي ٿو ڪريان."
"پوءِ ان جو مطلب؟"
"بس مطلب ٻطلب ڪجهہ ڪونهي."
"لڪائين ڇو ٿو؟"
"منهنجي مرضي."
"سنئون سڌو ڇئين ڇونٿو، ماسي مان مجيد آهيان."
"تون ڪاوڙجي پوندينءَ."
"هھڙي تهڙي رن آهي ڪهڙي جا...؟"
"ڏس، ڏس......."
"ڇا ڏسان! ڳالهہ تہ ظاهر ٿي پئي."
"ڪجهہ بہ هجي پر ڪنهن کي ڳالهائين ڇو ٿي!"
"ڏکي ٿي لڳنئي؟"
"ڇو نہ."
"توکي ٻين جي ڏکي ڇو نہ لڳندي. مون الائي ڇا ڪيو جڏهن اٿين تہ مون کي نِندين ۽ ڏِلو بہ ڪِرين."
"پر تون مٺلن کي ڇو ٿي پٽين؟"
"ڪڏهن؟ ڪير مٺو آهي!"
"هي هينئر."
"ڪير مٺو آهي؟"
"جنهن کي ڳالهائين پئي."
"سچ!"
"يوڳ تورونئي آ."

”نہ، نہ ڀوڳ تو ڪرين!“
”ڀوڳ! سو بہ توسان!! خدا ڪان پناھ.“
”پوءِ چڱو ٿيو.“
”آءٌ تہ ھاٿي نيڪ پٽي ملائن.“
”تنھن ڪري؟“
”ويچاري وڃي سگھي ٿي.“
”نہ تہ؟“
”نہ تہ چريو ڪري ڇڏيانس ھا، ءَ توکي بہ!!“
”آخر ڇو؟“
”پھاج کي ڪير سھندو.“
”ءِ ھاٿي؟“
”تون ڪاوڙجين ٿو. زور ڏيانءِ؟“
”ڇو؟“
”متان سور ھجنئي؟“
”مون کي تہ ڪونھي.“
”تڏھن بہ ڏيانءِ ٿي.“

# انڌي ۽ منڌي جي نئين ڳالهه

”اڙي انڌت، اڄ ڇا آندو اٿئي؟“ چيڙيندي پڇيومانس.

”ڏس! وري مون کي انڌو ٿو چئين! تنهنجا ڏس ته آءٌ انڌو آهيان!!“ هن ڪَٽ ڪائيندي وراڻيو.

”پر ڏينهن جو ته ماڻهن لاءِ انڌو هوندو آهين!“

”ها ها، انهن لاءِ ته آهيان، جيڪي خيرات ڏيندا آهن.“

”مان به ڪٿي خيرات ڏيانءِ.“ ڪلندي چيو مانس.

”نه بابا نه. اها خيرات ئي نه گهرجي. اهو سون ئي گهوريو.“ بيزار ٿيندي وراڻيائين.

”چو چو، خير ته آهي، ٻيا به ڏيندا اٿئي، مان ڏني مانءِ ته ڇا ٿي پيو.“

”اڙي ڇڏ. هاڻي سر نه کاءُ. پاولي ڏئي رپيو ڦري ويندين.“

”اهو وري ڪيئن.“ ٺورو کلهي تي زور ڏيندي پڇيو مانس.

”اڙي مردار! آءٌ ته سڄو آهيان. پر تون نه سڄ پچ منڊو آهين. مون کي پاولي ڏئي هڪ رپئي جي ڳهر ڪرين ته..“

”اڇا! عقل دي دوڙ ڪتيئي! ڏاڍو چالاڪ ٿي ويو آهين. ڀلا هاڻي ٻڌاءِ ته ڇا آندو اٿئي؟“

”ترس تنهنجا ڳجي ته وڃان.“

”اڄ داءُ چڱو لڳو اٿئي ڇا؟“

”پيو نه وري، اڄ جمعو ... هو“

”اها ته مون کي به خبر آهي، پر مون ...

"ها ها، مون کي سڀ خبر آهي ڀيائي ڇڏيندين ڪونه."

"ڪڏهن پاڻ به سچ ٻڌايو اٿئي؟" اڌ ٻر ڪنيندي چوندو رهيو، "حرام ۾ به دوکو، نيت جا ٻاڙا اٿئي ٻکهه."

"نيت جا ٻاڙا توکي نه ٿا ملن، حرام خور مون کي ٿو چئين! مان ته وري به منڊو آهيان، معذور آهيان. گهوڙيءَ بنا هلڻ مشڪل اٿم. پر توکي ڇا ٿيو آهي جو وتين اڇا تارا ڪڍيو ماڻهن کي ٺڳيندو؟"

"ڪٽ نه ڪاءِ، ڏڌل ٻڪري جهڙا، اهو منهنجو فن آهي، ۽ فن ڪڏهن به عيب ٿي نٿو سگهي."

"سبحان الله ته پوءِ چوري ڪرڻ به فن ۾ شامل آهي؟"

"ها آهي، پر ان ۾ ۽ هن ۾ وڏو فرق آهي." پاوليون، آڌيون ۽ رپيا ڪڍي، پاڻ ۾ ملائيندي چوڻ لڳو.

"چوري، ستي لوڪ، ٻاٽ اونداهيءَ ۾ ٿيندي آهي ۽ مالڪن جو جهڳو جهڻ ٿي ويندو آهي."

"مون ڪنهن جو جهڳو ڊانو آهي! آءُ ڪهڙي زور زبردستي ٿو ڪريان؟"

"پاڻ کي صحيح ثابت ڪرڻ لاءِ ڪيڏو نه سوچين ٿو؟" پيٽ ۾ آگر هڻندي چيومانس، "تو ڪڏهن هٿ ڏيکاريو آهي؟"

"ڪنهن کي؟" حيران ٿيندي پڇيائين.

"ڪنهن جوتشيءَ کي ٻيو ڪنهن کي! هتي آهي ڪو نه هو پروفيسر ڪيڪائي..."

"اڙي ها ها، جيڪو تلڪ چاڙهيءَ جي هيٺان ويهندو آهي. ٺڳ، فراڊ، دوکو، آءُ ڪڏهن به اهڙن حرامخورن کي هٿ نه ڏيکاريندو آهيان. وزارت ٿوروئي گهرجيم."

"انهن وٽ به فن آهي. جيڪڏهن اهي فراڊ ۾ دوکو آهن ته تون وري ڪهڙو ساڌ آهين! حرامخوري ته هن جي آهي يا نه، پر تنهنجي ته آهي. تون ته ڏنو مٺو، سنئون سيتو، وتين پڻندو! خدا جي ڪا مار پويئي...."

"مار پوي توکي رمزو" مون کي ڇڏ ته پنهنجو حساب ڪري وٺان. ٿوري دير ماٺ رهي، پوءِ هو منهن ٻجڙو ڪري ويهي رهيو.

آءُ سندس روڪڙ ڏسي رهيو هوس. پاڻ سارو ڏينهن گهوڙيءَ تي هلندي مس ٻه ٽي روپيا ئي ٺاهي سگهيو هئس. ماني کائڻ بعد باقي ڪي پاوليون پيل هئم ڪيسي ۾. جيڪي صبح جي نيرن لاءِ به مس پوريون ٿينديون ۽ پوءِ وري رهندو نالوءُ الله جو. ۽ هئي به ته پنجن روپين کان جي روڪڙ ڏسڻ ۾ پئي آئي. ڪاڻي پي باقي بچت ڪئي آيو هو.

اسين ٻئي ڪاري موريءَ ويجهو هڪ جهوپڙيءَ ۾ رهندا آهيون. اسان کي اتي گڏ رهندي ٢ سال گذري چڪا آهن. پر ڪڏهن به مون آڇر ڪان وڏيڪ روڪڙ ڪا نه آندي آهي. هو ڪائيندو به سٺو آهي ۽ هنڊائيندو به چڱو آهي. ساڳئي وقت بچت به سٺي اٿس. ڪڏهن ڪڏهن ته آءُ به هن ڪان اڌار آءُ وٺندو آهيان پر آهي ڏاڍو پڪو. آءُ سمجهان ٿو ته جڏهن وري نوٽ بدلبا ته هن وٽان ڪيترائي پئسا نڪرندا، ۽ مون وٽان! ڪيسي جا خالي ابداٿا.

صبح مس ٿيو ته چوڻ لڳو، "رمزو اڄ ڪو زونشو ڪبو." مون کي خبر هئي ته ڪا نه ڪا شرارت سوچي هوندائين.

"اهو وري ڪيئن؟ مون وٽ ته اڄ کائڻ لاءِ به ڪونهي."

"تنهنجي ماني مون تي، پوءِ ته بس، جيترو ٿيو ان ۾ اڌو اڌ." "تنهنجي مرضي." اطمينان سان جواب ڏنومانس. شهر ڪلڻ جو وقت ٿيو ۽ اسان به نيرن پاڻي ڪري واندا ٿياسين ته چيائين،

"رمزو تيار ٿي پوءِ اورتي اڄ."

وٺس پهتس ته حڪم جي انداز ۾ چيائين، "چڙهه منهنجي ڪلهن تي." هو اوڪڙو ٿي ويٺو هو. آءُ سمجهي ويس ته اڄوڪي شرارت گهٽ ڪانه هوندي. ٿلهو ٿنيرو ته اڳي ئي هو، بنان چوڻ چرا جي ٽپ ڏيئي ڪلهن تي چڙهي ويٺومانس. پيگل اڌ ٽنگ اڳيان لڙڪائي ڇڏي هئم.

"تنهنجو ڪم آهي سر ۾ سر ملائڻ ۽ وراڻي ڏيڻ. پوءِ جيڪي ملي اهو وٺي منهنجي ڪيسي ۾ وجهڻ، پيائي نه ڪجانءِ، نه ته متان ڪري قتو ڪندومانءِ."

"دلگير نه ٿيءُ، تو ڪميني سان ڪنهن جي پيٽي ناهي." آءُ هن جي ڪلهن تي چڙهيل ٻاهر نڪتاسين. مٿي ويٺي ئي دروازي کي آٽوميٽڪ تالو ڏنم، جيڪو بنا چاٻيءَ جي کلي به ويندو آهي. اوڙي پاڙي وارن مان تمام

ٿورن مائھن کي خبر ھئي تہ آچر انڊو ڪونھي. ان ڪري ھن اتان ئي سڌين ھٽڻ شروع ڪئي.

" ڏي ڙي بندا تون نالي الله جي." سُر ۾ وڏي واڪي چيائين. ۽ مون بہ سر ۾ وراڻي ڏني. " دل جون اميدون الله پوريون ڪندو."

" ڏي ڙي بندا تون نالي الله جي،"

" دل جون اميدون الله پوريون ڪندو."

گھر ڪان ٻاھر نڪرڻ سان ھو ٽپ انڊو تي ويو ھو. ھن کي پاڻ تي ايڏو تہ ملڪو حاصل آھي جو ڪارا تارا لڪايو ڇڏي، اڇا تارا پيا ڏسجن. نپٽ انڊو. ۽ پوءِ مجال آھي جو اک کلي پوئيس. پلي ڪلاڪن جا ڪلاڪ ھو ان طرح گذاري ڇڏي. ڪيس ڏسندي اصل رحم پيو ايندو.

ھو آھستي آھستي ھلندو سڌين ھٽندو، شاھي بازار جي پيڙ مان ٿيندو اسٽيشن تائين پھتو. چورن کي اصل رونشو اچي لڳو ھو. جند ئي نہ ڇڏين. گھر ڪان واندا ڪيترا تہ اسان سان بہ گڏ ھلندا رھيا. اسان جي ان ياري ۽ وفاداريءَ تي ڪيترن کي ڪل بہ آئي تہ رشڪ بہ ٿيو ھوندو. ڪيڏو نہ سادو ۽ رحمدل آھي زمانو، آءُ بہ ھر ڪنھن ڪان خيرات وٺندو ھن جي ڪيسي ۾ وجھندو ويس. ڪيسو بہ ڪيسو ھئس. اندرؤن اندر ايترو تہ اونھون ھليو ٿي ويو جڻ کوھہ ۾ ڪنھن پتر اڇليو. جنھن جو ڪافي وڏو آواز ايريو تي ۽ ھو ويتر خوشيءَ ۾ زور زور سان سڏينون ھٽندو تي ھليو. ڪمال ڪري ڇڏيان. پورا ٽي ڪلاڪ مون کي ڪلھن تي ويھاري اسٽيشن پھتو ھو. تارا بلڪل اڇا ۽ انھن ۾ ذرو بہ ڦير نہ آيو. رستو آءُ ٻڌائيندو ھليس ۽ ھلندو ھو رھيو.

اسٽيشن تي پھچي، ريلوي پل جي پاڙ جي ٿوري آڙ وٺي اوچتو مون کي ھيٺ ڦٽو ڪندي چيائين،

" لھہ حرامزادا، بالم ٿيو وينو آھين. پٺھين جي ڏنل سنواري ائٽي نہ!"

" ٺڪ ھجيئي لعنتي، مادر... منھنجي تہ ٻي ٽنگ بہ ڀڳي ھيئي؟ باقي ھڪڙي اتم، اھا بہ ڀڃي لولھو ڪنديم ڇا؟؟"

آءُ دڏ پر ڪريس. ڏاڍو ڏک لڳم. پر ھن کي اڇا تارا ڪڍيو ڪلندو ڏسي منھنجو رت ٽھڪڻ لڳو. دل چاھيم تہ آءُ بہ مٿي ڪٽي پٽ تي ھڻانس ھينئر ھونءَ بہ ڪيندو ڪو نہ... پوءِ تہ وجھہ ئي ڪو نہ ڏيندم.

"سوئر جا... آءُ ماڻهو هئس يا جانور، جو ائين ڪٽي ڦٽو ڪيو اٿئي؟"
ڇڙ مان ڇير، "بيهه ته توکي به تو سيڪت ڏيان ڪيمنان.." ائين چئي وچي
پڪ وڌومانس. پاڏي جهڙي مڙس کي ڪٽڻ جي ڪوشش ڪرڻ لڳس ته هن
جي رڙ و رڙ شروع ٿي وئي.
"گهوڙا اڙي، بابا ڙي، مون معذور کي تو ماري، بچايو بچايو!"
"حرامزادا، پوءِ ڇو اڇليو هيئي؟"
"اڙي هيڏي خلق خدا جي ويني آهي. هي مون مسڪين انڌي کي تو
ماري، آهي ڪو الله جو بندو جيڪو هن .... کان ڇڏائي."
ماڻهو هتان هتان ڊوڙي اچي مڙيا. هن جي ته رڙ و رڙ سان گار جي به
رئي پي پئي. ۽ آءُ هڪ پهاڙ کي مٽي ڪٽڻ جي ناڪام ڪوشش ڪري رهيو
هئس، جڏهن ته مون وٽ گهوڙي به ڪانه هئي ۽ آءُ پاڻ بيهي به نه ٿي
سگهيس. پر اجائي ڪوشش مون به ڪانه ڇڏي.
"فقير! تون به گاريون ته نه ڏينس." هڪڙي مسافر هن کي توڪيندي
چيو ۽ به چار ڇٽا اڳتي وڌي مون کي روڪڻ جي ڪوشش ڪري رهيا هئا.
آءُ به ضد ڪرڻ لڳس ۽ چيم،
"هڪ ته بک لڳي اٿم ۽ منهنجو حصو به نٽو ڏئي. تيون ته مون منڊي
معذور کي مٿان ڪري ڦٽو ڪيو اٿس، آءُ نه ڇڏيندومانس."
گوڙ مچي ويو. ايتري ۾ هڪ سَڪل ساندي جهڙو سپاهي ڪاري ڏنڊي
ڇيلهه سان ٻڌيو اچي وچ ۾ پيو. ان گوڙ ۾ ڪراچي ايڪسپريس به اچي
پليٽ فارم تي پهتي، تڏهن وچي ڪجهه پيهه گهٽي. هرڪو پنهنجي پنهنجي
سامان ڏانهن ڀڄو ۽ گاڏي ڀيهڻ سان لهه چڙهه جي ڇتڪتائي شروع ٿي وئي.
"اڇ ڪميٽان..." اوچتو هن ڳالهايو. "ڪيئي اتي به فشري!!"
آءُ وري هن جي ڪلهن تي چڙهي وينس ۽ هن وري سٽين هٽڻ شروع
ڪري ڏني.
"هاءِ رب پاڪ پڙدو... پناهه ...ڏئيوَ." هن صدا هنئي.
"هاءِ رب سات... سلامت ڏئيوَ." مون وراڻيءَ ۾ چيو.
"هاءِ رب پاڪ ... پڙدو... پناهه ... ڏئيوَ."
"هاءِ رب سات.... سلامت..... ڏئيوَ."

هي ورد هلندو رهيو ۽ ماڻهن وٽان همدردي اسان کي پلئہ پوندي رهي، پر گهڻ ڇو تہ هرڪو پنهنجيءَ ۾ ورتل هو. البتہ جن مسافرن اسان کي وڙهندي ڏٺو هو اهي اچرج کائي رهيا هئا تہ هي هاٿي هاٿي ڏاڙهي پٽ ڪندڙ ايتري ۾ ڪيئن نهي ويا. انهن مان هڪڙي مسافر خيرات ڏيندي پڇيو،

"فقير نهي ويو ڇا؟،

"بس بابا سائين، اوهان جو سر سلامت رهي، هن حرامي..." آچر وري گار ڪيندي چيو، جنهن کي هن روڪيندي چيو،

"ڏس ڏس! فقير اجان مڙين نٿو؟"

"سائين آءٌ تہ هاڻي چپ آهيان."

"ٿورو ڪچندس تہ پينسان ٻي ٽنگ نہ پيجي وجهي."مون وچ ۾ ورندي ڏيندي چيو.

"فقير مڙين تہ تون بہ ڪونہ ٿو، اوهين پاڻ ۾ نهندو ڪيئن؟

گاڏي جيئن ئي ڪوڪ ڪئي تہ هن مون کي هوريان لاهيندي چيو،

"ياڳ ٽا آزمايون، الڳ الڳ چڙهون ٽا."

"تون ابو لڳين، تون زور آهين پر هلبو ڪيستائين؟ اڙي ٻڌ تہ سهي، مون وٽ تہ گهوڙي بہ ڪانهي..."

"آءٌ ٻڌل ناهيان وڏيرا، هلڻو اٿئي تہ هل، روهڙي لهنداسين." ائين چئي هو هٿوراڙيون ڏيندو هڪ گاڏي ۾ چڙهي پيو. آءٌ بہ ڪاوڙيس تہ ڏاڍو پر مجبور هئس. لاچار آءٌ بہ رڙهي ساڳئي گاڏي ۾ وڃي چڙهيس ۽ هڪ ڪنڊ وٺي ويهي رهيس. هو اتي اچا تارا ڪنيو ويٺو هو. مون کي ڏاڍي ڪل پئي آئي، پر زوري روڪي نماڻو منهن ڪري ويٺو رهيس.

ان وقت مون کي هن جي حرفت ڏسڻ جو بهترين موقعو مليو. گاڏي جيئن ئي اسٽيشن ڇڏي ڦليلي پار ڪري روهڙيءَ ڏانهن ڊوڙي تيئن هو بہ پاڻ سنيالڻ لڳو ۽ پوءِ چوڻ شروع ڪيائين،

"صاحبو صدقي وڃان اوهان جي سر تان، ڪيڏا نہ حسين ۽ ڪلمڪ هوندا چهرا اوهان جا، اوهان هڪ ٻئي کي ڏسي ڪيڏا نہ خوش ٿيندا هوندا. صاحبو! دنيا جي هر شيءِ نعمت آهي. ماءُ پيءُ، عزيز دوست هڪٻئي کي ڏسي، دنيا جي عجيب ۽ حسين نظارن کي پسي هرڪو ڪيئن نہ پيو ٽڙندو

هوندو. پر صاحبو! جنهن کي ديد نہ هجي ان جو ڇا حشر هوندو! صاحبو اوهين دنيا جي عظيم نعمت سان مالا مال آهيو ۽ آءُ ان عظيم نعمت کان محروم. آءُ محتاج آهيان، معذور آهيان، بي وس ۽ لاچار آهيان، دولت نہ ٿو گهران، مال ملڪيت نٿو گهران، منهنجو فقط هڪ سوال آهي. هڪ ڏهہ رپئي جو سوال آهي. موليٰ جو نانءُ وڏو آهي ۽ ڏهہ ڪا شيءِ ناهي. مٺي محمد ﷺ جي صدقي ڏيو ڏهہ روپيا ..... هن ڳاڏي مان فقط ڏهہ رپئي جو سوال آهي....."

۽ اهڙيءَ طرح هرهڪ پير، ولي، صوفي ۽ سڄڻ جي صدقي تي هو گهرندو رهيو. مسافر پهرين تہ ڪيس ٻڌي رهيا هئا. هن جي جذباتي تقرير کان متاثر ٿي، ساڻس همدرديءَ جو اظهار ڪرڻ چاهين پيا. پر اوچتو ڏهہ رپئي جو ٻڌي سندن ٽپ ئي ٽري پيا نڪ کي موڙا ڏئي ڪنڌ ورائي ٻاهر ڏسڻ لڳا، يا بي تعلق ٿي پاڻ ۾ ڳالهائڻ لڳا يا جيڪي اڪيلا هئا سي اکيون بند ڪري جهوٽا کائڻ لڳا. هاڻي ڪوبہ هن کي ٻڌڻ لاءِ تيار ڪونہ هو.

جڏهن ان انداز سان هو ڪامياب نہ ٿيو تہ هن نعمتون بيان ڪرڻ شروع ڪيون،

" صاحبو! هن ڳاڏي ۾ ڪو امير هجي، رئيس هجي، زميندار هجي، چوڌري هجي يا خان هجي، الله جي نالي تي قربان ڪري ڏهہ رپيا. ڪو شخص هجي، صوبيدار هجي، ڪلتر هجي، اهو سچي سردار جي نالي تي ڪري قربان رپيو هڪ."

ان نموني کي بہ هن گهڻو ئي آزمايو، پر ڏٺم تہ مسافر هاڻي بيزار ٿي رهيا هئا. ڇڙٻ ڏيڻ عيب نہ هجي ها تہ شايد ڪو ڪتر کان وٺي ڪٽي هيٺ ڦٽو ڪريس ها. پر سائل کي نہ جهٽڪڻ کان مطمئن آڇر پنهنجي رٽ کي جاري رکيو ۽ وڏي واڪي پنهنجي سوال کي دهرائيندو رهيو. هاڻي هو ذاتين تي لهي آيو هو.

"صاحبو! هن ڳاڏي ۾ ڪو سيد هجي، ڪو ابڙو هجي ڪو لاشاري هجي، ڪو رند هجي، ڪو لغاري هجي ڪو جت هجي، ڪو سومرو هجي، ڪو ميمڻ هجي، ڪو سہايو هجي، ڪو شيخ هجي، ڪو عقيلي هجي، ڪو خاصخيلي هجي. ڪو ڪوريجو هجي يا ڪيريو ۽ ڪورائي هجي ڪري مٺي

محمد جي نانءُ تان قربان رپيا ڏهہ ...“

”فقير! بابا هاڻي معاف ڪر.“ هڪ مسافر بيزار ٿي نيٺ چئي ڏنو. پر آچر هو جو ڪنهن جي ٻڌي چو ٿو.

”ڪو مخدوم هجي، ڪو ٻکتي هجي، ڪو بيگ هجي يا جتوئي هجي، ڪو ڪنير هجي يا ڪوري هجي..“

مون کي ان تي ڏاڍي ڪل آئي ۽ وات تي هٿ ڏئي ڏاڍو کليس تہ هاڻي هي بدمعاش روهڙي تائين هنن جي جند ڪونہ ڇڏيندو. نہ سنڌ جون ذاتيون ڪٿنديون ۽ نہ هي بس ڪندو. نيٺ ڪنهن نہ ڪنهن وڏي ذات وارو يا ڪمذات سهي، مجبور ٿي هن کي ڏيندو ضرور.

”اڇي فقير، هي وٺ بسم الله.“ واقعي جان ڇڏائڻ لاءِ هڪ مسافر کيس ڏهہ رپيا ڏيڻ لاءِ سڏي رهيو هو. ڏنم تہ هو پکهر ۾ شل هو. اکيون ڳاڙهيون ٻيرا لڳي رهيون هئس. ننڊ ڦٽي هئس شايد، جنهن لاءِ ڪيائين قربان رپيا ڏهہ.

ڏهہ رپيا وٺي آچر جڙتو دعائون وڏي واڪي ڏئي رهيو هو. جنڪ سندس اندر مان ادما ڏئي نڪري رهيون هجن. تندو آدم تي گاڏي رڪي تہ هو لهي ويو ۽ مسافرن اطمينان جو ساهہ ڪنيو. ڪنهن وٽ بہ چڱا تاثرات ڪونہ هئا. پر انهن جي آچر کي بہ پرواهہ ڪانہ هئي. هن جو ڪم ٿي ويو ۽ هن جي بہ ڪوشش ايتري لاءِ ئي تہ هئي.

گاڏي جڏهن روهڙي پهتي تہ اڌ رڙهي هيٺ لٿس ۽ پري پليٽ فارم تي وڃي ويهي رهيس. ڏنم تہ ٿوري دير بعد هو بہ هٿ ناٽ ڪندو مون ڏانهن اچي رهيو هو. تيڏي اک سان مون کي ڏسي وري اکيون بند ڪري ڇڏيون هئائين.

مون کي اهو معلوم ڪري ڪوبہ عجب نہ ٿيو تہ هن حيدرآباد کان روهڙي تائين هڪ سؤ روپين کان مٿي ئاهي ورتا هئا، جيترين اسٽيشنون آيون ۽ جيترا گاڏا هئا ڏهاڪن جا رپيا بہ اوترائي آندائين.

”آچر هاڻي پيٽ پريئہ يا اڃان بہ رڙيون ڪندين؟“

”بس هاڻي گهڻو ٿيو. رات موٽي هلبو. هينئر ٿورو سکر جو چکر هڻنداسين، ماني بہ هوٽل تي هلي کائينداسين. بک ڏاڍي لڳي آهي.“

سکر پهچي سئي ماني کاڌي سين. رڙهندي ٿورو شهر کي بہ گهميوسين

۽ پوءِ چناب ايڪسپريس جي وقت تي موتي وري ٻه روهڙي آياسين. هو هاڻي انڌو ڪونه هو. ماڻهن جهڙو ماڻهو هو. آڪڙ مان ٻانهون لوڏي هلي رهيو هو. البته اڃا منڊو ضرور هئس.

چناب ايڪسپريس ۾ روهڙي کان ڪراچيءَ لاءِ ڏٻو لڳندو آهي، ان ڪري جاءِ وٺڻ ۽ آرام ڪرڻ لاءِ اسين اڳواٽ ئي پهچي وياسين. اڃا ته آهيان غريب ۽ ڏڃڻو ماڻهو، ان ڪري هڪ سيٽ تي پاسو وٺي ويهي رهيس ۽ هو ته بنا ڪنهن هٻڪ جي ميجون مروڙي مٿي برٿ تي سوندڄي سمهي پيو ته جيئن ڪيس ڪير اٿاري ئي نه. مون ته گهڻو ئي سمجهايومانس پر هو ضد ڪري چڙهيو ٻه سيڪنڊ ڪلاس ۾.

چناب آئي، گاڏو ملايو ويو ۽ پوءِ واپسيءَ جو سفر شروع ٿيو. مون کي دل ۾ هر وقت ڌڙڪن لڳي رهي ته ايس- ٽي نه اچي وڃي، ان ڪري ٽڪيٽ وارن مسافرن کي جاءِ ڏئي هيٺ ويهي رهان، پر آچر جي ناراضگي ٻه کڻڻ نه ٿي چاهيم.

نواب شاهه تي گاڏي بيٺي ته ايس- ٽي ٻه اندر هليو آيو. منهنجو ته ساهه ئي سڪي ويو. هن کي ڏسندي ئي اڃا آهستي آهستي اٿيس ۽ رڙهندي ڪاڪوس ڏانهن وڌيس. جڏهن هن جي پرسان لنگهيس ته هن معذور ڄاڻي نظر انداز ڪري ڇڏيو ۽ پوءِ ته مان در وٽ در جي ٽيڪ تي بيٺو رهيس، جيستائين ايس- ٽي گاڏي ۾ موجود هو. مسافر سمجهڻ لڳا ته اڃا گهڻو ويهڻ ڪري ٽڪجي پيو آهيان ان ڪري ساهي پيو کڻان.

هو اڳهور ننڊ ۾ آلوٽ هو ته اوچتو ايس- ٽي هن ڏانهن وڌيو. اٿاريندي ٽڪيٽ جي گهر ڪيائينس. پهرين ته هن اکيون کولي پاسو ورائي ڏٺو پر پوءِ جلدئي معاملي کي ڄاڻي ويو ۽ هڪدم اچا تارا ڪڍي ايس- ٽي کي چوڻ لڳو،

"صاحب! مان نابين آهيان، انڌو آهيان."

مسافرن، جن کيس روهڙيءَ ۾ ويهڻ وقت ڏٺو هو، اهي حيرت ۾ هئا ته هي اوچتو انڌو ڪيئن ٿيو.

"اهو غلط آهي" اي- ٽي ٽورو تاڻي ورتو هئس، ان ڪري چوڻ لڳس، "تون انڌو ناهين، ڪوڙ ٿو ڳالهائين."

"نہ صاحب، آءٌ تہ ڪجهہ بہ ڏسي نٿو سگهان. اوهان خود ڏسو مون کي تہ تارائي ڪونہ آهن، باقي ڏسندس ڇا سان؟"

"تو هاٿي جو اکيون کولي ڏٺو؟" ايس - ٽي تيز ٿي چيس.

چائي چم کان ئي انڌو آهيان. مون نابين کي تنگ ڪرڻ مان اوهان کي ڇا ورندو؟"

"تون دوکيباز ۽ فرادي آهين، مون کي يقين آهي تہ تون انڌو ڪونہ آهين، ٽڪيٽ ڪڍ، نہ تہ ڏنڊ پر."

"صاحب خدا خدا ڪريو...." هو منٿون ڪرڻ لڳو.

"هاٿي بڪ بڪ ڇڏ، بهتر آهي تہ هاٿي ئي ٽڪيٽ وٺ نہ نہ تہ..." ايس - ٽي دڙڪو ڏيندي چيس.

"آءٌ اوهان کي ڪيئن يقين ڏياريان تہ آءٌ انڌو آهيان صاحب، هاٿي منهنجي قسمت. صاحب الله اوهان کي اکيون ڏنيون آهن ڏسو نٿا تہ آءٌ نابين آهيان؟" هو پنهنجن اڇن تارن ڏي اشارو ڪري رهيو هو.

"تون ائين نہ مڙندين. توکي لاڪپ ۾ رکائڻو پوندو." ايس - ٽي کي پڪ هئي تہ آچر انڌو ناهي. پر هو بہ هو پورن ڏينهن جو نڙهہ، سو ڪٿي تو مچي. اصل ۾ ايس - ٽي کي انتظار هو تہ ضرور ٿڪبو ۽ اکيون کوليندو. پر آچر کي سارو ڏينهن اکيون بند رکڻيون پون ها تہ بہ رکي سگهيو ٿي.

"اڙي بابا، هاٿي تنگ نہ ڪر. ڪٿي اکيون کول. ۽ پئسا ڏي تہ آءٌ ٽڪيٽ ٺاهيان." ايس - ٽي نرم ۽ پر اميد لهجي ۾ چئي رهيو هو. "شاباس، شاباس"

"صاحب اوهان کي اعتبار ڇو نٿو اچي تہ آءٌ نابين آهيان! ٻارن ٻچن وارا آهيو، رحم نٿو اچيوَ!" ۽ پوءِ مڙني مسافرن کي مخاطب ٿي چيائين، "صاحبو، آهي ڪو جو هن صاحب کي سمجهائي. ناحق مون غريب، مسڪين ۽ انڌي کي اچي ورائي ورتو اٿس.... اڙي آءٌ نابين ڇا ڪريان، ڪاڏي وڃان، پئسان ڪتان آڻيان، نہ تہ ڪٿي ڏيانس بہ. هو ٻٽڪندو رهيو.

دل ۾ آيم تہ ڪٿي پولهہ پڌرا ڪريانس ۽ ڪريانس بيستو (بي عزتو)

"چڱو ڀلا ٽڪيٽ نہ وٺ، رڳو اکيون تہ کول." ايس ٽي ڳالهہ کي سمجهندي ۽ بان ڪندي هن جي آڏو ڪٿي هٿيار ڦٽا ڪيا.

"سچ!"

"سؤ نيڊي پئسا سچ."

"هي هي هي" هو اکيون کوليندي ڏند ڪڍي کلڻ لڳو. "هلا ٺئي حرام خور، وٺ ٽڪيٽ. تو گهڻن کي بيوقوف بڻايو آهي. جناب هي آهي نابين! جنهن هيترو وقت مٿو هٿايو آهي." ايس - ٽي منهن ۾ گهنج وجهندي چيو. هو پنهنجي ڳالهه تان ٽڙي ويو ۽ مسافرن کي ان عجيب ڍونگ لاءِ ٻڌائي پنهنجي ناڪاميءَ کي لڪائڻ جي ڪوشش ڪرڻ لڳو. "ونين تو ٽڪيٽ يا اڳئين اسٽيشن تي رکانءِ لاڪپ ۾؟"

"صاحب، مان نابين آهيان، انڌو آهيان، معذور آهيان مون کي ڇو ٿا تنگ ڪريو....."

هن وري تارا لڪا ڇڏيا ۽ پوءِ حيدرآباد تائين وري نه کوليائين.

# شيشي جو گهر

گهر ۾ پير پاتم تہ گهرواري کي پنهنجي معمول جيان قدآور آئيني اڳيان وينل ڏٺم. هوءَ هار سينگار ۾ مصروف هئي. گهر مان نڪتو هئس تہ ان وقت بہ ڪيس آئيني آڏو ئي چڙي ويو هئس. آئيني ۾ منهنجي تصوير ڏسي هن مڙي ڏٺو. اڄ هن جي چپن تي سرخي ڪونہ هئي. شايد منهنجي چوڻ ڪي مان ڏنو هئائين. بنا سرخيءَ جي هن جا چپ مونکي حد ڪان وڌيڪ وڻندا آهن. جڏهن هوءَ سرخي لڳائيندي آهي تہ بجاءِ حسين ٿيڻ جي مون کي ڀولي نظر ايندي آهي. بنا سرخيءَ جي هن جو حسن منهنجي دل ۾ ڪپي ويو هو ۽ منهنجي دل ۾ هنجي ويجهو سري آئي. بي ڌڙڪ منهنجي چپن تي مرڪ اچي وئي.

"چو ڪلين ٿو؟" هن اکين ۾ ڪجل پائيندي چيو.

"تنهنجو حسن پُر ڪشش ضرور آهي پر بي مثال ناهي پرين." هن جي ڇهري ۾ اکيون ڪپائيندي چيم.

"چگو مٿو نہ هڻ." هن رکائيءَ مان چيو.

"آءٌ نٿو هٿان ہر تنهنجي وڏين اکين لاءِ ٿو چوان." مون ٿورو چيڙائيندي چيو.

"پر تنهنجا گيت وري ڪهڙا مور آهي!" هن نڪ کي موڙو ڏئي چيو، "ڪڏهن پاڻ کي بہ ہڏو اٿئي؟"

"سوال جو اهو جواب تہ ڪونهي پرين! چنڊ ڪيڏو نہ حسين آهي...."

"ها آهي."

"پر بي نور ۽ محتاج آهي."

"بلڪل نہ" پر آءٌ ائين نٿو چوان تہ تون سهٽي نہ آهين — آهين تہ سهي، پر سؤ في صد ناهين." مون پنهنجي شرارتي رڳ تي قائم رهندي چيو.

"تنهنجو مطلب ڇا آهي — چوڻ ڇا ٿو گهرين؟" هوءَ بيزاريءَ مان پڇي رهي هئي.

”حسين آهي چاهت، حسين آهي شهرت ۽ حسين آهي ڪشش جنهن ڪي تون چاهين ٿي (پاڻ ڏانهن اشارو ڪندي چيم) ڇا اهو تو لاءِ حسين نہ هوندو؟ پر تنهنجي ان چاهت کي ڪو بيو بہ تہ چاهيندو هجي...!“

”تون فلسفي ڪڏهن کان ٿيو آهين ۽ دماغ سوزي ڪڏهن کان سکيو آهين؟“ هن منهنجي ڳالهہ کي اڌ ۾ ڪٽيندي چيو.

”هي فلسفو ناهي ڇري ۽ نہ منطق آهي. جڏهن بيزار ٿئين تہ ڪٿي مڪ هٽجانءِ پر حقيقت کي ٻڌ ضرور.“

”هينئر وري کهڙي راضي آهيان. زوري پيو ٻڪ منهنجي ڪنن ۾ پرين.“

”تنهنجا ڪن ربڙ جا تہ آهن ڪونہ جي ڦاٽي پوندا. ڀلا سچ پچ ناراض بہ آهين ڇا؟“ ڪلندي پڇيومانس.

”نہ، دل تہ ڏاڍي بهار پئي ٿئيم...!“هن غصي جو اظهار ڪندي چيو.

”نہ! ٺيڪ آهي. اڃان سنجيده ڪانہ ٿي آهين.“ مون تنهنجي سوال جو جواب پئي ڏنو،“ اهو ضروري نہ آهي تہ تنهنجي چاهت کي ڪو بيو بہ ساڳيءَ نظر سان ڏسندو هجي. ۽ اڄ تائين اهڙو بشر ڄائو ئي ڪين آهي جيڪو هر ڪنهن کي هڪ جيتري ڪشش ڪندو هجي. شهرت تہ اڄايو انسان کي پاٽيءَ مان بہ ڪڍندي آهي......“

”اڄ مرضي ڇا اٿئي؟“ هن بيزاريءَ مان وري پڇيو. ”آءٌ ان لاءِ مثال بہ پيش ڪري سگهان ٿو تہ شهرت بہ حسن ۽ ڪشش ۾ وڏو حصو ادا ڪيو آهي.“ ٿورو ترسي وري چيم، ”قلوپطره ٻڌي هوندءِ، بي حد حسين هئي. ڇا ان دؤر ۾ ۽ ان سر زمين تي ڪو بيو هن کان بہ وڌيڪ حسين نہ هوندو؟ ان کي بہ ڪٽي ڦٽو ڪر. پر جنهن کي هوءَ پاڻ چاهيندي هئي، اهو تہ ڪائنس وڌيڪ حسين هئڻ گهرجي....“

”ٺيڪ آهي.“ هن منهن پاسيرو ڪندي چيو.

”سهڻي تہ جيڪولين بہ آهي. ڇا سڄي آمريڪا ۾ هن کان وڌيڪ ڪا حسين نہ هوندي.؟ بس، هن کي فقط شهرت آهي ۽ نسبت بہ وڏن ماڻهن سان رهي اٿس.“ مون ٿورو رڪجي وري ڇوڻ شروع ڪيو. ”ڪالهہ حسينہءِ عالم جو فوٽو اخبارن ۾ ڏٺو هيئي. واقعي حسينہءِ عالم اهائي ڇوڪري هئي؟ ان کان وڌيڪ حسين پوري دنيا ۾ ڪاٻي هئي ٿي ڪانہ ! هي سڀ دوکو آهي،

فريب آهي منهنجي پياري، چؤنرن ۾ جهوپڙين ۾ به اهي موتي پيا آهن جن جو ڪن تورن ڪي ئي پتو هوندو.“

”پر جيئن ته اهي غريب آهن ۽ ساڳئي وقت عزت نفس جا به دعويدار آهن. اهي ان طرح ٻاهر نڪري نه سگهندا آهن. گنجي ۽ نِڪر پائي دنيا آڏو اچي نه سگهندا آهن، پنهنجي جسم ۽ عضون جي ماپ- ٽيسٽ ڏئي نه سگهندا آهن، جج حضرات کي پنهنجي دام ۾ ڦاسائي شهرت جو سرٽيفڪيٽ وٺي نه سگهندا آهن ۽....“

”الله منهنجي توبه، جند ڇڏيندين به يا نه، ڇو تو مغز کپائين، ڪا ٻي ڳالهه به اٿئي!“ هن بنه بيزاريءَ جو اظهار ڪندي آئيني جي پچر ڇڏي ۽ اٿي ڪڙي ٿي. پر مون ته اڄ ڪيس بيزار ڪرڻ جو فيصلو ئي ڪري ڇڏيو هو ۽ ان طرح ڪيس پيار ڪرڻ ٿي چاهيم. ڇو ته بيزاريءَ ۾ پيار جو حصو وڌي ويندو آهي. پنهنجي ڳالهه کي جاري رکندي چيم،

”ڏس! تون به ته گهٽ ڪانه آهين. انهي حسينهء عالم ڇوڪريءَ کي جيڪر تنهنجي پيرن ۾ به ويهڻ نه ڏيان...“

”پر تو مهانڊي جي چونڊ سان ڇا تو ٿئي!“

”پنهنجي دل تي هٿ رکي ڏس ۽ پوءِ ان حسينهء عالم کي به ڏس! کهڙيءَ ڳالهه ۾ هوءَ توکان وڌيڪ آهي. پر آءٌ توکي ڪٿي ٿو ان انتخاب ۾ اچڻ ڏيان......“

”وڃي به ڪير ٿو!“

”ان لاءِ ته پوءِ تون منهنجي نه رهندينءَ، توکي نظر لڳي ويندي....“

”ڇڏ، هرويرو ٽپائيم نه.“

”پوءِ تپين ڇو ٿي ٽوڪيندي چيومانس، ”دنيا هڪ وڻ مثل آهي. تمام وڏو وڻ. ان درخت ۾ لکن ڪروڙن جي انداز ۾ ميوو بيٺو آهي. ڪو ڪمزور ٿي، طاقت پوري نه ملڻ سبب ڪري پوي ٿو. ڪنهن تي هوائن ۽ موسمن جو اثر ٿئي ٿو ۽ اهو ڪِنو ٿي وڃي ٿو. ڪن تي اس ۽ گرميءَ جو اثر پوي ٿو. اهي ڪارا ٿي وڃن ٿا. رنگ بدلائي وڃن ٿا. ڪي هيٺ هميشه ڇانوَ ۾ بيٺل آهن. اس ۽ گرميءَ کان بچيل آهن. هوائن ۽ خراب موسمن کان به بچيل آهن. اهي ڏاڍا وڻندڙ ۽ پيارا آهن، صحتمند ۽ توانا آهن. پر آهن ته سڀ ان

وڻ جا ئي ميوا. پوءِ ڇا هڪڙوئي ميوو اهڙو سندر ۽ وڻندڙ هوندو پياري! اتي تہ هڪ ئي وقت هزارين، لکين حسين ۽ پرڪشش داڻا هوندا. فرق صرف اک جو آهي، دل ۽ چاهت جو آهي. ڪشش ۽ خيال جو آهي...“

”خدا جي واسطي من جند ڇڏين. مون کي تنهنجي ان بحث ۾ ذرو بہ مزو نٿو اچي.“

”مولائڻ! تون بادشاهہ زادي هجين ها، ناز ۽ انداز سان پلجين ها، تہ پوءِ تو ۾ ۽ شهزادي اين ۾ ڪهڙو فرق هجي ها. يا جيڪڏهن هوءِ تنهنجي جاءِ تي هجي ها تہ ڪير پڇيس بہ ها! پوءِ ڪٿي ڪيڏي بہ حسين ڇو نہ هجي ها. بس وقت ۽ حالتون ڪنهن کي فرش تان کنيو عرش تي پهچائين ۽ ڪن کي تہ کوہ جي تري ۾ وڃيو ڦٽو ڪن. تون ۽ آءٌ پوئين ٽولي جا رڪن آهيون.“ ساهہ کڻي وري ڇيڙ،

”مغل گهراڻو اسريو ۽ صدين تائين ان جي ڌاڪ ڪروڙين انسانن جي دلين تي نقش رهي. انهن جون شهزاديون بہ حسين هيون ۽ اهي پاڻ بہ عاقل هئا. پر جڏهن اهو دؤر ختم ٿيو تہ هاڻي اهي آهن ڪٿي؟ ڇا اڄ بہ انهن ۾ حسين ترين ماڻهو نہ هوندا. عاقل، منصف نہ هوندا پر جيئن تہ هاڻي هو شهزاديون ۽ شهزادا نہ رهيا آهن ان ڪري ڪين ڪير نہ پڇي ٿو ۽ نہ خبر ئي آهي تہ اهي ڪٿي آهن ۽ ڪهڙي حال ۾ آهن.“

”ڏس! مون گهڻو ڪجهہ برداشت ڪيو آهي. مون کي هرويرو تنگ ڇو ٿو ڪرين، نہ تہ...“

”نہ تہ ڇا! نہ تہ ائين چوندينءَ تہ تون بہ ڪنهن وڏي گهراڻي سان تعلق رکين ٿي. پر ہدي ڇڏ، اڄ مون کي اهو ثابت ڪرڻو آهي تہ...“

”تہ ڇا؟ بڪ!....“

”تہ... تہ... تون ئي آهين حسينہءِ عالم. دنيا دوکي ۾ آهي. انهن کي ڪهڙي خبر تہ تون ڇا آهين. ڪٿي آهين ۽ ڪهڙي دل ۾ لڪل آهين! پر نہ...نہ... آءٌ اڄ اهو بہ ثابت ڪندس تہ صرف تون حسين نہ آهين. تو جهڙيون ۽ توکان وڌيڪ هزارين لکين جيون هن دنيا ۾ موجود آهن جن کي حسن جا مجسما چئجي تہ وڌاءُ نہ ٿيندو. پر اهي بہ دلين ۾ لڪل آهن. اکين جي ڇپرن ۾ محفوظ آهن. انهن کي ڪنهن بہ نہ ڏٺو آهي تہ اهي ڪٿي آهن.

پر مان تہ چوندس تہ....."

"ها ها بڪندو وڃ، توکي ڪير ٿو روڪي سگهي." هن انتهائي درجي تي پهچي بيزاريءَ جو اظهار ڪندي چيو ۽ منهن ڦيري ويهي رهي.

"پياري، ايتري رڪائي بہ ڪا توکي سونهين ٿي! جڏهن تون وات کي مشين وانگر هلائيندي آهين تڏهن آءٌ ڪيئن نہ ڪنن ۾ آڱرين وجهڻ کان سواءِ سڀ ڪجهہ ٻڌندو ۽ برداشت ڪندو آهيان. پر يقين ڄاڻ، ڪڏهن بہ بيزار نہ ٿيو آهيان.

تڏهن هوءَ ڪجهہ مشڪي، سڌي ٿي ويٺي بلڪل اصلي حالت ۾، جنهن ۾ هوءَ مون کي بي حد حسين ۽ پياري لڳندي آهي.

"منهنجو خيال آهي تہ هر جواني حسين آهي من ! ها هر جواني ۾ ڪشش آهي ۽ چاهت آهي. توکي ڪير ڏسي وٺي تہ ان جي دل ۾ ڪهڙا نہ جذبا اٿندا ! واچ ٿي گودو ٿي ويندس! اکيون ڦاٽي وينديس. دل جي ڌڙڪن تيز ٿي ويندس! ان ڪري انهن بيوقوفن کي گهرجي تہ هر جوانيءَ کي حسينہءِ عالم قرار ڏئي ڇڏين قصو ئي ختم."

"خوب! واهہ وا، ڪيڏو نہ سهڻو خيال آتي." هاڻي هوءَ ٿورو ٿورو ٽوڪڻ لڳي، "پر تون پهرين آرسي ڏسي پوءِ وري اها ڳالهہ ڪر." هوءَ کلڻ لڳي،. "تون فنڪار ٿئين تہ ڇا ٿي پيو.. دنيا ۾ لکين فنڪار پيا آهن."

"پر مٺي! انهن کي مون وارو سوز ڪٿي! انهن وٽ مون وارو پيار بہ نہ هوندو. انهن کي مون وارو درد بہ نہ هوندو. ڇا هنن وٽ ڪشش ۽ آس ٿي سگهي ٿي؟" مون ٿورو جوش ۾ ايندي چيو، "ٻڌاءِ انهن کي پنهنجي مٺيءَ سان ايڏو پيار هوندو!"

"وقلين چو ٿو. تانسين کي مشهور ڪيو وقت ۽ حالتن. ڇا ان دؤر ۾ ڪکن ۽ جهوپڙين ۾ ڪئين تانسين نہ پيا هوندا! بس، انهن کي وقت ۽ حالتن سات نہ ڏنو هوند، فن محدود نہ هوند آهي ۽ هر فن ۽ فنڪار کي پنهنجي پنهنجي ڪشش هوندي آهي. انهن ۾ پيٽ تہ ڪري ئي نہ ٿي سگهجي."

راءِ ڏياچ بہ تہ فن تي سر ڏنو هو." هن مون کي منهنجي فن تي ٽوڪڻ شروع ڪيو هو.

"هشام جي پٽ حڪم بادشاهہ هوندي بہ هڪ غلام زرياب ڳائڻي جو

شهر کان ٻاهر نکري استقبال ڪيو ھو! ڇا اھو آڏرياءَ غلام جو ھو يا فن جو ھو؟ جيئن تہ ھر گيت ۾ سنگيت کي پنھنجي ڪشش ھوندي آھي، ھر سر ۾ آلاپ کي پنھنجي چاھت ھوندي آھي. ان ڪري ھر فن کي لاجواب يا بي مثال چئي نٿو سگھجي!" ھوءَ پھرين جا خاموش ۽ بيزار ھئي تنھن ھاڻي مون کي گنگ ٿيڻ تي مجبور ڪري ڇڏيو ھو.

"البتہ ھر فنڪار کي انفرادي حيثيت ڏئي سگھجي ٿي، ڇو تہ ھو الڳ جسم ۽ شڪل وشباھت رکي ٿو ۽ انداز ادائگي بہ ھن وٽ نرالي ھوندي آھي!!" ھن اچا بہ وضاحت ڪندي چيو.

"ان جو مطلب اھوئي ٿيو تہ حسن محدود نہ آھي." مون وضاحت ڪندي چيو،

"ھا، ھر ڪنھن حسين کي پنھنجي انفراديت آھي، پنھنجي ڪشش ۽ چاھت آھي."

"بلڪل درست!" ھن ھڪدم چئي ڏنو.

"ان ڪري ڪنھن کي حسينہءِ عالم ڇو ٿو قرار ڏنو وڃي ۽ ڪنھن کي عظيم فنڪار ڇو چوڻ گھرجي." ٿورو ترسي وري چيم، "حسين ماڻھو پاڻ نہ ھوندو آھي، حسين تہ دل ھوندي آھي. تون منھنجي دل ۾ آھين ۽ منھنجي لاءِ توکان وڌيڪ دنيا ۾ ڪو بہ حسين ناھي پياري!"

ھوءَ مون کي عجيب نظرن سان ڏسڻ لڳي. مون ھن جي ڳالھہ کي نئي نئين انداز ۾ پيش ڪيو ھو، "مان سچ ٿو چوانءِ من! منھنجي دل ۾ ليئو پائي تہ ڏس !! آئينو توکي صحيح حسن ٻڌائي نہ سگھندو. تون ڪيتري حسين آھين سو منھنجي دل کان پڇ، ڏيکاريانءِ ڪيئي!"

ھوءَ مشڪي ۽ ھن جي مشڪ ڇپن تان ترڪي منھنجي دل ۾ لھي ويئي.

"راڻي! تون حسن جي پري آھين، تون حسينہءِ عالم آھين. تون آسماني حور آھين." مون ھن جي ويجھو ٿيندي چيو، "منھنجي دل بہ تہ تنھنجي ئي حسن سان حسين آھي."

ھوءَ مشڪي منھنجي اکين ۾ ڏسڻ لڳي.

"ان ۾ فنڪاري تہ نہ آھي؟" پڇڪيائين.

"نہ" حقيقت ظاھر ڪيم

ھن جي اکين ۾ چمڪ پيدا ٿي ۽ منھنجي دل جو ڪنول ٽڙي پيو.

# درد جي پچاڙي

رمزو زندگي ۽ موت جي ڪشمڪش ۾ ٻڏ تر هو. جڏهن هو هوش ۾ آيو ٿي ته گهر جي مڙني ڀاتين کي هوش ٿي آيو، ورنه سمورا هوش وڃائي ويٺا هئا. حڪيم ور ور ڪري خبر ورتي ٿي ۽ دوا بدلائي ٿي، پر مريض جي حالت جيئن پوءِ تيئن وئي ٿي وڌيڪ خراب ٿيندي. هن کي ڳاٽي ڀڳو بخار پوري زورن تي هو. جيئن ته گهر جي ڪنهن به ڀاتي کي هن تپ جي ڪابه خبر نه هئي تنهن ڪري هر ڪنهن ائين ٿي چاتو ته شايد ڪنڌ نڪاءِ ڏئي پڄي پوندس. سڄي گهر تي موت جهڙي خاموشي ڇانيل هئي. شايد اميدون لاهي فقط هنجي موت جو ئي انتظار ڪري رهيا هئا.

صرف رمزوءَ جي جيجل ماءُ ئي هئي جنهن جو ساهه نه هيٺ هو نه مٿي. هن کي اڻ تڻ لڳي پيئي هئي، اڪيون ڀنل هئس، ڪائڻ پيئڻ وسري ويو هئس. نه ڪنهن سان ڳالهايائين ٿي ۽ نه ڪنهنجو ڳالهائڻ ئي پسند هئس. فڪر صرف اهو هئس ته رمزوءَ جي زندگي ڪيئن بچي سگهي ٿي. آئي وئي جي صلاحن تي خير خيراتون ڪيون هئائين. لڪ ڪيرايا هئائين، پيرن تي پڙ باسيا هئائين، پر پريان جو اچان امر ئي ڪونه ٿي ٿيو. قابل حڪيمن جي علاج هيٺ رهڻ ڪري مائٽن کي هاڻي بلڪل نااميدي اچي ورايو هو ته ڀيو ڪهڙو ويچ ٿي سگهي ٿو، جو هن جي حياتي ملڪ الموت جي چنبي مان ڇڏائي سگهجي.

رمزوءَ جي ماءُ کي اچ ڪنهن هي صلاح ڏني ته هوءَ پنهنجي ننهن ڪان خشرائي جا هميشه رمزوءَ جي ڏاڏاين جو شڪار پئي رهي آهي. پڊڙي زار و زار ياڳل آڏو روئي ليلڙائي رهي هئي،

"ياڳل ! ڏيءَ، رمزو کي بشڪ (بخش) ڪر. منهنجي هنن اڇن وارن ڏي ڏس. اهو سڄو سارو اسان جو ئي ڏوهه آهي، رمزو بي ڏوهي آهي، هن

جيڪي ڪجهہ توسان ڪيو آهي اهو اسان جي ئي غلط نيباج جو نتيجو آهي."
هوءَ نڪ صاف ڪندي ۽ سڏڪندي چئي رهي هئي.

"امان توکي تہ سڀ ڪجهہ خبر آهي، ڏارين تہ آهين ڪانہ، پنهنجي آهين، ڪجهہ ٻڌو هوندءِ ۽ گهڻو ڪجهہ ڏٺو اٿيئي. رمزو اسان جو دين دنيا ۾ هڪڙوئي پٽ آهي. الله شال حياتي بشڪيس (بخشيس) شال جواٽي جماٽي ماٽي؛ ۽ ساجهہ ڏئيس، جڏهن ڄائو تہ بلڪل ڪمزور هو. ڇهن سالن تائين تہ کير بہ بوتل ۾ پيئندو هو. هو اسان سڀني لاءِ اکين جو ٺار هو. هر ڪو هن تان هزار جان پيو صدقي ڪيندو هو."

"امان، حد کان وڌيڪ پيار بہ تہ ٺيڪ نہ آهي. تنهن ڪري رمزو نٺر، بي چيو ۽ ضدي ٿي پيو. هن جو هر انگل اسان لاءِ اڻ ٽر هو. اسان مان ڪو نہ ڪو ڀاتي ضرور هن جو پاسو وٺندو هو، "ڏيوس ڪٿي، هي ٻنڍ اصل ڪين ڇڏيندو."

"ڀلي کير جي مٿان زيتون ڪاءُ تہ ڦٽي پوين!"

"حرڪت ڇڏين نٿو، تنهنجي تہ شل ٻيڙي ترنئي،"

"ڏاڪڻ تي نہ چڙهہ، ڀلي تہ ماڻهين جو ڪنڌ ڀڃنئي" يا وري "رمزو جا ٻيءَ حيدراٻاد (حيدرآباد) ڇو نہ ٿو وٺي وڃينس، هلندو تہ پنهنجي پيرن سان."

پٽس چوندو هو، "مون کي تہ آفيسن جا ڪم آهن. هي گهنڊٽي مون سان ڪٿي هلندي. مون کي تہ ڪم ڪرڻ بہ ڪونہ ڏيندو."

پر آخرڪار جيت رمزوءَ جي ئي ٿيندي هئي. اگر ڪاوڙجي پوي تہ بہ ويچارا مائٽ مٺا، گهر جا ٽڙ ٽپڙ ئي ڀڃي ڪٽي ڀور ڪندو هو.

اهوئي سبب هو جو رمزو پڙهيو تہ ڪونہ، ويتر هو خراب سنگت ۾ ايندو ويو. نتيجو هي نڪتو جو چوڌ طرف کان دانهون اچڻ لڳيون. پوءِ تہ هو اسان لاءِ رحمت بدران زحمت بنجي پيو هو."

ٻيڙي، ڀاڳل کي چئي رهي هئي،"بس جيجل، پوءِ تہ ماڻهن کي چوندا هئاسين، "اجا ٻار آهي، ڇوڪراٽي پوتي جهڙي ڏوتي تهڙي نہ ڏوتي." پاڻيهي ٺيڪ ٿي ويندو. پر هن جي ڪن تي جونءِ بہ ڪانہ ٿي سري."

ٻيڙي هاڻي چپ ٿي ويئي، لڳاتار ڳالهائڻ ڪري ايساهي ٿي پئي هئس، ٿورو ترسي وري آهستي چوڻ لڳي، "ڏيءُ کير ائين گهرندو تہ منهنجو اولاد

نرجو هجي. آخر اما صلاح ملي تہ هن جو هڪڙو ئي علاج صرف شادي آهي. تنهن ڪان پوءِ هو پاڻيهي نيڪ ٿي ويندو. نيٺ اما رٽ بہ عمل ۾ آئي، پر تو ڏٺو تہ اٿلندو اهو سمورو بار توتي اچي ڪريو." حقيقت جاري رکندي چيائين،

"جس آهي ڌيءُ تو کي، خدا شل تو جهڙيون ڌيئڙون ڏيئڙون جڳ کي ڏئي، تو ڪڏهن ہاڦ بہ ہاهر نہ ڪيي."

" ياڳل!! مظلوم جو صبر بہ نيٺ ڪونہ ڪو طوفان آڻيندو آهي. رمزو کي سندس ڪڌن ڪرتوتن جي سزا ملي رهي آهي. مگر، مگر منهنجي مامتا! منهنجي مامتا!! اهو ڪيئن پسند ڪندي تہ دين دنيا ۾ هڪڙوئي پٽ سو بہ نپٽيو هجي. ڌيءُ هن کي معاف ڪرينس، نہ تہ منهنجو موت هن ڪان بہ وڌيڪ خراب ٿيندو، آءُ موت ڪان ڊڄان تہ نہ ٿي پر اهو بار سهڻ منهنجي وس ڪان ٻاهر آهي." ڪنڌ مٿي ڪندي چوڻ لڳي،

"پياري ڌيءُ! هن توسان ڇا ڇا نہ ڪيو آهي؟ پر تون هن کي بَدي جو بدلو نيڪي سان ڏينس، هن کي ڌيءُ معاف ڪرينس. تومان مون کي اهائي اميد آهي ياڳل! جيئن توکي پٽ "سجڻ" ۽ "عزيز" پيارا آهن تيئن هيءَ جندڙي مٺي بہ "رمزوءَ" کي پيار ڪري ٿي. چريو ڪريو آهي تہ وري بہ جگر جو ٽڪر آهي. هنن معصومن جي صدقي هن کي معاف ڪر."

ياڳل، جا هيستائين چپ ويٺي هئي، هن ڪان هاڻي رمزوءَ جي ماءُ جي حالت ڏٺي نہ ٿي. مگر ڏکي رهي هئي، پنهنجن معصومن ڏانهن نظر ڪيائين، جي بي خبر ستا پيا هئا. هن کي انهن جي چهري مان رمزوءَ جو معصوم چهرو بہ نظر آيو. آهستي آهستي قدم کڻندي هوءَ ٻاهر نڪتي، ورانڊي ۾ آئي جت رمزو کٽ تي بيهوش پيو هو، اوڙي پاڙي جون عورتون جي ان وقت اتي ويٺل هيون، ياڳل جي عجيب حال ڏسي رهيو هيون، جا رمزوءَ جي کٽ جي پيرانديءَ ڪان اچي ويٺي هئي.

آهستي آهستي ياڳل جا ڏڪندڙ هٿ آسمان ڏانهن کڄڻ لڳا. هوءَ بارگاهہ رب العزت مان رمزوءَ لاءِ دعا گهري رهي هئي. نيڻن مان ڳوڙها ٽم ٽم ڪري دامن تي ڪري رهيا هئس. پيڙي بہ هاڻي پهچي وئي هئي ۽ اچي رمزوءَ جي سيراندي پر تي ويٺي. هن جا ڏڪندڙ هٿ بہ آسمان ڏانهن کڄڻ لڳا. هيءَ حالت هين ڪان بہ ڏٺي نہ ٿي، اهي بہ سري اچي رمزوءَ جي کٽ جي چوڌاري

مڙي بيٺا. هاڻي سيني جا هٿ هڪ ئي تار ۾ ٻڌل هئا. اوچتو رمزوءَ جي ماءُ جي اکين مان ڳوڙها ٽمڻ لڳا ۽ هي گلاب جو پاڻي رمزوءَ جي چهري تي ڪرڻ لڳو.

انهيءَ وقت رمزو کي ٻه هوش آيو. اکيون کولي ڏٺائين، مگر هن کي ڪجهه ٻه سمجهه ۾ نه آيو ته آخر هي ڇا ٿي رهيو آهي. اوچتو هن جي نظر وچي پاڳل تي پيئي، ته ان جي مظلوم تصوير هن جي ذهن ۾ ڦرڻ لڳي. آهستي آهستي هن جا هٿ ٻه فضا ۾ ڪڇڻ لڳا، زبان هلڻ لڳي مگر گنگ هئي. هن کي پنهنجي زندگيءَ جي پوري تصوير ذهن تي تري آئي. اکين ۾ ڳوڙها چلڪڻ لڳس ۽ پوءِ لارون ڪري وهڻ لڳس.

مٿان رحمت جا ڪڪر وسي رهيا هئا ۽ هيٺان ظلمت جا ڪڪر خالي ٿي رهيا هئا. مٿان شفا جي بارش پئي ٿي، ته هيٺان گناهه جون لاتريون نڪري رهيون هيون. اکڙين هن گنهگار چهري کي دوتو پئي ۽ اکڙين ئي ڪجرو پاڻي ڪڍيو پئي. عجيب حالت هئي، سڀ روئي رهيا هئا، سڀ دعا گهري رهيا هئا، ڳلن تان ڳوڙهن جو بوندون ڪري رهيو هيون، مگر سڀ خاموش هئا. خاموشي ٻه ڪهڙي، جهڙي ڪنهن قبر تي وچي فاتح پڙهبي آهي.

اوچتو هن قبر مان هڪ نحيف آواز نڪتو، "پاڳل! منهنجي پاڳل! مون کي معاف ڪر."

هيٺائي جي ڪري رمزو ان کان وڌيڪ ڪجهه ڳالهائي نه سگهيو. مگر جلدي رمزوءَ جي طبيعت سڌرڻ لڳي ۽ ٿورن ئي ڏينهن ۾ هو چاڪ چڱو ڀلو ٿي ويو. پر هاڻي رمزو اهو رمزو نه رهيو هو. ان جي اکين ۾ نه اها وحشت هئي ۽ نه اها چنگيزيت. هاڻي هو هڪ شريف انسان ۽ محبت جو مجسمو هو.

# پير پلو، ويساهه پلو

"ادي، هي ڪير ماڻهو آهي ۽ هتي ڇو ويٺو آهي؟"
"ڇريا اهو فقير آهي."
"فقير ڪير ٿيندو آهي ادي؟" مون وري حيرت مان پڇيو.
"هاڻي مٿو نہ کاءِ، توکي تہ رڳو پڇ پڇان لڳي پئي آهي." آءُ چپ ٿي ويس. جڏهن پئي ڏينهن وري اتان لنگهياسين تہ ساڳئي فقير کي ساڳي حالت ۾ ويٺل ڏٺم. ۽ جڏهن کان اتان لنگهڻ شروع ڪيو هئم تڏهن کان هن کي انهيءَ حالت ۾ ڏسندو آيس. ميونسپل ڦونهاري وٽ، وڏي اسپتال جي آڏو. فقير ڪٻو ٿيو صبح شام ساڳيءَ حالت ۾ ويٺو رهندو هو ۽ وڏي ڳالهہ تہ مٿان سوڙ بہ اونهاري سياري پئي هوندي هئس. ٿورو پريرو هڪ جست جو کٻيل گلاس، ڇنل دٻڪي، پراڻو ڪنا پڳل لوٽو، ۽ گودڙي وغيره پکڙيا پيا هوندا هئا.
"امان ٿي چيو تہ فقير خيرات پنندا آهن، پوءِ هي خيرات ڇو نٿو وٺي ادي؟" مون کان رهيو نہ ٿيو وري بہ اديءَ کان پڇي ويٺس.
"ڇريا هي اهو فقير نہ آهي، هي تہ درويش آهي." اديءَ مٿي تي هٿ رکندي چيو.
"درويش ڪير ٿيندو آهي ادي؟" مون وري حيرت مان پڇيو.
"ديو ٿيندو آهي." ادي وري بہ ڪاوڙ مان وراڻيو. آءُ هيسجي ويس. پر دل نہ رهي. ٿوري دير بعد وري پڇيم.
"پر امان چوندي آهي تہ ديو ماڻهو کي ٻہ کائي ويندا آهن. هي بہ ماڻهو

ڪائيندو آهي ادي؟" آءُ اديءَ ۾ لکڻ جي ڪوشش ڪري رهيو هوس.
"چريا درويش ديو ڪونہ ٿيندا آهن. هو تہ سٺا ماڻهو هوندا آهن." ادي وري نرم ٿيندي وراڻيو.
"بابا ڪي بہ ماڻهو سٺو ڪونہ ٿيندا آهن، اهو بہ درويش آهي ادي؟"
"هاڻي بڪ ٿون سر ڪائيندين، چپ ٿئو ڪري هلين!" ادي هلڪو ٺڪو ڪڍائيندي چيم ۽ آءُ هڪ ڀيرو وري چپ ٿي ويس.
آءُ اسڪول ۾ ٻيو درجو پڙهندو هئس ۽ ادي وري وڏي اسڪول ۾ پڙهندي هئي. منهنجو اسڪول اديءَ جي رستي تي هو، ان ڪري ايندي ويندي پاڻ سان گڏ وٺيو ايندي هئي. امان روزانو اديءَ کي چوندي هئي تہ ٻارڙي جو خيال رکندي ڪر. ان ڪري ادي پاڻ بہ گهڻو ٻائيندي هئم، پر ساڳئي وقت هر ڳالهہ تي ڇيڀندي بہ رهندي هئي.
ٽئين ڏينهن جڏهن فقير وٽان لنگهياسين تہ ڏٺم بہ هڪ ماڻهو بيٺو فقير کي چيلهہ تي زور ڏئي رهيو هو ۽ ڪجهہ مرد ۽ عورتون پاسي کان وينا هئا.
"ادي! امان چيو تي تہ بابا ڪي ماڻهو ان ڪري سٺو سڏيندا آهن تہ هو ماڻهن جا ڪم ڪندو آهي انهن سان سٺو هلندو آهي. پر هي تہ ادي، رڳو هڪ هنڌ بيٺو ئي بيٺو آهي!"
"اڙي چريا هي سٺو ماڻهو ناهي! نہ ڪنهن سان وڙهي، نہ ڪنهن کي تڪليف پهچائي. بس پنهنجو منهن وٺيو بيٺو آهي."
مون ڪنڌ ڌوڻي ها ڪئي. مون کي بہ ڳالهہ سمجهہ ۾ اچي وئي هئي.
شام جو ادي جون سهيليون رخسانہ ۽ فرزانہ آيون ۽ ايندي ئي ادي کان پڇيائون،
"هن چرئي تہ تنهنجو دماغ ئي خراب ڪري ڇڏيو هوندو؟"
"ان ۾ ڪهڙو شڪ." ادي مون ڏانهن نهاري کلندي چيو ۽ پوءِ سڀ ٽهڪ ڏئي کلڻ لڳيون. مون کي ڏاڍو ڏک ٿيو. ان ڪري آءُ آهستي آهستي ٻاهر نڪري آيس ۽ وڃي امان جي پير ۾ ويهي رهيس. اڃان ٻہ ٽي منٽ بہ نہ گذريا تہ وري ادي سڏ ڪيو. مون کي خبر هئي تہ هوءَ مون کي چريو تہ سڏيندي آهي پر هڪ پل بہ پاڻ کان جدا نہ ڪندي اٿم. ٻائيندي بہ ڏاڍو اٿم. پر چريو ڇو سڏيندي آهي؟ آءُ ڊوڙي ادي وٽ پهتس تہ ٻانهن کان ڇڪي چمي ورتائين ۽ پوءِ پڇڻ لڳم.

"چريا وري ڪيڏانهن ويو هئين؟"
اڃان مون جواب ئي نہ ڏنو تہ رخسانہ پڇيو.
"اڄ قلفي ڪاڏي اٿئي؟"
"نہ" جهٽ وراڻيم، ان آسري تي تہ من ڪو بلو ٿئي.
"اڃي هي وٺ، قلفي ڪاءِ." ادي بہ آنا ڏيندي چيم، "۽ جلدي موٽي اچ."
آءٌ خوشي خوشي ڊوڙي ٻاهر نڪتس ۽ پري کان چوُنڪ تي ويٺل قلفي واري کي بہ آنا اڇلائيندي چيم،
"رسولا جلدي ڪر بہ قلفيون ڪرائيم."
"پنهل، اڄ چو دير ڪيئي؟" هن قلفيون ڏيندي چيم.
"جڏهن پئسا ملندا ڪين." ۽ آءٌ پنهي هٿن ۾ بہ قلفيون کڻي واپس موٽيس تہ هڪڙي در وٽ ڪري پيم. پهرين هيڏانهن هوڏانهن نهاريم. ڏٺم تہ ادي جن مون کان بي خياليون پنهنجين ڳالهين ۾ محو هيون، مون آهستي آهستي هيٺ نوڙي جهٽ ڪري قلفي کڻي ورتم. جنهن جو هڪ ٽڪرو ڪانيءَ کان الڳ ٿي وڃي پري پيو هو. آءٌ پٽي هٽ جي آڳر سان قلفي تي لڳل مٽي صاف ڪرڻ لڳس تہ اوچتو فرزانہ جي آواز ڇرڪائي وڌم.
"چريا ڇا پيو ڪرين؟" ۽ پوءِ ٽڪڙو هيٺ ڪريل ڏسي سمجهي وئي.
"چريا تون پٽ تان ڪريل قلفي کڻي پيو کائين ڇا؟"
"ڇو نہ کائيندو." رخسانہ ورنديءَ ۾ چيو. "چريو جو ٿيو." ۽ پوءِ سڀ زور سان ٽهڪ ڏيڻ لڳيون. مون کي وري ڪاوڙ اچي وئي ۽ پٽ تان کنيل قلفيءَ کي زور سان وٽي پري اڇليم.
"هاڻي شڪي ٿيو آهي. مڙس ڏسو جنهن کي غيرت آئي آهي." فرزانہ چيڙيندي چيو. پر آءٌ انهن کان بي پرواهہ باقي هڪڙي قلفيءَ کي منهن کان مٿي جهلي منا منا ڦڙا جهٽڻ لڳس. ڏٺم تہ فرزانہ جي وات ۾ پاڻي ڀرجي آيو ۽ هوءَ وري وري ڳيتون ڏئي رهي هئي. هڪ اڌ ڀيرو تہ اٿي در کان ٻاهر تڪ بہ اڇليائين، ۽ پوءِ ڀٽڪندي چيائين، "ڏاڍو شرارتي آهي."
" هن بيٺل پير لاءِ تو ڪجهہ ٻڌو! هو ڪو وڏو اهل الله آهي!" رخسانہ اديءَ کي مخاطب ٿي چيو. آءٌ بہ قلفيءَ جا چشڪا وٺندو سري انهن جي پر ۾ وڃي ويٺس. ساڳئي فقير جي ٿي ڳالهہ هلي. ان کي رخسانہ ٽوڪ طور

”بيٺل پير“ سڏيندي هئي.

”آءُ ان تي حيران آهيان تہ هر وقت ڏسوس تہ ائين ئي بيٺو آهي ۽ مٿان مڻ کن بار واري سوڙ پئي اٿس!“ فرزانہ هميشه وانگر حيرت جو ساڳيو اظهار ڪندي چيو.

”سيءُ هٿا تہ خير پر هنن سخت گرمين ۾ بہ سندس اها حالت آهي. واقعي ڪو وڏو پهتل شخص ٿو ڏسجي.“

”مون ٻڌو آهي تہ ڏاڍا ماڻهو ٿا اچنس، وٺي بہ ڪنهن کان ڪجهہ نٿو.“ ادي وچ ۾ وراڻيو، ” پر چون ٿا تہ جنهن سوال تي ڪنڌ ڌوڻي ٿو اهو ڪم ضرور ٿئي ٿو.“

مون کي فقير جي ڳالهہ ڏاڍي وڻي پئي، ان ڪري چڪ هڻي باقي قلفي کي کائي چڏيم ۽ ڳالهيون غور سان ٻڌڻ لڳس.

”ادي هن جا پير ڪونہ سڄن؟“ مون حيرت مان پڇيو. فرزانہ يڪدم ٺهڪ ڏيندي چيو، ”تون تہ چپ ڪر چريا.“

”پهرين ڪن ماڻهن تي چيو تہ بيمار آهي ۽ ڪو اهڙو مرض اٿس جو ويهي تہ سگهي ئي نہ ٿو.“ رخسانہ ڳالهہ کي وڌائيندي چيو.

”ادي مون بہ ائين ئي ٻڌو هو تہ بيمار آهي. افسوس جو هن کي اسپتال ۾ داخلا نٿي ملي. غريب جو ٿيو ان ڪري ڪاڈي وجي. بس اسپتال جي اڳيان بيٺو رهي ٿو. هن جي حالت کي ڏسي ماڻهو انهن کي ڏاڍو ڳالهائين ٿا. ڪي تہ گاريون بہ ڏيندا آهن.“ ادي ڳالهہ جي وضاحت ڪندي چيو.

”ادي گاريون ڏيندا بہ چو نہ! جن غريبن ۽ لاوارثن لاءِ اهي اسپتالون آهن انهن جي اگر پرگهور نہ لڌي وڃي، انهن سان اگر انصاف نہ ٿئي تہ، پيو نہ تہ بہ گاريون تہ ضرور ڏيندا ۽ بددعائون تنهن کان سواءِ.“

”حقيقت بہ اها آهي ادي!“ فرزانہ چوڻ شروع ڪيو، ”هڪ مريض علاج جي آسري رستي تي پيو آهي ان جو علاج نٿو ٿئي. آخر ڇو؟ اسپتال وارن کي تہ ٻڌي مرڻ کپي. نڪ هجين تہ جيڪر ائين ڪن ئي ڪونہ.“

”پر هو بيمار ٿوروئي آهي. هو تہ بيٺل پير آهي.“ رخسانہ پنهنجي ساڳئي جملي کي دهرايو تہ مڙني کان ٺهڪ نڪري ويا. ”سياڻي هن چرئي لاءِ بہ ان کان دعا گهرنديس.“ ادي نئون انڪشاف ڪيو.

”ادي هو بيمار آهي تہ پوءِ دوا ڇو نٿو ڪرائي؟“مون پڇيو.

"هو چاق نٿو ٿيڻ چاهي چريا." رخسانہ وري ٺهڪ ڏيندي چيو، "هو فقط ٻين کي چاق ڪرڻ لاءِ پيدا ٿيو آهي "بيٺل پير" جو ٿيو."

"آءٌ تہ اڪثر ڏسندي آهيان تہ ٻہ چار مرد عورتون وٽس هوندا ئي هوندا آهن، آهستي آهستي پنهنجي مدعا پيا بيان ڪندا آهن ۽ فيض پيا حاصل ڪندا آهن." ادي ڪلندي وچ ۾ چيو.

"فيض! ادي تون بہ قهر ٿي ڪرين!! فيض اگر ائين عام جام ملندو هجي تہ پوءِ درويشي ڪٿي رهندي. جيڪو گهر ڪان رسندو سو درويش ٿي پوندو ڇا؟ يا جيڪو لا علاج ٿيو سو ولي الله ٿي پوندو ڇا! آءٌ تہ سمجهان ٿي ادي، تہ ماڻهن جي ڪل ٽڙي آهي." رخسانہ ٿورو سنجيدگيءَ سان چيو.

"ادي ڪل ڪيئن ٽڙندي آهي؟" مون حيران ٿيندي پڇيو، "جيئن تنهنجي ٽريل آهي." فرزانہ يڪدم ٺهڪ ڏيندي چيو.

"ادي خير گهر، ائين تہ نہ چئو." ادي، فرزانہ کي ٽوڪيندي چيو، ۽ پوءِ مون کي گهوريندي چيائين، "توکي بہ ماٺ نہ ٿي اچي. بڪبڪيا، هر وقت وچ ۾ ٽيڪيو بيٺو آهين چريا."

آءٌ يڪدم ڊوڙي امان ڏي هليو ويس جا مصلي تي نماز پڙهڻ ڪان پوءِ دعا گهري رهي هئي. جڏهن بس ڪيائين تہ مون کي ٻيٺل ڏٺائين. سڄي ۽ کٻي شوڪارا ڀري مون کي مٿي تي هٿ ڦيريائين. مون کي وري بہ سمجهہ ۾ ڪونہ آيو تہ امان شوڪارا ڀري مٿي تي هٿ ڇو ڦيريندي آهي. پر مون ۾ پڇڻ جي همت ڪانہ هئي.

هڪ هفتو گذري ويو. اسان جا امتحان بہ ٿيا. سڄي ڪلاس ۾ آءٌ ئي ناپاس ٿيس. سائين بہ چوندو هئو تہ تون اگر پاس ٿئين تہ پوءِ ڪوبہ ناپاس ڪونہ ٿيندو. ان ڏينهن مون کي ڏاڍو ڏک ٿيو. سيني ڇوڪرن کي خوش ڏسي مون کي بہ دل ۾ آيو تہ ڪهڙو نہ سٺو ٿئي جو آءٌ سڀ امتحان پاس ڪري هڪ وڏي خوشي ڪريان. پوءِ تہ ڪو بہ مون سان ٽيش سان ڳالهائي ڪونہ سگهندو. بس اهائي خواهش مون کي مطمئن ڪري وئي تہ هڪڙي ڏينهن آءٌ سڀ امتحان ضرور پاس ڪندس ۽ پوءِ سيني ڪان مٿي ٿي ويندس. منهنجو سڀ ڏک لهي ويو ۽ آءٌ ٻين وانگر خوش نظر اچڻ لڳس.

هڪ ڏينهن فقير کي نہ ڏسي آئون حيران ٿيس تہ هو ڪاڏي هليو ويو.

پاڻ تہ ڪونہ هو پر سندس ڪوبہ سامان ڪونہ هو. ادي کي هٿ ڪان لوڏيندي پڇيم،

"اديءَ! فقير ڪيڏانهن ويو آهي؟"

"پڇي ويو آهي چريا." ادي چڙٻ ڏيندي چيو.

"ڪيڏانهن پڇي ويو آهي ادي؟" مون هٻڪندي وري پڇيومانس.

"جتان آيو هو." هن رکائي سان وراڻيو.

شام جو اديءَ جون ٻئي سهيليون آيون. فرزانہ تہ اچڻ سان وري مون کي چيڙڻ شروع ڪيو. آءٌ ڏاڍو خار کائيندو هئس جڏهن هوءَ چوندي هئي "چريو ڇوڪرو چم جو، ڪائي ڪچا ٻير... اٺ جيڏي اوجهري گابي جيڏا پير." هو چوندي رهي ۽ آءٌ پيلو پوٽ ڪريو اديءَ جي پير ۾ ويٺو رهيس.

"آئي ادي! بيٺل پير لاءِ تو ڪجهہ ٻڌو؟" رخسانہ اديءَ کان پڇي رهي هئي.

"ها، تہ هو وڏو ولي الله ۽ عبادت گذار آهي. ماڻهن جا ميڙ متل هوندا اتس ۽....."

"مون توکان اهو تہ ڪونہ پڇيو آهي. منهنجو مطلب آهي تہ هو هاڻي ڪيڏانهن ويو آهي. ڏسجي جو ڪونہ ٿو."رخسانہ اديءَ جي ڳالهہ اڌ ۾ ڪٽيندي چيو.

"الائي!" ادي اڻ ڄاڻائيءَ مان وراڻيو.

"بابا هو پير وير ڪجهہ ڪونہ هو، سڀ فراڊ هو." فرزادنہ وضاحت ڪندي چوڻ شروع ڪيو،"هو تہ ڪنهن ڌارئين ملڪ جو جاسوس هو. ڪيس پوليس گرفتار ڪري وٺي وئي آهي. اخبار ۾ بہ آيو هو. تو شايد ڪو نہ پڙهيو."

"اوئي الله!" اديءَ کان ڇرڪ نڪري ويو. ڪا مار پويس، چريو ڪٽي ٻڌايو هئائين!."

"ادي! جاسوس ڇا ٿيندو آهي؟" مون کي سخت حيرت لڳي.

"ڇڏ جند " ادي تہ بيزار هئي ۽ ڪنهن ويچار ۾ هئي.

"تون جو اسان جون ڳالهيون وچي امان کي ٻڌائيندو آهين." فرزانہ اکين ۾ شرارت آڻيندي چيو.

۽ آءٌ سوچيندو رهيس تہ امان کي دانهن ڏيڻ جو ان فقير سان ڪهڙو تعلق! مون کي ڪجهہ بہ سمجهہ ۾ نہ آيو. تہ جاسوس ۽ فقير جو پاڻ ۾ ڪهڙو تعلق!

# راز

" ڀاڳ تنهنجي سان ريس ناهي فضل! تون بازي کٽي وئين." منير پري کان ئي ڏسندي چيم.

" نـه ڀـاڳ آهن ۽ نـه بازي هئي منيـر! بس هي تـه قـدرت جا راز آهن." رڪائيءَ سان وراڻيم تـه هو حيران ٿي ويو ۽ ويجهو ايندي چيائين، " خير تون مڃين يا نـه مڃين، پر تون مبارڪن جو تـه مستحق آهين."

ٿورو ترسي وري چيائين،

"ميان! فريده جو ملڻ ڪو سهل تـه ڪونـه هو. هڪ طرف بشير هو، مالدار هو ۽ ٻئي طرف تون مفلس، سچ پڇين تـه فريده ڪي جس هجي جنهن مائٽن کي بـه ناراض ڪري توکي ئي پنهنجي لاءِ منتخب ڪيو ۽ تنهنجو هڪ جيڏن ۾ نڪ مٿي ڪيو. تون آهين جو ان ڪي ڪا اهميت ئي نٿو ڏئين!"

"منير! تون سمجهين چو نٿو. مان توکي ڪيئن سمجهايان تـه فريده جو اهو فيصلو غير سنجيده ۽ ٻاراڻو آهي." شايد ايترو تـه آهستي چيو هئم جو رڳو چپ ئي چريا هئا، باقي آواز تـه مون بـه ڪونـه ٻڌو ۽ منير جي چوڻ تي ٻيهر ورجائڻو پيو.

"تون تـه ڪو خبطي آهين يار! الائي ڇا پيو سوچين. هن جو تـه ٿورو ويو کوهـ جي تري ۾، هن جي محبت وئي ڊنڊ جي پاٽي ۾، اتلو هن غلطي ڪئي آهي! بابلا، تون پيو غلط صحيح جو فيصلو ڪر، اسان هلون ٿا." منهنجو عجيب جواب ٻڌي هن جا تـه ڇپ ئي ٽڙي ويا هئا ۽ هو بنا لفظ ملائڻ جي اٿين ئي هليو ويو.

"قدرت! ڪو تون ئي رحم جو ڦيرو ڪر ۽ هنجي من ۾ وجهـ تـه هوءَ پنهنجو فيصلو بدلائي، نـه تـه سندس زندگي تبـاهـ ٿي وينـدي. الله، مـان ڇا ڪريـان! امڙ کي ڪيـر سـمـجهـائي ۽ فريـده کي ڪيـر چوي. مـان ڪين ڇا

ٻڌائيان، مولي! مان ڇا ٻڌائيان!! مان ته هن حياتيءَ مان ئي بيزار آهيان."

مان ڇپن ۾ تيز تيز پٽڪي رهيو هوس.

"ايڏو سارو فيصلو ڪيو ويو پر مون کان پڇيوئي نه ويو!" مان آهستي آهستي هلندو ڳوٺ کان ٻاهر نڪري آيس.

ٽاڪ منجهند لڳي پئي هئي. گرمي به خوب خبر پئي ورتي. هوا جو ته نالو به ڪونه هو. بس جسم هو جو وڳهري رهيو هو. ٿورو پريرو وڻن جي جهڳٽي ۾ مال بيٺو هو ۽ اوڳر ورائي رهيو هو. پاسي ۾ ٻه ڇوڪرا پاڻ ۾ ڪينچل ڪري رهيا هئا. اها سندن خشت مون کي ذرو ڪونه وڻي. وڏو ڇوڪر آخر وڏو آهي. نوجوان آهي ان سان نندي جي چلولائي ڪيئن ٿي ٺهي؟ زندگيون اتان ئي ته برباد ٿينديون آهن. مان جو جيئرو جاڳندو مثال آهيان. وڏي جي ڪنئيس نندي سان، سا به اڪيلائيءَ ۾!!"

اوچتو هنن هڪ ٻئي کي ڪٽي ياڪر پاتا ۽ ملهه وڙهڻ جو انداز شروع ٿي ويو. ڇا ته عمر جو تفاوت آهي، قد بت ۾ فرق آهي. ضرور ننڍو ڪرندو ۽ ان کي ڪرٿوئي آهي. ننڍو هيٺان ۽ وڏو مٿان هوندو. لڳ ڳسندا، طبيعتن ۾ هيجان ۽ جولان ايندو. اف خدايا! مون کي پنهنجي زندگيءَ جا ورق اٿلندي نظر آيا. مان تڪڙيون تڪڙيون ٻرانگهون پريندو گوهر وٽ پهتس ته وڏو ڇوڪر "اڙي ماستر!" چئي ڀڄي ويو. ننڍي کي ڇڳيءَ ڇپيٽ ڏنم.

"سائين مون ته ڪجهه ڪو نه پئي ڪيو. خانو مون کي ٻڪ وجهي ڪيرايو پئي."

"چپ ڪر نالائق!" دڙڪو ڏنومانس ته هيسجي ويو ۽ اکين کي ٻانهن ۾ لڪائي سڏڪا ڀرڻ لڳو. مان اڳتي نڪري ويس.

ٻنهه ننڍا هئاسين، لڪلڪوٽي ڪندا هئاسين.(لڪ لڪ ڪوٽي) اونداهين ڪوٺين ۾ هڪڙو ٻين کي ڳوليندو هو. اسڪول ۾ سائين کي زور ڏيندا هئاسين. هو اسان کي ڪتمنا ڪارائيندو هو ۽ پاڻ اسان کي چميون ڏيندو هو. ڳلن تي، ڇپن تي، انهن ۾ کهڙو ميناج هو، سا اسان کي خبر ڪا نه هئي. پر اهو پيار سائين وٽان اسان کي به ورثي ۾ مليو هو.

مان وڻن جي ڇانوَ جا پاسا ولندو واهه تي اچي پهتس. اتي ڪيترائي ڳوناٺا ٻار وهنجي رهيا هئا. ننڍا وڏا، وچولا ڪناري تي، وچ ۾ ۽ ڪي پل

وٽ بہ، جتي پاڻي ڪافي اونهون هو. دم پڇايو پئي ويو. ٽيپون هنيون ٽي ويون، ڇلانگون لڳايون پئي ويون، هڪ ٻئي کي پاڻي هنيون پئي ويو. ڪنهن اڻ تارو کي، جنهن لاءِ دل ۾ ڪي جذبات هجن ان کي غوطا ڏنا ٽي ويا، اونهي پاڻيءَ ۾ نيو ٽي ويو. ترڻ سيکاريو ٽي ويو ۽ هن خوفزده ٽي ياڪر ٽي پاتو، سيني سان ٽي لڳو ۽ خوف ۾ نہ چاهيندي بہ ڪنهن نہ ڪنهن جي ياڪر ۾ اچي ٽي پيو. "واه جو وقت آهي ۽ واهہ جون رانديون آهن. والدين مزي سان گهرن ۾ آرامي آهن ۽ هت زندگيون گندگيون پيون بنجن."

"اڙي سائين پيو اچي!" هڪ ڇوڪر ٻين کي هوشيار ڪندي چيو.

رانديون ختم ٽي ويون. ٽيپون بند ٽي ويون. چلولائي ۽ شور ۾ ٺاپر اچي وئي.

"هاڻ هلو گهر، هي بہ وهنجڻ جو وقت آهي؟" مون ترش ٿيندي چيو.

"سائين ڏاڍي گرمي آهي." هڪ وڏي ڇوڪر هٻڪندي چيو.

"بند ڪر زبان." منهن ۾ گهند وجهي دڙڪو ڏنومانس.

"چپ ٽي وئي. ڇوڪرا هڪ هڪ ٽي ٻاهر نڪرڻ لڳا.

ننڍا ٻنهہ اگهاڙا پر وڏا بہ پورا ڍڪيل نہ. انهن کي ڍڪيل تہ چئي بہ نہ ٽي سگهيس. اهي بہ اڌ اگهاڙا ئي هئا.

"سائين اوهين جو وهنجندا هئا؟" هڪ ٻئي وڏيرڙي ڇوڪر همت ڪري چئي ڏنو. اهو حجاڻيو هو، ننڍي لاڪون جو، جڏهن مان بہ ٻين سان گڏ اچي وهنجندو هئس. تاڪ منجهند جو ئي، گرمي لاهڻ لاءِ، بت ٺارڻ لاءِ. ڏاڍي مٺيان لڳم. ياڻيم تہ هڏ ڀڃي گهر موڪليانس، پر هو ڪا ٻي شرارت ڪري، ڪا ٻي شرمائي ڏيکاري تہ پوءِ! مان چپ رهيس ۽ ان ڳالهہ تي ڪو ڌيان نہ ڏنم. ان ڪري وري بہ منهنجو ئي حڪم وزنائتو رهيو. ڇوڪرا هڪ هڪ ٽي گهرن ڏانهن هليا ويا، يا پنهنجي پنهنجي مال ڏانهن. ٿوري دير بعد مان بہ گهر موٽي آيس. پر منهنجي ذهن ۾ ساڳي آنڌ مانڌ متل هئي جا نڪرڻ وقت پريشان ڪري رهي هئي. گهر ۾ قدم رکيم تہ سامهون ورانڊي ۾ امڙ کٽ تي ويٺي ابي کي پکو جهلي رهي هئي. پاسي ۾ ابو سائين سمهيو پيو هو. ٻيءَ کٽ تي نسرين ننڊ سمهي پئي هئي. ان تي نظر پوڻ سان منهنجي خيالن

جي پريشانيءَ ۾ وري تازگي اچي وئي، طوفان مچي ويو. مان سڌو اندر ڪمري ۾ هليو ويس ۽ هڪ ڪٽ تي منهن ڪي ٻانهن ۾ لڪائي ليٽي پيس.

نسرين منهنجي عيوض ڏني پئي وڃي. يعقوب سوڻ اٿم ته دوست به اٿم، پر فريده جي عيوض پاڻس يعقوب ڪي نسرين جي ٻانهن ڏيڻ! ٻئي زندگيون چٽ تي ويندڙيون. جهڙو مان فريده لاءِ تهڙو يعقوب نسرين لاءِ. يعقوب ۾ ڇا رهيو ڇا آهي؟ سڄي عمر گڏهون ڊوڙايائين. اسين به ننڍپڻ ۾ مال چاريندا هئاسين. لڪلڪوٽيون ڪندا هئاسين. واهه ۾ وهنجدا هئاسين ۽ جڏهن ٽريننگ اسڪول ۾ شهر وياسين ته باقي رهيل ڪسر به پوري ڪري آياسين.

ذهن سوزيءَ ۾ اڪ لڳي وئي، جڏهن ڪلي ته شام تي وئي هئي. شام جو تصور ايندي ئي دل وڏيڪ ڌڙڪڻ لڳي. ڪاش! هي هن زندگيءَ جي شام هجي، جنهن ۾ نه رات جو خوفائتو چهرو سامهون ايندو ۽ نه انڌيري جو ئي احساس ٿيندو. مون لاءِ ته هاڻي زندگيءَ جو هر لمحو پاڻ اونداهي برابر آهي، جنهن ڪان مان بي حد خوفزده رهان ٿو. ان جو به هڪ سبب آهي. اسان لاءِ هاڻي صبح نه ايندو ۽ نه سج ايرندو. نه روشني ٿيندي ۽ نه حياتيءَ ۾ خوشيءَ جا ڏينهن ئي ماڻي سگهنداسين. پلا بي جان هلندي تازيون ته نه وڃائينداسين!" منهنجي سوچ جو سلسلو بدستور جاري هو.

ڊاڪٽر به جواب ڏئي چڪا آهن. "ڇا ڇڏيو اٿئي جنهن جو علاج ڪجي؟" شرم ڪان ڪنڌ ڪٿي نٿي سگهيس. باقي زمين جاءِ ڏئيم ها ته پاڻ ڪي ان ۾ ڪٿي اڇلايان ها. يعقوب به ضرور ڪنهن ڊاڪٽر وٽ ويو هوندو. مون ڪان سو لڪايو اٿس، ۽ جواب به اهڙو ئي تلخ ميلو هوندس ته "ڪهڙو منهن ڪٺي آيو آهين؟ اهو ئي جنهن تي دنيا جي هر گندگيءَ جا نشان داغ بنجي چڪا آهن!" آهيون به ته داغدار، جيئڻ جو حق به ڪونه اٿئون. ڪاش والدين جي لاءِ جيڏا ظاهر ۾ حسين ۽ جوان آهيون اهڙا حقيقت ۾ به سندر ۽ جوان هجون."

پر پٽن جي ڪري ڏيئرن ڪي تباهه ڪرڻ ڪتان جي سياڻپ آهي! فريده جا والدين مون ڪي ڏسي ڏئونس نٿا ڪائن. آخر ڇو؟ شايد يعقوب جي ڪري. ۽ ابي امڙ جن يعقوب تي پڄرن جو نٿا؟ شايد منهنجي ڪري. پر اهو

تہ نسورو ظلم اهي. نياڻين سان ظلم. بي زبانن سان ظلم. ان جو حساب اسان مان هر ڪنهن کي ڏيڻو پوندو. مان اهو ظلم هرگز، هرگز ٿيڻ نہ ڏيندس. مان بلڪل برداشت نہ ڪندس. مان انهن کي ٻڌائيندس تہ پاڻرن جي ڪري ڀيڻين جي قرباني ڪنهن بہ مذهب ۾ جائز ناهي. ڪنهن بہ معاشري ۾ مروج ناهي. ڪنهن بہ تهذيب ۾ نظر نٿي اچي ۽ نہ ايندي. جيئڻ جو حق ڪير بہ کنهن کا کسي نٿو سگهي. ڇا انهن جو قصور فقط اهو ئي آهي تہ هو اسان جون ڀينرون آهن، عورتون آهن!

"نہ نہ، هرگز نہ، اسين انهن جا پاڻر ٿي نٿا سگهون. بدڪار کي ڪا ڀيڻ نہ ٿيندي آهي. ها انهن جا ابو امڙ بہ نہ هوندا آهن. پر انهن جو تہ خدا بہ نہ هوندو آهي. اگر خدا هجين بہ ڪٿي تہ هي ان جا بندا ٿي نہ ٿا سگهن. بدڪارن جا مِٽ بدڪار ئي هوندا. بيوقوف هئا اهي جيڪي پٽن جي ڪري ڌيئرن کي پوريندا هئا. دفنائڻ جي قابل تہ اسين آهيون. پر افسوس! اسان کي ڪير دفنائڻ وارو ڪونهي."

"ڪير اسان جي ڇر جي ويجهو ايندو! بدڪار جي ڇر ڪنهن پاڪباز کي لهسائي وجهندي، ان ڪري اهڙن کي تہ پري کان ئي سنگسار ڪري ختم ڪرڻ بهتر طريقو آهي. هٿن سان هلاڪ ڪرڻ جي بہ قابل نہ آهيون. ڇو ڪنهن تي ڪني رت جا ڦهنگا پون! ڇو ڪير داغدار ٿئي ۽ پليت خون کي مٽائڻ لاء جتن ڪندو رهي! اهڙي خون کي جذب ڪرڻ جي طاقت ۽ دل فقط ڌرتيءَ کي ئي ڏنل آهي. جا خاموش صدين کان گنهگارن کي بہ پنهنجي سيني ۾ سانڍي رکندي آهي. حڪم جي بندياڻي آهي. پر جڏهن بہ ڌرتيءَ جي دل گنهگارن جي سوزش کان تڙپندي آهي تہ پهاڙ بہ ڪري پوندا آهن، شعلا نڪرندا آهن....."

"پٽ! تون اندر ڪرسيءَ ۾ منجهند کان پيو آهين. خوش تہ آهين." امڙ اندر ايندي پيار مان پڇيو. مان تہ ڪيس امڙ چوڻ جي بہ قابل نہ آهيان. نہ نہ هي امڙ بہ ساڳيءَ دل ۽ جگر رکي ٿي جيڪا ڌرتيءَ جي وسعت کي ملپل آهي، پر امڙ جي دل تہ ان کان بہ هزار بار وسيع آهي. ڌرتي تہ ڦاٽي بہ پوندي آهي اڌما ڪيندي آهي، شعلہ بار ٿي ويندي آهي، آتش فشان بنجي ويندي آهي تہ ڪڏهن روئي بہ ويهندي آهي. ڪوسا ڪوسا، ٿڌا ٿڌا لڙڪ وهائيندي آهي.

نيسارا ۽ چشما ڪيندي رهندي آهي ۽ صدين تائين ڪيندي رهندي.

"هي امڙ! ايترن ڏکن ۽ دردن، تڪليفن ۽ ايذائن جي باوجود نہ صرف سيني سان لائيندي آهي، پيار ۽ پاٻوهہ مان متي تي هٿ ڦيريندي آهي پر سڪ مان پيشاني چمي ڪيترائي منڻ پريشانين ۽ نااميدين جا جذب ڪري ونندي آهي." تڏهن امڙ کي ذڪاري انداز ۾ وراٺيم،

"اڄ دل تي ڦاٽيم امڙ! منهنجي لاءِ ڪا شفاف دل پيدا ڪر. جسم تو ڏريم جيجل، نئين روپ جو انتظام ڪر.... مون کي هي روپ نہ گهرجي."

"ٻچا! اڄ تنهنجي دشمنن کي ڇا ٿيو آهي؟ تون اڄ بي حد پريشان ٿو لڳين. خدا خير ڪري پٽ! توکي ٻيءَ دل جي ضرورت آهي نہ، مون وٽ جا آهي، اها ڪهڙي ڪم جي آهي؟ توکي مون ٿي تہ جنم ڏنو آهي فضل! توکي ٻيهر روپ جي ڇو ضرورت آهي؟ ماءُ تہ فقط هڪڙوئي روپ ڏيندي آهي ۽ اهو ئي تہ فرق آهي مشين ۽ ماءُ ۾. مشين ساڳيون شيون ڪيتريون ئي ڪڍي سگهي ٿي. پر تون اڄ اهي ڳالهيون ڪرين ڇو پيو؟"

امڙ متي تي هٿ ڦيري رهي هئي، منهنجي هنيانءَ تي ڪجهہ چنڊا پئجي رهيا هئا. ڪجهہ بار هلڪو ٿي رهيو هو.

"امان!"

"چئو پٽ، صدقي وڃان، ڇا ٿو چئين؟"

"امان، نسرين جي شادي يعقوب سان نہ ٿيندي."

"ڇو، ڇو پٽ! اڄ توکي انهن ڳالهين ۾ ڪنهن وڌو آهي؟"

"امان، نسرين جي زندگي خاطر توکي ائين ڪرڻو ئي پوندو."

"ٻڌين پيو فضل جا پيءُ!" امڙ ابي کي اندران ئي ٻڌائڻ لڳي.

"جيءُ" وراڻدي مان ابي جو آواز آيو.

"چئي ٿو تہ نسرين جي شادي يعقوب سان نہ ٿيندي."

"تہ ڪيس فريده وري ڪٿان ملندي؟" وراڻدي مان ئي ابي ورندي ڏني.

"منهنجي شادي ٿئي يا نہ ٿئي پر نسرين جي شادي يعقوب سان نہ ٿيندي امان." مان ستي پئي چئي رهيو هئس، "هي منهنجو اٽل ارادوآهي ۽ اوهان کي بہ اهوئي عرض آهي تہ نسرين جي زندگي تباهہ نہ ڪريو."

"ڇو تباهہ ٿيندي، ڪيئن تباهہ ٿيندي! يعقوب تہ ڌاريو ڪونهي، فريده

به اسان جي پنهنجي آهي. هيءَ ته پراڻا رشتا آهن جي ٽٽڻ جا ٿي نه آهن فضل!
تون ڇا به چئين پر زبان ڏئي چڪا آهيون." امڙ جذبات ۾ ايندي چئي رهي
هئي، "اسان ورهن کان تنهنجي هٿن ۾ مهندي ڏسڻ جي آرزو سانديي پوڙها ٿي
وياسين ۽ تون، هينئر اسان جي خواهشن ۽ تمنائن کي ٺڪرائڻ لڳو آهين،
وري نسرين کي ٿو آڏ بنائين؟"

"امڙ! جيڪڏهن فريده کي حاصل ڪرڻ لاءِ نسرين کي تباهه ڪرڻ
شرط آهي ته مون کي اهو شرط منظور نه آهي."

"هون! ته تون اسان کي جواب ٿو ڏئين بي شرم." ابي وراندي مان ٺي
گجڻ شروع ڪيو، "توکي اسان جي اڳو زبان کوليندي ذرو به شرم نٿو اچي.
اسان توکي نپائي پالي ان لاءِ وڏو ڪيو هو ته تون اڄ اسان جي جذبات جو
قتل ڪرين.....!"

"امان، بابا کي چؤ ته غلط نه سمجهي. مان اوهان کي ڇا ٻڌائيان ته
.... بس امان بابا کي چؤ ته مون کي پنهنجي حال تي ڇڏي ڏئي ۽ نسرين
کي تباهي کان بچائي، ويچاري نياڻي هڪ ياءُ جو عوض ٻئي پاڻ کي تباهيءَ
جي منهن ۾ ڇو ڏئي، جيڪو پاڻ کي ڪنهن قابل ئي نٿو سمجهي. اهو
نسورو ناحق ٿيندو ظلم ٿيندو، بيداد ٿيندو، امان بيداد ٿيندو." مان ٻانهن ۾
منهن وجهي نير وهائي رهيو هئس.

"ڇا جو قابل ۽ نه قابل ادا!" نسرين ڊوڙندي اندر ايندي چيو. "مون ته
انڪار نه ڪيو آهي ياءُ، اسان جي آرزوئن ۽ اميدن جو تعلق ته فقط تنهنجي
شاديءَ جي مراد ڏسڻ آهي. اسين ڀيٽيون ته ڪڏهن به پنهنجي لاءِ نه
سوچينديون آهيون فضل! توهان منهنجي لاءِ نه سوچيو، خدا جي واسطي بابي ۽
امڙ کي جواب نه ڏيو ادا...."

"نسرين! مان پنهنجي ڪري توکي برباد ٿيڻ نه ڏيندس..."

"ڇا جي بربادي؟ توکي ڇا ٿي ويو آهي فضل! يعقوب ۾ آخر ڪهڙي
خرابي آهي. هو اسان جا عزيز آهن ۽ اهو نه ٽٽندڙ رشتو آهي."

امڙ مون کان حيرت مان ڏسندي پڇيو. هن کي ڪجهه سمجهه ۾ نه ٿي
آيو ته مون کي آخر ڇا ٿي ويو آهي.

"امان، اهو سڀ درست آهي. يعقوب مون کي به سڀ کان پيارو آهي.

پر... مان اوهان کي ڇا ٻڌايان! بس مان نٿو چاهيان تہ نسرين جي شادي يعقوب سان ٿئي."

"۽ فريده؟ جنهن لاءِ توئي ٻهرين بيحد ستايو هو ۽ اسان کي هن جي والدين ڏانهن بار بار وڃڻ تي مجبور ڪيو هو. تون سوچ تہ سهي تہ هن غريب جي دل تي ڇا گذرندو فضل! تون هوش ۾ تہ آهين؟" امڙ ڪجهہ سمجهائڻ جي انداز ۾ چوندي رهي. "۽ ساڳئي وقت اسان توڙي هن جي عزت جو بہ سوال آهي. آخر اسان جو قصور ڪهڙو آهي جنهن لاءِ تون بدنام ڪرڻ تي سندرو ٻڌي ويٺي رهيو آهين. توکي مامتا جو ڪو خيال نٿو پوي فضل! اسان توکي ان لاءِ ڄڻيو هو تہ تون اسان جي عزت کي ائين پيرن سان لتاڙين ۽ ٺوڪرون هڻين؟ اسان توکي ان لاءِ پڙهايو تہ تون والدين جي احترام بجاءِ انهن کي ذليل...."

"امان! منهنجي مٺري امان!! هي تون ڇا چئي رهي آهين." ٽپ ڏئي وڃي امڙ جي پيرن ۾ ڪريس. "امان، مان تہ ائين سوچي بہ نہ ٿو سگهان..."

"هٽي پري ٿي نالائق! تون تہ هاڻي منهنجي قدمن جي بہ قابل نہ رهيو آهين! تنهنجو اهو سور زندگيءَ ڀر نہ لهندم. هڪڙوئي پٽ مليو سو بہ نادان. ياالله! هي ڪهڙن گناهن جي سزا ٿو ڏئين؟ ان کان هي ڏئين نہ ها تہ سور تہ ڪونہ ٿئي ها......!"

"امان، امان!" مان امڙ جي پيرن ۾ چنبڙيو نير وهائي ڪجهہ چوڻ جي ڪوشش ڪري رهيو هئس. "امان، مان بي قصور آهيان. مان نسرين جو دشمن نہ آهيان. مان فريده جو بہ دشمن ٿي نٿو سگهان. هوءَ تہ مون کي زندگيءَ کان بہ عزيز آهي، پر امان...."

"ادل، پوءِ انڪار ڇو ٿو ڪرين!" نسرين مون کي ليلائڻ لڳي. "تو چيو هو نہ، تہ آئون تنهنجي هٿن تي مهندي لائيندس ۽ سهرا ٻڌائيندس. پوءِ ڇو تون مهندي لڳائڻ ۽ سهرا ٻڌائڻ کان مون کي محروم ڪرين! فضل، ڏس! تو ائين بہ چيو هو، تہ تون منهنجي لاءِ ڪهنبا ڪپڙا پاڻ آڻيندين؟ پوءِ ڇو اڄ تون اهي سڀ وعدا وساري ويٺو آهين؟" ٿورو ترسي وري چوڻ لڳي،

"فضل! امڙ ابي کي ناراض نہ ڪر. هو تنهنجي ئي اميدن ۽ آسرن تي جيءُ رهيا آهن. ٻئي طرف فريده جي دل تي ڇا نہ گذرندو. هو اڳي ئي پاڻ

ڪي ٿهنجو سمجهندي رهي آهي. بشير لاءِ بہ هن فقط تنهنجي ڪري ئي انڪار ڪيو هو. آخر هن غريب جو قصور ڪهڙو آهي جنهن جي ڪيس ايڏي سزا ٿو ڏئين! مان هن کي وعدا ڪيا هئا، ڇا اهي بہ پورا ڪرڻ نہ ڏيندي! مان هن ڪي مهندي لائيندي‌س، ڪپڙا پارائيندي‌س، لانئون ڏياريندي‌س، گهورون گهوريندي‌س، ڇا اهي سڀ دوکا آهن، فريب آهين! ادل تون انڪار نہ ڪر، تون ها ڪر، فضل تون ها ڪر... توکي قسم آ......"

"ڏس نسرين! مون کي قسم نہ ڏي." مان ڪيس ياڪر پائيندي چيو، "مون کي انڪار تہ ناهي پر......"

"ڏس امان، ادا کي انڪار ڪونهي..." نسرين خوشي مان اجان زور سان ياڪر ونندي چيو ۽ جملو پورو ڪرڻ نہ ڏنو "پر فريده کي ايترو ضرور چئجان تہ..."

"ها ها، ڇا چوانس، تون چئو مان هاڻي ئي ٿي پڌائي اچانس..."

"چئجانس تہ فضل پنهنجي مرضيءَ سان شادي نہ ڪري رهيو آهي.... ۽ اگر تون انڪار ڪندينءَ تہ اهو ٿورو عمر پر نہ وساريندس. مون کي تنهنجي زندگي عزيز آهي ۽ مان پاڻ کي تنهنجي قابل نٿو سمجهان..."

"هوءَ وري ڇو انڪار ڪندي؟" امڙ وچ ۾ ورندي ڏني ۽ مون کي سيني سان لائيندي چيو، "پٽ هن ۾ ۽ تو ۾ وڏو فرق آهي...."

"اهوئي تہ فرق آهي جنهن لاءِ مان تڙپان ٿو امان...!"

"غلط نہ سوچ پٽ! هوءَ تو وانگر ضدي ۽ اياڻي ٿورو ئي آهي!"

"نسرين! فريده کي ضرور چئجان. ڏس تون پيڻ آهين نہ، پيٽيون تہ پائرن تي قربان ٿينديون رهيون آهن. هي تہ ڪا وڏي ڳالهہ ڪانهي... ۽ ها، هاڻي تنهنجي بہ مرضي آهي. مان توکي وڌيڪ ڪجهہ نہ چوندس. يعقوب ۽ مون ۾ ڪو فرق ناهي."

"تون منهنجو فڪر نہ ڪر فضل! جيڪي قسمت ۾ هوندو. باقي فريده کي ضرور چونديس تہ ادل پنهنجي مرضيءَ سان نہ پر منهنجي، ابي جن جي ۽ تنهنجي خوشيءَ خاطر شادي ڪري رهيو آهي."

شاديءَ ۾ ڪا دير تہ ڪانہ هئي، ويتر منهنجي ڳالهين والدين کي مجبور ڪري ڇڏيو تہ هو جلد کان جلد اهو ڪم اُڪلائي وٺن ۽ آخر اهو ڏينهن بہ

آيو. گهر ۾ ڪيچ ڳائڻ شروع ٿي ويا. اهو وقت به آيو جو نسرين سهيلين سان گڏ مهندي کڻي ڪمري ۾ داخل ٿي. مان بلڪل اداس ۽ وياڪل پنهنجين غلطين ۽ فريده جي بربادين تي سوچي رهيو هئس.

نسرين جي سهيلين ڪيچ ڳائڻ شروع ڪيا. هوءَ دل جي ارمانن سان هٿن تي مهندي لائي رهي هئي ۽ مون کي خوش ڪرڻ ۽ کلائڻ لاءِ اکين ۾ ڏسي مشڪڻ جي ڪوشش ڪري رهي هئي. پر منهنجي مرجهايل چهري تان هوءَ اداسائي دور ڪري نه سگهي. اوچتو نسرين جي سهيلين هي ڪيچ ڳائڻ شروع ڪيو.

ڏڳي جو ملهه هزار، ڏڳو هر نه هلي، ڏڳو پير پيران،

ڏڳو پير پيران، وهه واهه! ڏڳو پير پيران."

منهنجي دل تي ڄڻ هٿوڙا لڳڻ شروع ٿي ويا.

"چو ادي! اهو ڪيچ پنهنجو نه ڳايو." نسرين سهيلين کي ٽوڪيندي چيو.

"ڏڳي جو ملهه هزار، ڏڳو هر نه هلي –

ڏڳو پير پيران، آ – ها ڏڳو پير پيران، شابي – ڏڳو ..."

منهنجي مٿان ڄڻ ڪا ڇپ اچي ڪري جنهن جي بار ۾ مان دٻجي گهٽيل گهٽيل ساهه کڻڻ لڳو هئس. مان ڏڪڻ لڳس، پگهر ريلا ڪري وهڻ لڳو. اکين ڇنڀڻ ڇڏي ڏنو. نظرون ٽڪ ٻڌي بيهي رهيون. ڪن مان دونهان نڪري رهيا هئا. نسرين منهنجي حالت ڏسي گهبرائجي وئي ۽ سهيلين کي زبردستي وٺي ٻاهر نڪري وئي. ڪجهه بار ته هلڪو ٿيندي محسوس ڪيم پر ڪن ۾ اهو ساڳيو آواز بار بار گونجبو رهيو.

"ڏڳو پير پيران، ڏڳي جو ملهه هزار، ڏڳو هر نه هلي –

ڏڳو........ ڏڳو........"

"مان تصور ۾ فريده کي سيج تي پنهنجي انتظار ۾ ويٺل ڏٺو. مان ڏڪندڙ قدمن سان ٿڙندو هن جي ويجهو وڃي رهيو هئس. فريده جي من مندرجي قريب ٿي رهيو هئس ۽ هوءَ صدين برابر انتظار کي ختم ٿيندو ڏسي خوشيءَ ۾ نه پئي ماپي......

اوچتو پٺ تي ڪرڻ جو ڌڪو ٿيو. مون محسوس ڪيو ته مان ٿي ڪري پيو آهيان. منزل تي پهچڻ ڪان اڳي. ۽ فريده ڇرڪ ڀري ڊوڙي اچي

اٿاري رهي آهي.

” مون کي ڇڏ فريده مون کي ڇڏ، مان تنهنجي قابل نہ رهيو آهيان. مان ڌوڪو آهيان، فريب آهيان. مان بناوٽي گل آهيان جنهن ۾ ڪابہ خوشبوءِ نہ رهي آهي، نہ زندگي آهي ۽ نہ جواني، مان سڄو ئي داغدار آهيان. پر هي دنيا جو سارو روپ ۽ ڍؤنگ فقط توکي ڌوکي ڏيڻ لاءِ آهي. تون معصوم آهين، تون انهن جي چنبي ۾ نہ اچجانءِ. توسان هي ظلم ٿي رهيو آهي. تون هميشه ظلم جي چڪيءَ ۾ تہ پيسجي رهي آهين. تو منهنجو انتخاب ڪري سٺو نہ ڪيو. مان تنهنجي قابل ئي نہ رهيو آهيان فريده !“

منهنجا چپ برابر هلي رهيا آهن، ڪجهہ حقيقت بيان ڪري رهيا آهن، دوکي جي ديوار ڪيرائي رهيا آهن، زندگيءَ جا راز کولي رهيا آهن، خبر ناهي تہ ڪنهن ٻڌا بہ الائي نہ. پر حقيقت بہ هي آهي تہ نوجوانين جي غلط ڪارين اسان ٻنهي يعقوب ۽ منهنجي جوانين کي اڌوهي وانگر چٽي هميشه لاءِ ختم ڪري ڇڏيو آهي، هاڻي تہ انهن ڪمزورين جو علاج نہ ڊاڪٽرن وٽ آهي ۽ حاذق حڪيمن وٽ.

اسين زندگي هوندي بہ ختم آهيون زنده هوندي بہ مرده آهيون.

# خود فريبي

سخت گرميءَ جي باوجود فليٽ تان هيٺ لهي آيس. پر تاڪ منجهند هئڻ ڪري سواريءَ جو ملڻ مشڪل هو. ڪا ڪا رڪشا آئي ٿي ۽ سواري سوڙ ڪٽ ڪندي گذري ٿي وئي. بي حد پريشانيءَ جي عالم ۾ اوچتو هڪ ڪرڙوڊ ۽ ڏٻري شخص کي بازار جي طرف کان ايندو ڏٺم. آيا ۽ ويا ته ٻيا ٻه پئي پر هن جي چهري جي تاثرات ذهن ۾ هڪ عجيب هلچل پئدا ڪري ڇڏي. هو جيئن ئي ويجهو پوندو ويو تيئن سندس ڪشش ۾ اضافو ايندو ويو. انهيءَ ڪشمڪش خواهش پئدا ڪري ڇڏي ته هن جو تعارف وٺڻ ڪنهن به صورت ۾ ضروري آهي. ڇو ضروري آهي؟ ان جو مون وٽ ڪوبه جواب ڪونه هو. پر هو جيئن ئي ويجهو پهتو ته مان رهي نه سگهيس،

”توهان جو تعارف .....؟“

”مان!... صبح جو جيئن ئي سج ڪني ڪڍي ٿو ۽ شام جو دنيا کي پنهنجي تاريڪيءَ ۾ ڦٽو ڪري ڪنهن ڪنڊپاسي لڪي وڃي ٿو، مان به ان سان گڏ گردش ۾ ئي هوندو آهيان. منهنجو خون پسينو ولوڙبو رهي ٿو. سک ۽ آرام جي خواهش هوندي به مان ڪڏهن ان کي حاصل ڪرڻ ۾ ڪامياب نه ٿيو آهيان. اهوئي سبب آهي جو منهنجي حالت نه باعث ڪشش آهي يا رحم جوڳي رهي ٿي ۽ پنهنجي سيني ۾ سک جو ساهه کڻڻ جي آرزو رکي عمر گذاري ڇڏيان ٿو. مان چين ۽ آرام جي حقيقت کان نا آشنا رهي بيگانو ۽ غريب الوطن رهان ٿو. تون منهنجو پڇي ۽ ٻڌي ڇا ڪندين ...؟“

”او، تو سان ته همدردي اٿم. ٻڌاءِ ته تون ڪير آهين ۽ ڇا ڪندو آهين!.... مزدور ته نه آهين؟“

” ها، آئون مزدور آهيان. پر عام مزدورن وانگر ڪلهن تي بار نه ڍوئيندو آهيان ۽ نه ڇڪڙا ڇڪيندو آهيان. نه ڪنهن مل يا ڪارخاني ۾

صبح کان شام تائين وهو ڏيکي وانگر وهي پيٽ جي دوزخ کي ڀريندو آهيان.
منهنجي ڪلهن تي تہ قوم ۽ وطن جي بقا جي ذميواري عائد ٿيل آهي. جنهن
کي نڀاهڻ جي هر ممڪن ڪوشش ڪندو رهندو آهيان."

"هون ـ ان جو مطلب تہ تون آبادگار آهين ۽ تنهنجو ڪم آهي زندگين
کي بقا ڏيڻ."

" جي! درست، پر مان تہ زمين ۾ هارپ نہ ڪندو آهيان ۽ نہ ظالم مفت
خور وڏيرن وانگر ڪرسين ۽ ڪوچن تي ويهي حڪم هلائيندو آهيان. مان
تہ انسانن جي دلين ۽ دماغن ۾ ٻج ڇٽيندو آهيان. ڀائپيءَ جو ٻج، پيار ۽
محبت جو ٻج، ويڙهيچن سان وڙ ڪرڻ جو ٻج، ساڳئي وقت ڪري ۽ ڪوٽي
کي پرکڻ جو بہ ٻج....."

"ان جو مطلب تہ تون سوشل ورڪر آهين؟"

"ائين نہ، مان واقعي سوشل ورڪر آهيان پر فقط رفاهي ڪمن سان
دلچسپي ناهي، مان تہ ڪردارن کي اُڀارڻ ۽ عزت نفس پئدا ڪرڻ جي
ڪوشش ڪندو آهيان.

راهون ۽ منزلون ڏيکاريندو آهيان. احتياط ۽ صبر کي ذهن نشين
ڪرائيندو آهيان، جو تہ بي احتياطيون جانين جون دشمن ٿي تہ هونديون
آهن. ان هوندي بہ حسن اتفاق ٿيو پون. پوءِ ڪڏهن نور نظر رهندو آهيان
تہ ڪڏهن زير عتاب اچيو وڃان....."

"تون ڊرائيور تہ نہ آهين، سچ، آهين نہ؟"

"ها، مان ڊائيور آهيان پر معاف ڪندا، مان گاڏيون ۽ موٽرون نہ
هلائيندو آهيان ۽ نہ ڪنهن تي ان طرح پنهنجي حيثيت ۽ اهميت جو اثر
ويهارڻ جي ڪشش ڪندو آهيان. مون کي موٽرن ۽ بنگلن کان نفرت هوندي
آهي نوجوان! اهي عيش عشرت جا ساز و سامان آهن. البتہ، مان ذهنن ۽ دلين
جا اسٽيرنگ قبضي ۾ رکي غلط راهن ۽ ويرانين کان بچائڻ جي ڪوشش
ڪندو آهيا. مان پيءُ جي شفقت ۽ ماءُ جي پيار جو ٻيو روپ آهيان. مان
تهذيب ۽ ثقافت، تمدن ۽ اخلاق جو آئينہ دار آهيان. ماضيءَ جو محافظ ۽
مستقبل جو معمار آهيان منهنجي مَن ۾ تہ وطن ۽ قوم جي محبت هر وقت
مؤجزن رهي ٿي ۽ مان تہ ان کي هڪ پل پي فراموش ڪري نٿو سگهان."

”هون! سمجهيس، تون استاد آهين يعني ماستر آهين؟“

”واهه سائين، خوب ڄاتو سڃاتو اٿئي! مان برابر استاد آهيان. پر يقين رک تہ مان قوم جي نونهالن کي ڪمرن، مسجدن ۽ مڪتبن ۾ تڏن تي ويهاري يا بنچن تي ٻيهاري پڙهائيندو نہ آهيان، ۽ نہ.... سندن غلطين تي ڪين لڪڻ، ڇمڪن يا رُولن سان ڇيد ڪندو آهيان. مثل! مان تہ فقط ڪردار ۽ معيار جا نقش چٽيندو آهيان. مناظر پيش ڪندو آهيان ۽ روپ نکيريندو آهيان.“

”اڇا تہ تون مصور بہ آهين؟“ مون فوراً ڳالهہ کي سمجهندي چيو. ”سچ پچ تہ مصور ئي آهيان پر خيالي تصويرون نہ ٺاهيندو آهيان ۽ نہ انهن کي لافاني ئي قرار ڏيندو آهيان. مان تہ حقيقي جسماني مشنري جي چڪاس رکندو ۽ ان جي فضا توڙي ماحول کي درست رکڻ جي ڪوشش ڪندو آهيان.“ هن پنهنجي ئي انداز ۾ ورائيو.

”هاڻي سمجهيس، تون مڪينڪ آهين، اجايو پيو لڪائين.“ سوال کي جاري رکيم.

”صحيح! مان واقعي مڪينڪ آهيان. لڪائڻ مان ڀلا فائدو! پر دوست، مان مشيني پرزن مان قطعي نہ ڄاڻان. مان تہ انساني تخليقي مشينري ۽ روپن مان بيزار آهيان. ها البتہ حقيقي مخلوق جي ڀلي خاطر پاڻ کي وقف رکندو آهيان ۽ ڏينهن رات ان جدوجهد ۾ پنهنجي زندگي کپائي رهيو آهيان.“

”مان حيران آهيان تہ تون مزور نہ آهين، آبادگار نہ آهين، مصور نہ آهين، نہ ڊرائيور آهين ۽ نہ مڪينڪ آهين، آخر تون آهين تہ ڇا آهين؟“ مون پريشان ٿيندي پڇيو.

”مان سڀڪجهہ آهيان، پر افسوس جو ان هوندي بہ ڪجهہ نہ آهيان.“ هن مختصر جواب ڏنو.

”تنگ نہ ڪر.“ بيزار ٿيندي چيومانس، ”فقط ايترو ٻڌائينم تہ تون ڪير آهين ۽ ڇا ڪندو آهين. معاشري ۾ تهنجي حيثيت ڪهڙي آهي؟ ڊاڪٽر تہ نہ آهين؟“

سخت گرميءَ سبب نرڙ تان پگهر اگهندي چيائين،

”ائين بہ چئي سگهجي ٿو. مان واقعي ڊاڪٽر ئي آهيان، پر جسماني بيمارين جو علاج مون وٽ نہ ملندو. مان ظاهري يا انفرادي ڦٽ ڦرڙين ۽

ناسورن کي نہ ڇٽائيندو آهيان. پر مان تہ قومي ۽ مجموعي ناسورن ۽ بيمارين، توڙي ڪمزورين کي ختم ڪرڻ جي ڪوشش ڪندو آهيان. مون وٽ نہ خالص ۽ نہ ناڪاره ملاوٽ تيل دوائون ملنديون، ۽ نہ رنگين پاڻيءَ جو مڪسچر ٿي پياريندو آهيان. نہ منهنجي (Consultaion) فيءِ هوندي آهي ۽ نہ منهنجي در تي بيمار پنهنجي واري جو انتظار ڪندي دم توڙيندا آهن. مان تہ صرف اندروني ۽ روحاني بيمارين ۽ ڪمزورين جي نشاندهي ڪندو آهيان جي انفرادي بہ هونديون آهن تہ قومي بہ هونديون آهن..."

" بس بس، مون کي هاڻي پتو پئجي ويو، تون جوتشي آهين. بيڪار اچي تنگ ڪيو اٿئي؟" مون کيس ڪٽيندي چيو.

"اندازو غلط نہ لڳايو اٿئي دوست! مان جوتشي ٿي آهيان پر پاڻ، مان ستارن ۽ سيارن کي آڌار بنائي ڊارن تي ڪنهن مجبور ۽ اڀوجهہ جي قسمت جو قتل نہ ڪندو آهيان. ۽ نہ ان طرح سان همدرد دشمن جي صورت ۾ قوم جو ڪيسوٽي ڪتريندو آهيان. نہ وري هٿن جون ريکائون ڏسي عظيم پامسٽ سڏائي ماڻهن جي بي ترتيب زندگين جا حل تلاش ڪندو آهيان ۽ ڪين ماضيءَ جا دردناڪ حالات ٻڌائي مستقبل جا سهانا خواب ڏيکاري مطمئن ڪرڻ جي ڪوشش ڪندو آهيان....."

"آخر تون ڪهڙي بلا آهين دوست! جنهن جو نہ منهن آهي ۽ نہ سر، ملازم آهين يا فقير، چور آهين يا سياستدان، واپاري آهين يا ڪاسبي، عاشق آهين يا دنيا کان بيزار موالي؟"مون کي غصو اچي ويو ۽ رڙيون ڪندي کيس گلي مان ڇڪ ٻيهي رهيس."سچ پچ ٻڌاءِ ، مون کي چريو نہ بناءِ ۽ نہ بد دماغ ٿي ڪر...."

منهنجا بہ تارا نڪري آيا هئا. طبيعت ۾ جولان ڏسي بہ هن جي چهري تہ ڪوبہ فرق نہ آيو ۽ هو اطمينان سان پاڻ ڇڏائي چوڻ لڳو،

"ملازم ٿي سمجهہ، پر يقين ڪر تہ ڪنهن آفيس ۾ ٽيبل آڏو ويهي فائلن جي ورق گرداني نہ ڪندو آهيان ۽ نہ ٿي چهري کي ڪامٽي بنائي ڪروڌ ظاهر ڪرڻ جي ڪوشش ڪندو آهيان تہ ڪو اڀوجهہ ويجهي اچڻ جي جرئت ٿي نہ ڪري، ۽ جي اچي بہ ڪٿي تہ پهرين منهنجو هٿ هن جي کيسي ۾ هجي ۽ پوءِ هن جي درخواست منهنجي ميز تي." هو چوندو رهيو،

سياستدان تہ چوڻيءَ جو آهيان پر ڪوڙا وعدا مون ڪان نہ پچن، نہ قوم جي ڪمزور نبض تي هٿ رکي ڪانٺن ووٽ حاصل ڪرڻ جي ڪوشش ڪندو آهيان. مان واپاري بہ وڏو آهيان ۽ سوداگري مون ڪان ڪير سکي، پر مان قوم جي موت جي رسي پاڻ وٽ ڇڪي نہ رکندو آهيان جو جڏهن وڻير تہ پنهنجو "اُلو" سڌو ڪندو وتان.

چور بہ آهيان، چو تہ مون لاءِ اهو عيب ناهي. پر مان تہ ڪنهن کي نقصان نہ پهچائيندو آهيان. مان پنهنجي گهر ڀرڻ بجاءِ هر شيءِ قوم جي نذر ڪندو آهيان.

فقير هجڻ ۾ ڪهڙو شڪ! پر بابا مان پنهنجي پيٽ ڀرڻ جي بجاءِ ثقافت، تهذيب ۽ تاريخ کي محفوظ رکڻ خاطر، قوم کان ٺي پنندو آهيان.

اهو بہ سچ آهي تہ تعمير ڪرڻ منهنجي فرض ۾ شامل آهي، پر سچڻ! مان نہ محلاتون جوڙيندو آهيان ۽ نہ پونگيون ٽيڪن تي بيهاريندو آهيان. ها مان پٿرن ۽ سرن جي بجاءِ خيالي ۽ تصوراتي قلعا ضرور جوڙيندو آهيان، جي پنهنجي ملڪي بقا ۽ قومي سر بلندي خاطر ٺي هوندا آهن. جن کي نہ ڪير ڍاهي سگهي ٿو ۽ نہ نقصان ٺي پهچائي سگهندو.

ڪاسبي هجڻ ۾ شرم ڪونهي. پر حقيقت ۾ مون وٽ زندگيءَ جي عام استعمال جو ڪوبہ ڪسب ڪونهي.

عاشق سڏائڻ ۾ حرج ناهي بابلا، پر ٻين کي بہ هميشہ گهائل رکندو آهيان...."

"بس بس مان وڌيڪ ٻڌڻ نٿو چاهيان، " وچ ۾ ٽوڪيندي چيم،"معلوم ٿيو تہ تون ڪجهہ بہ نہ آهين ۽ اگر آهين تہ.... تہ ..... روح.... يا انجو ..... پاڇو ٺي آهين."

"دوست بيزار نہ ٿي،" هن پيار واري انداز ۾ چيو، " مون کي اگر ڳولهڻ چاهين ٿو تہ پوءِ ڪنهن ڪتاب ۾ ڏس. چو تہ آئون پاڻ ڪتاب آهيان ۽ قلم ان سان گڏ اٿم. لکڻ منهنجو ڪم آهي، سچ لکڻ ۽ سچ چوڻ."

# غيرت

"ڪميٽي ، تون مون کي جواب تي ڏئين تہ مان ديري تي ڪانہ وينديس. تون ڪير ٿيندي آهين جواب ڏيڻ واري؟" بلو تارا ڪيندي ۽ ٻرون ڪندي مون تي وريو.

"ڇو ڇتو ٿيو آهين ماريا ڪجھہ هوش ڪار، غيرت بہ اٿئي يا نہ." مون ڪيس گهوريندي چيو، "آخر مڙد آهين مڙد، ٺنڍو منڍو تہ ڪونہ آهين جو سارو ڏينهن لولهن وانگر گهر ۾ پيو هوندين يا اوتارا وسائيندو وتندين. پنهنجي حالت تہ ڏس! ڪير چوندو تہ تون بہ!"

"بند ڪر زبان مردار، تہ اتي ٿي نہ ڪٽي ڇنڊا پٽي پٺهين جي گهر موڪليانءِ. تون مون کي طعنا ٿي ڏين بي حيا بي شرم! مان چوانءِ ٿو تہ توکي ديري تي وڃڻو ٿي پوندو. آءُ ڪم ڪونہ ڪندس. مون کي لاچار بہ کهڙو پيو آهي. ٻچا بہ تنهنجا آهن، پلي بکون مرن." بلو وري بہ ايو ٿيندي اکين ۾ آگريون هڻندي چوندو رهيو، "وڏيرو ابو آهي توکي ان جي گهر وڃڻ ۾ ڪهڙو عار! اجايا ماٿهو ڪلائيندينءَ ۽ مون کي بہ خوار ڪندينءَ! مانڙي ڪري ڪجھہ گذر سفر جو سوچ، پلا ايندو ڪٿان ۽ ڪائبو ڪٿان؟"

"ٻڌايو مانءِ تہ تنهنجو ابو اکيون پايون وينو آهي. توکي ڪولي ٻڌائيانءِ تہ هو ڇا ٿو چاهي! ڪجھہ غيرت بہ اٿئي يا سڀ نشي ۾ وڃائي آئين؟"

"بڪ بڪ بند ڪر مچلي! آءُ سيڪجھہ سمجهي ويو آهيان ڪمذات، تون ڪم ڪرڻ کان نٽائين ٿي. تنهنجو هڏ بہ سيج پلنگ ٿو چاهي، ليڪن ڪن ڪولي ٻڌي ڇڏ، تون امير جي گهر ۾ نہ پر هڪ مسڪين جي گهر ۾ آهين. مون وٽ داٿو بہ ڪونہ اٿئي. هٿ هلائيندينءَ تہ پيٽ گذر بہ ٿيندءِ. نہ تہ اتي پئي ڏوڙ پائجان، ڪير پڇندءِ بہ ڪو نہ."

"ڏوڙ تہ تون پيو پائين ماريا." مون منهن سڄائيندي چيومانس، "اجايو

مون کي پيو پراين درن تي ٿابا کارائين. اهڙو جي هڏ هلڪو هيئي ۽ دادلو هئين تہ پوءِ شادي ڇو ٿي ڪيئي؟ توکي تہ پنگين ۽ چرسين کان ڇوٽڪارو ئي نہ ملندو. موالين جي محبت مٺي هيئي تہ پوءِ مون سان پلئہ نہ اٽڪائين ها. مون کي هن جنجال ۾ نہ وجهين ها. آخر توکي ڪم ڪندي ڀرو ڇو ٿو وٺي؟ پنهنجي غيرت کي پنهنجي هٿن سان پيو نيلام ڪرين....!"

"تون ائين چپ نہ ڪندين پاڻ.......!" ۽ بلو پادر ڪٽي مون تي ورندي ڏيو. "مان ٿو چوانءِ تہ اهي بي هوديون ڳالهيون منهنجي اڏو نہ ڪندي ڪر." پادرن سان منهنجو ڪنڌ ڪٽيندي چوندو رهيو. "ڪير چوندو تہ تون بہ ڪا جوءِ آهين. تون تہ ڏائڻ آهين ڏائڻ. ماٺهو گهر ۾ آيو ناهي، ڪکر وانگر ڇهتي ناهي. اڄ تہ ساري ڪسرون ڪڍندوسانءِ." منهنجي رڙين ۽ پادرن جي شپڪن ۾ هو اجان بہ چوندو رهيو. "اڄ ڏسان تہ ڪير ٿو توکي ڇڏائي. تنهنجي روز روز جي ڪل ڪل اڄ ختم ڪرڻي آهي. ڏسان تہ ڪيئن نہ ٿي وڏيري جي گهر وڃين...."

"هو مون کي هٿين جو پوندو آهي..." اصل ڳالهہ کوليندي چيم.

"ڪوڙ ٿي ڳالهائين بهاني باز..... مٿي ۾ ڏوڙ ٿو وجهئين......"

"ماريا، هو ڇڪي سيني سان لائيندو آ ءِ....." حقيقت بيان ڪيم.

"ءِ جي سَکي، ڪائي تہ ڪونہ ويندءِ!"

"هن جي رهندڙن جا نشان اڃا تائين بينا آهن انڌو تون بہ نہ آهين. ڏسندو ڪونہ آهين؟"

"تنهنجو مٿو خراب آهي رَن بهتان ٿي هڻين وڏيري تي. اڄ سڀ چڪر ڪڍندوسانءِ، تو سمجهيو ڇا هي؟"

"مرڏيلَ، الاڙي، سمجهين ڇونٿو. هو ڏونڏاڙي نستو ڪري وجهندو آهي، کهوڙاڙي، ڪپڙا بہ ليڙون ٿي ويندا اٿم. تون پاڻ ڪو نہ ڏسندو آهين! امان ڙي، مان تہ ان راڪاس جيڏي جي هٿن ۾ رانديڪي وانگر پئي نچندي آهيان. نندي نيٽي اٿمانءِ ڪو خيال نٿو پوئي؟ پر تو ۾ آهي بہ ڇا! جو توکي خيال پوي!"

مون کهٿو ئي غيرت ڏياريمانس، پر هو هڏ حرام جڏهن ماري ٽڪو تڏهن بڙ بڙ ڪندو ۽ ائين چوندو ٻاهر نڪري ويو تہ، "مون کان ڪم ڪونہ ٿيندو ڇاهي ڇا بہ ٿئي."

# مسٽر آزاد

اڄ جنوري ١٩٧٣ع جي سخت سرد رات آهي. هن وقت مان سينٽرل جيل جي بي ڪلاس روم نمبر ١٣ ۾ رات جو ١١ وڳي پنهنجي ويڇڙائي واري زندگيءَ ڪان جيل تائين جي حالات کي قلمبند ڪري رهيو آهيان.

مان هن وقت حڪومت توڙي عدالت پنهي وٽ باغي قرار پائي چڪو آهيان. ملڪ ۽ قوم جي باغي جو الزام مونتي ثابت ڪيو ويو آهي. ناقابل معافي جرم. عدالت عاليہ بہ "ٽربيونل" جي فيصلي جي توثيق ڪري ڇڏي آهي. منهنجي اپيل رد ٿي چڪي آهي، ۽ مونکي اسپيشل ٽربيونل طرفان ڏنل ڦاسيءَ جي سزا کي برقرار رکيو ويو آهي. هڪ هفتي بعد اڄ ڪان ٺيڪ ائين ڏينهن تي صبح جو ساجهر ئي جيل جي ڦاسي گهاٽ ۾ منهنجو خاڪي جسم پنهنجي روح ڪان خالي هوندو. خلاف معمول اڄ ئي مون ڪان منهنجي آخري خواهش بہ دريافت ڪئي وئي آهي. توهان پاڻ سوچيو تہ منهنجي خواهش ڪهڙي ٿي سگهي ٿي؟ نہ مان دولت مند آهيان جنهن ڪان الڳ ٿيڻ سبب ڪا خواهش رکندو هجان. نہ مان ڪنهن اعليٰ عهدي تي فائز رهيو آهيان ۽ نہ اهڙي خواهش ئي اٿم، جنهن لاءِ اجان بہ "هڪ ڏينهن جي بادشاهي" جي چاهت رکندو هجان. مان اخلاقي مجرم تہ آهيان ڪونہ جو اجان چند ڏينهن زنده رهڻ جي مهلت وٺي پنهنجي پيشانيءَ تي لڳل داغن کي مرڻ ڪان اڳ مٽائڻ جي ڪوشش ڪريان.

مون جنهن خواهش جو اظهار ڪيو اها ٻين عام ماڻهن لاءِ تہ عجيب ٿي سگهي ٿي پر مون لاءِ تہ راحت جو باعث آهي. "مون کي فقط هڪ ڪلاڪ لکڻ جي اجازت درڪار آهي پنهنجي آتم ڪهاڻي لکڻ ۽ ان جو ملڪ جي وڏن جريدن ۾ شايع ٿيڻ." منهنجي ان خواهش کي تسليم ڪيو ويو آهي ۽ هي جو ڪجهہ لکي رهيو آهيان اهو هڪ "باغي"، جنهن جي زندگي باقي

هڪ هفتو حياتي جي قيد ۾ رهندي، ان جي آخري خواهش جي پوئواري آهي.

اڄ مان بي حد خوش آهيان. سڪون ۽ راحت محسوس ڪري رهيو آهيان. ڇو ته جنهن ڳالهه کي حڪومت، ٽربيونل ۽ عدالت تسليم نه ڪيو آهي ۽ هڪ سال تائين ڪيس هلندو رهيو آهي ان جي ڪاروائي هاڻي محفوظ نه رهندي بلڪ سر عام ۽ هر فرد جي زبان تي اچي ويندي ۽ منهنجو مقصد حل ٿي رهيو آهي ڇو ته مان جيڪي ڪجهه چيو ٿي اهو مان حڪومت، عدالت ۽ عوام مڙني کي پيش ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿي ويو آهيان. مون کي يقين آهي ته منهنجي راءِ کي اڄ نه، ته سڀاڻي ضرور تسليم ڪيو ويندو، جنهن ڳالهه کان مون عوام کي آگاهه ڪرڻ گهريو ٿي، ان کان هو چڱيءَ ريت واقف ٿي ويندو. هڪ ڀيرو اگر عوام جي ذهنن ۾ ڪا ڳالهه گهر ڪري وڃي ته پوءِ ان جو حل هو پاڻ ئي تلاش ڪري وٺندا. پنهنجا رهبر پاڻ هوندا، ڪاروان پاڻ هوندا، لشڪر به پاڻ هوندا ته ڪمانڊر به پاڻ ئي هوندا.

عدالت عاليه ۾ منهنجي اپيل جي آخري ٻڌڻي اڄ هئي. نائين بجي کان اڳي ئي عدالت جو ڪمرو ماڻهن سان ڀريو پيو هو. چوڌاري طرف نظر ڦيرائي ڏٺو هئم ته دوستن ۽ واقف ڪارن کان سواءِ اڻ ڄاتل چهرا به ڪافي تعداد ۾ هئا. پر ڪنهن جو به مک خوش نظر نه آيو هئم. سڀ وياڪل، هيسيل ۽ منهن لٽل هئا، جن مان تڪليف جا آثار صاف ظاهر هئا. محسوس ڪيو هئم ته اهي عوامي نمائندا ته ڪم از ڪم مون کي مجرم نٿا سمجهن. اخباري نمائندا به ڪافي تعداد ۾ موجود هئا ۽ انهن سان فوٽو گرافر به. شايد منهنجي زندگيءَ جا آخري يادگار فوٽا وٺڻ چاهيائون ٿي، هڪ مجرم جي حيثيت ۾ يا بي ڏوهي ڄاڻي منهنجو ڪيس ٻڌڻ آيا هئا.

جيئن ئي ججن جي فل بئنچ چيف جسٽس جي رهبري ۾ پٺئين دروازي کان ڪمري عدالت ۾ داخل ٿي ته ويٺل سڀ احتراماً اٿي بيهي رهيا ۽ مڪمل خاموشي ڇانئجي وئي هئي. چند لمحن بعد منهنجو فائيل پيش ٿيو ۽ ڪاروائي شروع ٿي وئي هئي. سڀ کان اول اٽارني جنرل کي هڪ ڀيرو سندس مؤقف سرسري طور تي پيش ڪرڻ جي اجازت ملي. مسٽر ڪرم علي اٿي بيٺو. هال ۾ مڪمل خاموشي رهي ۽ جج صاحبان هن کي ٻڌڻ لاءِ متوجهه ٿي ويٺا هئا.

"مي لارڊ" اٽارني جنرل پر وقار انداز ۾ چوڻ شروع ڪيو هو ته،

"ملزم مسٽر "آزاد" قوم جو هڪ ذميوار فرد آهي. هو گذريل ڪافي عرصي کان "سندر ڊائجيسٽ" جو ايڊيٽر رهيو آهي. هن کي عام ماڻهن جي نسبت ملڪي قانون ۽ ان جي احترام جو بہ بخوبي علم آهي. پوءِ آخر ڪهڙو سبب هو جو هن چاڻي واڻي حڪومت کي ظالمانہ ذهنيت ۽ جابرانہ طريقہ ڪار آزمائڻ جي ترغيب ڏيڻ جي ڪوشش ڪئي، ان جي نتيجي ۾ عوام ۾ شديد رد عمل پيدا ٿيڻ جو امڪان هو."

"مي لارڊ!" ٿورو ساهي پٽي ۽ ججن کي روايتي خطاب سان آماده ڪندي، اٽارني جنرل وري چوڻ شروع ڪيو، "ان جي ثبوت ۾ "سندر ڊائجسٽ" جي ڪيترن ئي شمارن جا ٽڪرا پيش ڪري چڪو آهيان. مثال طور؛ هن لکيو تہ،

"انتظاميہ کي اهو پورو حق حاصل آهي تہ هو هر ايجيٽيشن کي سختيءَ سان ڪچلي ڇڏي. ايستائين جو انهن جو نالو نشان بہ باقي نہ رهي. هر ان ليڊر ۽ رهنما کي رسوائي ۽ ذلت جي غارن ۾ ڌڪو ڪري جيڪي حڪومت جي خلاف زهر او ڳاڙيندا هجن ۽ عوام جي دلين ۾ پيدا ٿيندڙ نفرت ۽ شڪ و شبهات جو ڪارڻ اهڙوئي ڪو فرد يا گروهہ آهي تہ حڪومت کي هرڪو حق حاصل آهي تہ هو اهڙي فرد يا گروهہ جو وجود ٿي ختم ڪري ڇڏي...." سندر ڊائجيسٽ مارچ ١٩٧٥ع.

"عوام بيوقوف آهي ۽ اقتدار جا بکيا هميشہ هڪ فعال حڪومت ۽ انتظاميہ جا دشمن هوندا آهن. هو هميشه عوام کي پنهنجن مفادن هيٺ استعمال ڪري ڪنهن بہ مخلص حڪومت کي ڪم ڪرڻ جو موقعو ئي نہ ڏيندا آهن. هڪ ديانتدار حڪومت کي اهو حق حاصل آهي تہ هو اهڙن خود غرضن ۽ عوام جي نادانين تي پلجندڙ مفاد پرستن کي بي درديءَ سان ۽ بنا ڪنهن دير جي ختم ڪري، ذليل و خوار ڪري....." سندر ڊائجيسٽ مئي ١٩٧٥ع.

"اختلاف رکندڙ هر گروپ ۽ جماعت کي انفرادي يا اجتماعي طور تي ڪڏهن بہ اهڙو موقعو نہ ملڻ گهرجي، جنهن مان هو فائدو وٺي ناپختہ ۽ ناسمجهہ ذهن کي محب وطن حڪمرانن جي خلاف استعمال ڪري سگهي. اگر اهڙو ڪو ٽولو حڪومت تيار ٿيندي محسوس ڪري تہ ان لاءِ اهو

ضروري آهي تہ اها سڀ ڪان پهريائين مختلف طور طريقن سان انهن کي چڙوچڙ ڪري، لالچ لوڀ ڏئي يا دٻاءُ ۽ سختيءَ سان، نوازشن سان يا ظلم ۽ زبردستين سان بهرحال پنهنجن مخالفن کي ختم ڪرڻو ئي پوندو، ورنہ حڪومت وٽ جيڪي بہ انقلابي پروگرام هوندا، ان تي هوءَ ڪڏهن بہ عمل پيرا ٿي نہ سگهندي ۽ نہ پنهنجي مقصدن ۾ ڪامياب ٿي سگهندي......." سندر ڊائجيسٽ جنوري ۱۹۷۴ع.

"مي لارڊ" اٽارني جنرل ڪجهہ وقفي بعد وري "سندر ڊائجيسٽ" جي مختلف ايڊيٽوريلس ۽ مضمونن جا حوالا ڏيندي چيو، "... اگر ضرورت پوي تہ حڪومت پوري ملڪ سان فوجي قانون جهڙا ضابطا لاڳو ڪري بہ اقتدار پنهنجي هٿ ۾ رکي. ڪي بہ جمهوري (بيوقوفانہ) طرز جا قانون رائج رکيا ويا تہ نام نهاد محبِ وطن ڪر ڪڍندا نظر ايندا ۽ خوہ مخواہ حڪومت لاءِ درد سر ثابت ٿيندا." سندر ڊائجيسٽ ڊسمبر ۱۹۷۲ع.

"ضرورت وقت ملڪ سان هنگامي حالتون بہ لاڳو ڪري ڪنٽرول کي پنهنجي هٿن ۾ مضبوط رکيو وڃي. اگر اهڙيون حالتون نہ بہ هجن تڏهن بہ اهڙا اقدام ۽ تشهير ذريعي عوام جي ذهنن ۾ وڌيون وڃن، جيئن هو محسوس ڪن تہ هنگامي حالتن تحت قوانين ئي ملڪ جي بچاءُ جو واحد ذريعو آهن. اگر ان قسم جي نبض شناسيءَ ڪان ڪم نہ ورتو ويو تہ ڪنهن بہ وقت سماج دشمن ۽ نام نهاد عوامي نمائندا حڪومت جو تختو الٽو ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿي ويندا..." سندر ڊائجيسٽ آگسٽ ۱۹۷۴ع.

"ذرائع ابلاغ، ملڪ ۽ انتظاميہ توڙي عوام لاءِ پنهنجي ڪنڌي مثل نهايت اهم آهن انهن کي هر طرح سان ڪنٽرول ۾ رکڻ ۽ ڪڏهن بہ انهن تان گرفت ڍري نہ ڪرڻ عقلمنديءَ جو ثبوت هوندو آهي. ان لاءِ اهو ضروري آهي تہ ان گروہ کي، جيڪو پاڻ کي آزاد ۽ بيباڪ صحافي سڏائي ٿو، ان کي هر قيمت تي پنهنجو بڻايو وڃي، اهو ڪو مشڪل ڪم بہ ڪونہ آهي. ضرورتمند ڪير نہ آهي؟ عيش پسند ڪير نہ آهي؟ دولت ۽ عزت جي لالچ ڪنهن کي نہ آهي؟ اگر ڪٿي اهڙو حربو ناڪام رهي تہ پوءِ طريقو نمبر ۱۳ تہ حڪومت وٽ آهي ئي آهي. ڪيڏانهن ويندو اهڙو گروہ...." (سندر ڊائجيسٽ جولاءِ ۱۹۷۵ع)

”عوام جي عام ضرورت جي هر شيءِ کي ڪنٽرول ڪري هڪ هڪ شيءِ جو ڪين محتاج بنايو ويچي ۽ جڏهن سخت ضرورت ڪنهن شديد رد عمل جي حد تائين پهچي ويچي ته ان وقت عوام تي احسان ڪندي ان شيءِ جي ڇوٽ ڏئي بيچيني کي ختم ڪري سگهجي ٿو. ڪنٽرول بعد ڇوٽ ۽ ڇوٽ بعد وري ڪنٽرول جو عمل عوام کي گرويده ۽ احسانمند بنائي ڇڏيندو...“ سنڌ ڊائجيسٽ سپٽمبر ١٩٧٣ع.

”مي لارڊ“، اهڙا ۽ ان قسم جا ڪيترائي اقتباسات عدالت آڏو اڳي ئي پيش ڪيا ويا آهن، جيڪي عدالت جي رڪارڊ تي موجود آهن. انهن کي آڏو رکندي حڪومت اهو محسوس ڪيو ته مسٽر ”آزاد“ حڪومت ۽ عوام جا تعلقات خراب ڪرڻ ۽ دلين ۾ شڪ ۽ شبها پيدا ڪرڻ ۾ وسان نه گهٽايو آهي. حڪومت جي بار بار تنبيهن تي به جڏهن هن پنهنجو طريقه ڪار نه بدلايو، تڏهن حڪومت ان نتيجي تي پهتي آهي ته مسٽر ”آزاد“ پوري طرح سان قوم ۽ وطن جو غدار ۽ ملڪ دشمن آهي. اهڙي ماڻهو کي اگر زياده موقعو مليو ته اهو ملڪ جي تباهي جو ڪارڻ ثابت ٿيندو.

اهو ئي سبب آهي جو حڪومت عدالت عاليه کان اهو مطالبو ٿي ڪري ۽ مان سمجهان ٿو ته اها ان مطالبي ۾ حق بجانب پڻ آهي ته مسٽر آزاد کي سندس غداري ۽ وطن دشمني جي ڏوهه ۾ ڦاسيءَ جي سزا ڏني وڃي، جيئن آئنده ڪوبه غداري ۽ ملڪ دشمني ڪري نه سگهي. حڪومت چاهي ٿي ته اهڙا باغي ذهن ختم ٿيڻ گهرجن، انهن جو وجود ملڪ جي سلامتي لاءِ هڪ خطرو آهي.“

”مي لارڊ!“ اٽارني جنرل فل بئنچ کي مخاطب ٿيندي وري چيو، ”اگر اجازت ملي ته مان مسٽر آزاد کان چند سوال پڇندس.“

”اجازت آهي.“ چيف جسٽس ملڪاڻي صاحب چيو ۽ مڙني ججن ڪنڌ لوڏيندي پڻ هاڪار ڪئي.

مسٽر ڪرم علي آهستي آهستي قدم کڻندو منهنجي ويجهو آيو ۽ منهنجين اکين سان اکيون ملائي شديد خشڪ انداز ۾ گهورڻ بعد چيائين:

”مسٽر آزاد! مجموعي طور تي اوهان جو اهڙن ايڊيٽوريلس ۽ مضمونن لکڻ مان مقصد ڪهڙو هو جن مان مٿي ڪجهه حوالا پڻ پيش ڪيا ويا آهن؟“

" صحيح راءِ ڏيڻ." مون آهستگيءَ سان جواب ڏنو هو.

"اگر اوهان جي راءِ تي حڪومت عمل ڪري ها تہ اهڙو عمل اوهان جي نظر ۾..."

"هڪ صحيح فيصلو." مون هن جي سوال کي پوري ٿيڻ کان اڳ ۾ ئي جواب ڏنو هو.

"مسٽر آزاد! اگر ان حڪمت عمليءَ سان ملڪ ۾ اچان بہ لاقانونيت ۽ بدامني چوٽ چڙهي وڃي تہ ان لاءِ ذميوار ڪير هوندو؟" اٽارني جنرل وڏي آواز ۾ ڪمره عدالت کي مٿي تہ کڻندي چيو هو.

"عوام." مون ننڍڙو جواب ڏيندي پڇيو هو، "پر مسٽر ڪرم علي! مون جيڪي ڪجهہ لکيو آهي اهو ڪو نئون بہ تہ نہ آهي!! حڪومت تہ ان تي اڳي ئي عمل پيرا آهي."

"سي مي لارڊ!" اٽارني جنرل فل بئنچ کي مخاطب ٿي چيو هو، "مسٽر آزاد ارادتاً يا بغير ارادي جي بهرحال اهو الزام حڪومت تي ٿاڦڻ چاهي ٿو ۽ پنهنجي جان جي خلاصيءَ لاءِ هن اهو ئي انداز اختيار ڪيو آهي. ان مان صاف طور تي ثابت ٿيو آهي تہ مسٽر "آزاد" جيڪي ڪجهہ لکيو آهي اهو نيڪ نيتي تي مبني نہ آهي. ان لاءِ ملزم کي ڦاسيءَ جي سزا ئي ملڻ گهرجي."

"هون...." چيف جسٽس پاڻ مرادو ڪنهن نتيجي تي پهچندي نڪ مان آواز ڪڍيو ۽ باقي ججن بہ ڪنڌ لوڏيا هئا.

"يور لارڊ شپ!" مسٽر لعل محمد منهنجي بچاءَ واري وڪيل فل بئنچ کي متوجهہ ڪندي چيو هو، "اٽارني جنرل منهنجي مؤڪل کان غير ضروري سوال پڇي ڪيس زبردستي ڏوهہ قبول ڪرائڻ جي ڪوشش ڪري رهيو آهي."

"اِٽس آل رائيٽ." چيف جسٽس ڪنڌ کي هڪ جاءِ تي ڄمائيندي چيو هو.

"تہ پوءِ يور لارڊ شپ!" مسٽر لعل محمد وري چيف جسٽس کي چيو هو، "اٽارني جنرل کان مون کي بہ ڪجهہ سوال پڇڻ جي اجازت ملي." لعل محمد قدري ناگوار لهجي ۾ چيو هو.

"جيڪڏهن اٽارني جنرل پنهنجا سوال پڇي چڪو آهي تہ." چيف جسٽس اٽارني جنرل ڏانهن نهاريندي چيو هو.

"ييس سر، بٽس آل." مسٽر ڪرم علي پنهنجي سوالن کي ختم

ڪرڻ جو اعلان ڪندي چيو هو.

"اجازت آهي." چيف جسٽس وري مسٽر لعل محمد کي فراخدلانه انداز ۾ مخاطب ٿي چيو هو.

مون محسوس ڪيو تہ اٽارني جنرل کي اها توقع ڪانہ هئي تہ چيف جسٽس مسٽر لعل محمد کي ان ساڳي پوائنٽ تي ئي سوال پڇڻ جي اجازت ڏيندو، جنهن پوائنٽ تي هو مون کي ڪوئن ۾ تنگ ڪرڻ جي ڪوشش ڪري رهيو هو ۽ ساڳئي وقت مون کي ملزم بڻائي ڦاسيءَ جو مستحق بڻائي رهيو هو.

"توهان کي اها شڪايت آهي." مسٽر لعل محمد سختيءَ سان اٽارني جنرل کان پڇڻ شروع ڪيو، جيڪو جواب ڏيڻ جي لاءِ اڳي ئي اٿي بيٺو هو. "تہ مسٽر آزاد عوام ۾ نفرت پيدا ڪرڻ لاءِ حڪومت کي ڪي اهڙا مشورا ڏنا آهن جيڪي سراسر ظلم ۽ جبر تي مبني آهن ۽ انسانيت سوز ئي انهن کي چئي سگهجي ٿو؟"

"ييس."

"توهان اهو بہ ثابت ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي آهي تہ جيڪي مشورا مسٽر آزاد حڪومت کي ڏنا آهن اهي "واقعي" ظلم، جبر ۽ انسانيت سوز آهن؟"

"بلڪل."

"اگر مان اهو ثابت ڪريان تہ حڪومت بذات خود ان تي عمل پيرا رهي آهي..." ان کان اڳي جو مسٽر ڪرم علي ان سوال تي ڪو اعتراض وٺي مسٽر لعل محمد فل بينچ کي مخاطب ٿيندي چيو، "يوئر لارڊ شپ اڄ مان اهو ئي ثابت ڪندس تہ حڪومت جو پنهنجو عمل بہ اهوئي رهيو آهي جنهن ڏانهن......"

"مي لارڊ.. " اٽارني جنرل هڪدم جيوري وٽ اعتراض وٺڻ جي ڪوشش ڪئي پر چيف جسٽس ڪيس هٿ جي اشاري سان روڪي ڇڏيو. هو پيٽ ۾ وٽ کائي رهجي ويو هو.

"يوئر لارڊ شپ" مسٽر لعل محمد ججن کي مخاطب ٿي چيو، "مسٽر آفتاب هڪ باعزت شهري ۽ صوبائي ميمبر هو. ان تي ڪنهن جرم عائد ڪرڻ کان اڳي ئي حڪومت "ڊي. آءِ. آر" ۾ ڪيس گرفتار ڪري پوليس ۾

قيدين کان ايترو تہ مارايو جو هو پنهنجي حياتي تان هٿ ڌوئي ويٺو. سندس بيوه حڪومت وٽ ان ظلم جي خلاف اپيل ڪئي، ڪيس بہ داخل ڪيو تہ اٺلو ان محترمہ کي اغوا ڪرائي گم ڪرايو ويو جنهن جو ڪافي عرصي کان اجان تائين ڪو پتو نہ آهي. ان جي ثبوت ۾ مختلف اسيمبلين جي اجلاسن ۾ پڇيل سوال جواب رڪارڊ تي موجود آهن."

"مي لارڊ...." اٽارني جنرل پيچ ڪاٽيندي احتجاج ڪرڻ چاهيو پر چيف جسٽس ڪيس وري بہ ويهڻ تي مجبور ڪيو هو.

" يوئر لارڊ شپ." مسٽر لعل محمد بحث جاري رکندي چيو هو، "هن وقت پوري ملڪ سان هنگامي دفعات لاڳو آهن. ڪوبہ ضلعو اهڙو نہ آهي جنهن سان اهي دفعات لاڳو نہ هجن. ڇا ملڪ ۾ اهڙيون حالتون موجود آهن جن کان مجبور ٿي ائين ڪيو ويو آهي يا حڪومت پنهنجي خلاف ڪجهہ بہ حقائق ٻڌڻ نہ ٿي چاهي؟ هو عوام جي آڏو اهڙو ڪو بہ ثبوت آڻڻ نہ ٿي چاهي جيڪو ان جي خلاف انتشار ۽ نفرت جو باعث بڻجي؟ مي لارڊ، ڪنهن بہ قسم جي آزادي نہ رهي آهي. ڪيترائي جريدا صرف ان جرم ۾ بند ڪيا ويا آهن تہ انهن حقائق تان پردہ ڪشائي ٿي ڪئي. اگر انهن اجايا الزام ٿي لڳايا يا مخالفن جي مؤقف کي عوام جي آڏو مشتهر ٿي ڪيو تہ ڪورٽون هر وقت کليل آهن. انهن جي بي قانونين ۽ غدارين کي ڪورٽن آڏو آڻي ڪين جوڳيون سزائون ڏياري سگهي ٿي."

" پر ائين نہ ڪيو ويو يوئر لارڊ شپ! مخالف ڌر مان نہ تہ ڪير پبلڪ جلسو ڪري ٿي سگهيو ۽ نہ ڪو بيان ئي انهن جو ڪنهن جريدي ۾ شايع ٿي سگهيو ٿي. هڪڙا جريدا تہ حڪومت جا پنهنجا آهن، باقي جيڪي وچترا هئا انهن کي خوفزده ڪري تڪليفون ڏئي يا تہ پنهنجو ڪيو ويو آهي يا انهن کي چپ رهڻ تي مجبور ڪيو ويو آهي. ان لاءِ بہ ڪيترائي ثبوت پيش ڪيا ويا آهن."

" يوئر لارڊ شپ!" اهو ڪهڙو جيل آهي جيڪو هن وقت صرف "ڊي. آءِ. آر" جي قيدين سان ڀريل نہ آهي؟ ڇا سارو ملڪ باغي ٿي ويو آهي؟ غدار بڻجي چڪو آهي؟ ڪجهہ وقت اڳي اهي ڪيڏانهن ويا هئا جو هاڻي اوچتو ئي سڀ نڪري نروار ٿيا آهن؟ جيڪڏهن ايترا عوام دشمن عناصر اڳي

ٿي موجود هئا تہ پوءِ اڳي دهشت گرديون ڇو نہ ٿيون؟" مسٽر لعل محمد جوش ۾ جذبات ۾ تيز تيز ڳالهائيندو ٿي ويو، شايد اهو خوف لاحق هئس تہ متان ڪيس روڪيو نہ وڃي.

"يوئر لارڊ شپ!." مسٽر لعل محمد ٿورو رڪي وري بيان ڪي جاري رکندي چيو هو، "اهو بہ ٺيڪ آهي، اگر سڀ غدار بنجي چڪا آهن، مجرم ٿي ويا آهن تہ انساني حقوق تحت انهن کي باعزت طور تي ملڪ جي عدالتن ۾ موڪلي سگهجي ٿو، مجرم آهن تہ ڪين عام قانون تحت بہ سزائون ڏئي سگهجن ٿيون، پوءِ آخر ڇو؟" مسٽر لعل محمد لفظ "ڇو" تي وڌيڪ زور ڏيندي چيو هو، "عدالت جي سزائن کان اڳي، ڪيس داخل ٿيڻ کان بہ اڳي مجرمن ۽ ان جي خاندانن کي ظلم جي چڪيءَ ۾ پيٺو وڃي ٿو؟ انسانيت سوز ظلمن سان انهن کي ذهني توڙي جسماني طور تي مجروح ڪيو وڃي ٿو!؟"

"يوئر لارڊ شپ!" ٿورو رڪي مسٽر لعل محمد وري ڇوڻ شروع ڪيو هو، "هن وقت ڪهڙو طبقو آهي جيڪو ان ظلم جو نشانو نہ بڻيل هجي. توهان مزدورن، شاگردن، وڪيلن، واپارين، ڪارخانيدارن ۽ ٻين مختلف ادارن جي ملازمن ۽ مالڪن جا ڪيترائي مثال وٺي سگهو ٿا، جن کي ظلم جو نشانو بڻايو ويو هوندو، هر محب وطن کي غدار بڻائڻ لاءِ ايترن تہ ڪيسن ۾ ملوث ڪيو وڃي ٿو ۽ ڪين مفلوج بڻائڻ جي ايتري تہ ڪوشش ڪئي وڃي ٿي جو ائين ٿو محسوس ٿئي، يا تہ يوئر لارڊ شپ! ڪا زبردست تباهي ايندي ، "ويري ساري سر." هن افسوس جو اظهار ڪندي چيو هو، "يا تہ جمهوري اقدار پائمال ٿي آمريت کان بہ وڌيڪ ڪا فسطائي قوت قابض ٿي ويندي، انساني حقوق جو نالو نشان بہ ڪونہ رهندو...."

"مي لارڊ!" اٽاني جنرل اٿي بيهندي وري مداخلت ڪئي پر هن پيري چيف جسٽس ڪيس ٽوڪيو ڪونہ، ڪيس ڇوڻ جو موقعو ڏنائين، هن چيو "مسٽر لعل محمد حقائق کان هٽي ۽ موضوع کان گهڻو پري نڪري ويو آهي ۽ حڪومت تي سنگين الزام هڻڻ جو مرتڪب ٿي رهيو آهي. هن کي گهرجي تہ اصل پوائنٽ تي ڳالهائي."

پر چيف جسٽس ۽ فل بئنچ جا ٻيا جج بہ حقائق ٻڌڻ جي موڊ ۾ ٿي ڏٺا، ان ڪري انهن هن کي روڪيو ڪونہ. هن جوشيلي انداز ۾ منهنجو

مؤقف بخوبي بيان ڪندي چيو تہ،

"يوئر لارڊ شپ!" مسٽر لعل محمد هاڻي اصلي پوائنٽ تي ايندي وري چوڻ شروع ڪيو، "منهنجي مؤڪل جو اصل مطلب ۽ ارادو بہ اهو ئي هو جنهن کي حڪومت محسوس ڪيو آهي. مسٽر "آزاد" جي لکڻين مان اهو پوريءَ طرح معلوم ٿئي ٿو تہ هن عوام کي حڪومت جا ظالمانا ۽ جابرانا اقدام محسوس ڪرائڻ چاهيان ٿي. هن حڪومت جي هڪ هڪ فعل کي انسانيت سوز ۽ غير قانوني ثابت ڪرڻ لاءِ اها طرز تحرير اختيار ڪئي هئي. جيتوڻيڪ اها تحرير بلڪل انوکي ۽ پنهنجي نوعيت جي منفرد تحرير آهي، جنهن ۾ هر عام ۽ خاص ماڻهوءَ کي ذهن تي هٿوڙا لڳندي محسوس ٿيندي تہ حڪومت زبردستي کين محڪوم بنائڻ، پنهنجو همنوا ڪرڻ ۽ آلہ ڪار بڻجڻ لاءِ اهي طور ۽ طريقا اختيار ڪري رهي آهي. جيڪڏهن منهنجو مؤڪل سڌو سنئون حڪومت جي هر فعل کي ٽوڪي ها ۽ انسانيت سوز قرار ڏيڻ لاءِ ڪيترائي ثبوت پيش ڪري ها تڏهن بہ عوام ائين سمجهي ها تہ مسٽر "آزاد" خوامخواه مخالفت ڪري رهيو آهي. هو پنهنجي مخالفانہ عادتن کان مجبور ٿي ڪري حڪومت تي الزام هڻي رهيو آهي. بجاءِ ان جي مسٽر "آزاد" اها نئين قسم جي ٽيڪنڪ اختيار ڪئي ۽ حڪومت جي هر جابراڻي فعل کي صحيح ۽ اقتدار تي ڪنٽرول رکڻ لاءِ بجا قرار ڏئي خود انتظاميا کي ان ڳالهہ تي سوچڻ لاءِ مجبور ڪيو تہ هو مسٽر "آزاد" تي غداريءَ جو الزام هڻي پاڻ کي عوام جو همدرد بڻائي، هڏ ڏوکي ۽ مخلص ثابت ڪري."

"يوئر لارڊ شپ!" مسٽر لعل محمد انتهائي جوشيلي انداز ۾ هڪ ڊگهي ساهي کڻڻ بعد وري چوڻ شروع ڪيو هو، "جيڪڏهن حڪومت ان سوچ کي غداري ۽ ان راءِ کي باغيانہ قرار ڏئي اهڙي فرد لاءِ ڦاسيءَ جي سزا تجويز ڪري عدالت کان ان جي تقاضا ڪري ٿي تہ اهو منهنجي مؤڪل جو معراج آهي، ان جي جيت ۽ سوڀ آهي جو عوام ان جي مؤقف کي سمجهي رهيو آهي ۽ حڪومت خوفزده ٿي انتهائي قدم کڻڻ لاءِ تيار ٿي وئي آهي، تہ پوءِ يوئر لارڊ شپ! مونکي چوڻ ۽ تقاضا ڪرڻ جي اجازت ڏيو تہ اگر قول تي ايڏي سزا واجب آهي تہ فعل تي ان کان سؤ دفعا وڌيڪ سخت سزا هئڻ گهرجي.

مسٽر "آزاد" کي پلي هڪ ڀيرو ڦاسي ڏيو پر حڪومت جي هر ان فرد

ڪي هڪ سؤ دفعا وري وري ڦاسي جي تختي تي آڻيو جيڪو ان عمل جو مرتڪب ٿيندو رهيو آهي، جنهن جو طريقہ ڪار ۽ طرز حڪومت خود ان متي ۽ اصول تي رکيل آهي جنهن جي نشاندهي مسٽر ”آزاد“ آزادانہ طور تي ڪئي آهي.“

مسٽر لعل محمد جذبات ۾ ڏڪي رهيو هو. مشين وانگر ڳالهائي رهيو هو. هن سخت دليرائي، پر بي حد مايوسيءَ مان وري چوڻ شروع ڪيو، ”ڪاش! عدالتن کي اهڙا اختيارات هجن. اهڙا قانون پاس ڪيل هجن جن هيٺ اهڙي ظالماڻي ۽ جابرائي طرز حڪومت جي هڪ هڪ ڪارندي کي انهن جيلن ۾ ڀريو وڃي جيئن مسٽر ”آزاد“ کي بند ڪيو ويو. انهن انهن کي سالن جا سال پوليس ڪسٽڊي ۾ رکيو وڃي، جيئن مسٽر ”آزاد“ کي رکيو ويو ۽ بي دريافتو انهن انهن تي ۽ انهن جي خاندانن تي ظلمن سان ويل وهايا وڃن جيئن هنن تي وهايا ويا آهن. انهن تي بہ ساڳيءَ طرح ٽربيونلس ۾ ڪيس هلن، انهن تي بہ ڦاسيءَ جون سزائون صادر ٿين. انهن جون بہ اپيلون عدالت عظميٰ ۾ رد ٿين ۽ پوءِ انهن کي بہ وري وري ڦاسيون اچن.“

”يوئر لارڊ شپ!“ مسٽر لعل محمد ٿورو رڪي ۽ افسوسناڪ ۽ غمناڪ انداز ۾ چيو، ”سيني کي معلوم آهي تہ مسٽر ”آزاد“ سان مختلف اسٽيجز تي کهڙيون عقوبتون ٿيون آهن. هن کي زير ڪرڻ لاءِ ڇا ڇا نہ اختيار ڪيو ويو آهي، انهن جي اپٽار اڳي ئي عدالت عاليہ ۾ ڪئي وئي آهي. مان فقط ايترو عرض ڪندس يوئر لارڊ شپ! تہ خدا ڪري اهڙا عذاب ۽ عقوبتون شل ڪنهنجي دشمن سان بہ نہ ٿين.

بس مون کي وڌيڪ ڪجهہ ناهي چوڻو يوئر لارڊ شپ!. حقيقت ۾ قانون سڀ اوهان جي آڏو آهن، اوهان جيڪو انصاف ڪندؤ اهو اسان جي اکين تي هوندو. پر عدالت ان ڳالهہ کي ضرور خيال ۾ رکي تہ حڪومت مسٽر ”آزاد“ کي معافي نامي لکڻ لاءِ بہ ڪافي زور بار ڪري چڪي آهي ۽ هي ”آزاد“ نوجوان ذلت جي زندگي هرگز قبول ڪرڻ لاءِ تيار نہ آهي.“ ائين چئي هو مايوسانہ انداز ۾ پنهنجي جاءِ تي ويهي رهيو.

مون ڏٺو تہ پوري ڪمري تي سڪتو طاري هو. کهڙي اک هئي جا اشڪبار نہ هئي ۽ کهڙو چهرو هو جنهن تي غم ۽ غصي جي لهر نہ ڊوڙي

رهي هئي. پر پوءِ وري بہ اهوئي ٿيو جيڪو حڪومت چاهيو ٿي. مون لاءِ ٽربيونل واري ساڳي ڦاسيءَ واري سزا برقرار رکي وئي. فيصلي ۾ لکيو ويو تہ:

"جيئن تہ عدالت فقط داخل ڪيل ڪيس کي ٻڌڻ ۽ فيصلي ڪرڻ جي مجاز آهي. ان ڪري حڪومت جي باري ۾ وڪيل صفائي جو سڄو سارو بيان اصل ڪيس سان ڪو بہ تعلق نہ ٿو رکي ۽ نہ ئي وري ڪو حڪومت تي اهڙو ڪو ڪيس داخل آهي جيڪو عدالت وٽ زير بحث هجي. ان ڪري اٽارني جنرل جي مؤقف کي درست قرار ڏنو وڃي ٿو ۽ ملزم مسٽر "آزاد" تي لڳايل الزام بلڪل درست ثابت ٿيڻ ڪري، جن لاءِ خود وڪيل صفائي اعتراف ڪري چڪو آهي، ان ڪري ملزم مسٽر "آزاد" کي ڏنل ٽربيونل جي "ڦاسيءَ" جي سزا برقرار رکي وڃي ٿي. اڄ کان ٺيڪ اٺين ڏينهن تي مقامي جيل جي ڦاسي گهاٽ ۾ سندس انت آندو وڃي."

"اوهان جو وقت ختم ٿي چڪو مسٽر "آزاد." چند سپاهين سان گڏ جيل سپرينٽنڊنٽ مون وٽ ايندي چيو ۽ آئون هي ڪاپي انهن جي حوالي ڪري رهيو آهيان. الله حافظ

# سچي خوشي

ڇهين ئي رمضان جو مهينو شروع ٿيو ته امان کان پڇندو هئس ته عيد ڪڏهن ٿيندي؟ ۽ هو چوندي هئي،

"ابا جڏهن چنڊ ڏسبو."

"چنڊ ڪڏهن ڏسبو امان؟" آءُ هن کان ورجائي پڇندو هئس، ۽ هوءَ مختلف تاريخن تي حساب ڪري ڏينهن ٻڌائيندي هئي. هڪ ڏينهن امان کان پڇيو هئم، "عيد ڇا ٿيندي آهي امان؟"

"جنهن الله سائين پاڻ کي خلقيو آهي ان اسان تي رمضان جا ٽيهه روزا فرض ڪيا آهن ۽ جڏهن اهي پورا ٿيندا آهن ته هڪ ڏينهن خوشيون ملهائبيون آهن. انهن خوشين کي ئي پاڻ عيد سڏيندا آهيون." امان مٿي تي هٿ ڦيريندي ٻڌايو هئم.

مون کي ان خوشين جي عيد جو بي حد انتظار هو ته ڏسان ته ڇا ٿو ٿئي. روزا رکيا ٿي ڀين ۽ عيد جو انتظار هو مون کي! جيئن ئي عيد ويجهي ايندي وئي، سڀني جا نوان نوان ڪپڙا ٺهندا ويا، نيون ٽوپيون ۽ بوٽ ايندا ويا ته آءُ به بابي سان گڏ شهر ويو هئس. بازار مان لنگهندي دل چئي ته سڀ شيون وٺي وڃي گهر امان کي ڏيکاريان. پر بابا هر دفعي ائين پيو چئيم ته "ڀهرين بوٽ ۽ ٽوپي وٺون پوءِ ٿا پيون به شيون وٺون." بابا ڀين جي پيئن کان وڌيڪ عقل وارو هو جو مون کي ريهي ريبي رکو ٽوپي ۽ بوٽ وٺي ڏنائين ۽ نون ڪپڙن لاءِ ڪپڙو وٺي درزي کي ڏنو هئائين، ڪجهه انگور ۽ صوف به وٺي ڏنا هئائين، باقي ٻي ڪا به شي وٺي نه ڏنائين جا ڳوٺ ڪٿي اڃان ها. بوٽن جي دڪان تي جڏهن رسي وينو هئس تڏهن مس عينڪ ۽ ٽارچ وٺي ڏني هئائين. باقي رانديڪا نه ورتائين، چيائين ٿي ته "اها رکو نڪي آهي." ڇٽا به ڪونه وٺي ڏنائين چو ته "اهي بادي آهن، پيٽ ۾ سور ٿيندو."

پـلا رومـال چو كـو نــ ونـي ڏنـائين؟ چئـي ”تـون اجا نـنـڍو آهين رومـال ڇا
كنديـن.“ وڏا بال ڏاڏا وٺيـا هئـم پر چئـي ”اهي وڏن جي كـيـڏڻ جا آهن.“
منائي ڏسي وات ٺي پاٽي ٿي ويو هئم پر بابي اتي بہ دڙكو ڏئي ماٺ كرائي
هئم، چئي بازاري گيهن جي منائي كائي پاڻ كي بيمار كرڻو اٿئي ڇا؟“ شين
سان ڀريل شهر مان بابي رڳو اهي چند شيون ورتيون. پوءِ اٿين چئي جلدي
جلدي اسٽيشن تي آيو تہ ”گاڏي نہ ڇٽي وڃي.“

عيد رات واري شام جو ڀهرين تہ ماٺهو كوٺن تي چڙهي ويا هئا. كي
ٻاهر ميدان تي بيٺا هئا. مڙني ڳوٺاڻن جون نظرون اولهہ جي آسمان ۾ هيون.
آءُ ڀهرين تہ حيران هئس تہ پلا چنڊ ڏسڻ لاءِ ايتري كشش ۽ كوشش
ڇو آهي! پر پوءِ جڏهن بابي ٻڌايو هئم تہ چنڊ ڳولڻ بہ ثواب آهي، تڏهن آءُ
بہ ڳوليندڙن ۾ شامل هئس. ڀهرين ڀهرين بابي چنڊ ڏٺو هو، پوءِ ٻين كي بہ
ڏيكاريو هئائين”بابو كيڏو نہ سٺو آهي.“ مون دل ۾ سوچو هو. پر جڏهن
هو مون كي چنڊ ڏيكاري نہ سگهيو تہ مون كي دل تي سخت چوٽ لڳي هئي.
دل ۾ پاڻ تـي ڏاڍي كـاوڙ پـئـي آيـم تـہ وڏو هـجان هـا تـہ آءُ بـہ ٻين وانـگـر
يكدم چنڊ ڏسان ها ۽ ٻين كان اڳ ۾ دعائون گهران ها. ان مهل ڊوڙي امان
كان پڇيو هئم تہ ”آءُ كڏهن وڏو ٿيندس؟“ امان ڳراٽڙي پائي چيو هئم:
”روئين ڇو ٿـو پٽ، تـون تـہ هينئر ئـي وڏو آهين، ڏس!“ مـون ڏانـهـن اشـارو
كري چيو هئائين.

”پوءِ مون كي چنڊ ڇو نٿو ڏسڻ ۾ اچي؟“ مون سڏكندي چيو.

۽ امان لاجواب ٿي وئي هئي. چئي، ”ايندڙ سال تون ضرور
عيد جو چنڊ ڏسندين.“

ان وقت مون كي خبر پئي تہ اهو روزن ۽ عيد وارو رمضان هر سال ايندو
آهي. جيئن موكل وارو آچر بہ هر هفتي پيو ايندو آهي.

”مون كي تہ اهائي وڏي خوشي هئي تہ سڀاڻي عيد آهي. آءُ نوان كپڙا،
نوان بوٽ ۽ ٽوپي پائي جڏهن ٻاهر نكرندس تہ سيني كي پيو وٽندس. سيني
جي كپڙن ۽ بوٽن كان منهنجا سٺا هوندا. وڏي ڳالهہ تہ بابا ۽ امان خرچي
بہ ڏيندم. بابا عطر آندو آهي اهو لڳائيندس. پوءِ سارو ڳوٺ واسجي خوشبوءِ
ٿي ويندو. چون ٿا تہ ”عيدگاهہ تي بہ هلبو. اتي ڇا ٿيندو ؟“ اهو وري وري

سوچيندي نيٺ سمهي پيو هئس.

عيد جي صبح جو سوير اٿيس. ٿوري ٿوري ٿڌ به پئي پئي. آءُ چوان ته مون کي وهنجاريو ۽ امان چوي ته رکو ڪپڙا پاءِ، تڏجي پوندين. پلا وهنجڻ بنا نوان ڪپڙا پائڻ ڪهڙا! عيد جي ڏينهن به مون پنهنجو ڪيتو ڪونه ڇڏيو. ايستائين جيستائين مون کي گرم پاڻيءَ سان نه وهنجاريو ويو. نندي ظفر ته ڪپڙن تي به ڪيتو ڪيو. "هي نه هو، چڊي نه پائجامو، ڳاڙهي قميص نه پر بشرٽ ڪيسي واري، اها نه هو" پلا هن کي ڪهڙي خبر ته ڪپڙا ڪهڙا سٺا هئا ۽ عيد تي ڪهڙا پائجن. هو ته ڪپڙا ئي نه پيو پائي. هن کي ڪهڙي خبر ته عيد آهي ۽ عيد ڇا ٿيندي آهي.

بابي کان اڳي ئي مان تيار ٿي سؤٽن جي گهر ويس. سڀني ائين پئي چيو، "اسد ته ڪپڙا سٺا پاتا آهن. بوٽ واهه وا اٿس" ۽ آءُ ڪپڙن ۽ بوٽن ۾ نه پئي ماپيس. سڀون به تيار ٿي ويون هيون. ڏاڍيون مٺيون هيون. پر خوشيءَ ۾ ته اهي به ڪونه پيون وٽن. پلا وٽن به ڪيئن، عيد جو هئي. نون ڪپڙن، ٽوپين ۽ بوٽن جي عيد. پيا ته چون به ائين ته "سين جي عيد." پر مون کي ته اهي ڪونه وٽيون. جن روزا رکيا، انهن کي ته ڏاڍيون وٽيون. جڏهن آءُ روزا رکندس تڏهن مون کي به وٽنديون.

بابا تيار ٿيو. سادي پوشاڪ صاف سٿري هئس. جڏهن عيدگاهه ڏي وياسين ته ان وقت سڄو رستو ماڻهن سان ڀريو پيو هو. ڪو ڪٿان پيو نڪري، ڪو ڪٿان پيو اچي. ٽولن جا ٽولا پاڻ ۾ ملندا وڃن. سڀ بابا وانگر "الله اڪبر، الله اڪبر، لا اله .... " اڳتي به ڪجهه چون پيا. رنگ برنگي نوان نوان ڪپڙا پايو وڏا خاموش يا ورد ۾ ۽ ننڍا مون جيڏا پنهنجن ۽ ٻين جي ڪپڙن ۾ فرق ڪندا خوشين ۾ نه ماپندا اڳتي وڌندا هليا.

عيدگاهه ڇا هئي، بس پري پري تائين نندي چار ديواري سان زمين هئي. جنهن ۾ ڇانوَ لاءِ ڪيترائي وڻ هئا. سادي سودي جڳهه ۾ رنگ برنگي ويس وڳن ۽ چادرن، اجرڪن ۽ مصلن تي وڏيون وڏيون قطارون ڏسي مون کي فخر ٿيڻ لڳو ته انهيءَ عظمت جي نشاني ۾ آءُ به هڪ آهيان. پوري عيدگاهه خوشبوءِ ۾ مهڪيل ۽ الله اڪبر جي ورد ۾ مٽل هئي. بابا مون کي ٻڌايو هو ته اسين سڀ الله سائين جا ٻانها آهيون، پر ان کي اسين ڏسي نٿا سگهون. پر

بابا کي بہ کير سمجهائي، هن هيڏي ساري مجمعي جو روح خوش ڪندڙ نظارو ۽ سادگيءَ جو عمل ان خالق جي وڏائي نٿو بيان ڪري! ڇا ان ۾ اها خدائي نظر نٿي اچي جنهن خدا جا اسين بندا آهيون !!

مقرر وقت تہ الائي ڪهڙو هو، پر اوچتو ئي سڀ اٿي بيٺا. ڇو اٿي بيهي رهيا ۽ قطارون ٺاهڻ لڳا! آءٌ حيرت ۾ بابا سان گڏ قطار ۾ بيهي رهيس. سڀني کان اڳيان هڪ ڊگهي ڏاڙهي سان روحاني چهري وارو بلڪل سادن ڪپڙن ۾، مٿي تي پٽڪو ٻڌيو بيٺو هو ۽ اسان سڀني کي ڪجهہ چئي رهيو هو. خوشي تہ مون وانگر هن کي بہ ضرور هئي پر هن ايتري سادگي ڇو اختيار ڪئي. شايد الله کي سادگي ئي پسند هوندي. نہ تہ سڀ وڏا، اسان کان جيڪي بہ وڏا، سادا ڇو هئا؟ ڪپڙا سادا، رومال سادا، ٽوپيون ساديون، ڪپڙي واريون يا ٻيون بہ، اهي سڀ ساديون، پر شايد انهن جون خلوص واريون دليون ڪنهن ٻيءَ شيءِ سان مالامال هيون. مون کي سمجهہ ۾ ڪونہ آيو تہ اها ڪهڙي شيءِ هوندي، وڏو ٿيندس تہ پوءِ آءٌ بہ سادگي اختيار ڪندس ۽ پوءِ منهنجي دل بہ ان شيءِ سان ضرور مالا مال هوندي، پريل ۽ ٽمٽار هوندي.

ساڳيءَ طرح بابا وانگر، جيئن بابا روز ننڍڙي جماعت سان نماز پڙهندو هو، اڄ هيڏي وڏي جماعت سان نماز ادا ٿي رهي هئي. روزاني جي نماز ۽ عيد جي نماز ۾ گهڻو فرق هو. هن ۾ رڪعتون صرف ٻہ هيون ۽ انهن ۾ بہ ٽي ٽي ڀيرا الله اڪبر جا آواز هئا. بابا ٻڌايو هئم تہ الله سائين جي شڪر بجا آڻڻ لاءِ خوشيءَ جي موقعي تي اهي ٻہ رڪعتون نماز جون ادا ڪيون وڃن ٿيون.

اجان نماز ختم ئي ٿي تہ وري عظيم مولوي صاحب اٿي بيٺو ۽ جمعي جي خطبي وانگر لٺ هٿ ۾ ڪئي، ساڳيو خطبو پڙهڻ لڳو. پر جمعي جي خطبي ۽ هن عيد واري خطبي ۾ وڏو فرق هو. مولوي صاحب روزن جي عظمت ۽ اهميت، روزي وارن کي فائدا ۽ بي روزائتن کي نقصان ٻڌائي رهيو هو. بهشت ۽ دوزخ جون ڳالهيون ٻڌي سڀ خاموش ۽ باادب، نظرون جهڪايو ويٺا هئا. ڪي دل جا ڪمزور روئي بہ رهيا هئا. مون کي بہ ان وقت ڏاڍو ڏک ٿيو هو جڏهن مولوي صاحب جتوئي جي زبان ۾ الله جي طرف کان چئي رهيو هو تہ ،

"انهن ماڻهن جي لاءِ مون وٽ ڪوبہ حصو ۽ درجو ناهي جيڪي رمضان

جو سارو مهينو مون الله جي عبادت کان غافل رهيا. کائڻ پيئڻ ۾ رڌل رهيا، عيش عشرت ۾ ورتل رهيا ۽ روزن کان پري رهيا. پر اڄ عيد جي ڏينهن هو به روزائتن وانگر نوان ويس وڳا ڪري عطر ۽ خوشبوء لڳائي، عيدگاهه ۾ اچي گڏ ٿيا آهن ۽ پاڻ کي انهن جي صفن ۾ شامل سمجهي مون الله کي ڏوکو ڏئي نٿا سگهن. انهن لاء مون وٽ ڪوبه بدلو ۽ اجر نه آهي."

مون کي ائين لڳو ته مولوي صاحب ڄڻ ته مون کي ئي چئي رهيو آهي. مولوي صاحب کي پلا ڪيئن خبر پئي ته مون روزا ڪونه رکيا هئا ۽ ڪا به عبادت ڪا نه ڪئي هئي. سيني کي خاموش ۽ نظرون جهڪايل ڏسي پانيم ته پڇي ٻاهر نڪري وڃان. پر پوء ياد آيم ته بابا چيو هئم ته، "تون ننڍڙو آهين ۽ توتي روزا فرض به ڪونهن. مون ته رکيا پئي پر امان ۽ بابا جن رکڻ ڪونه ڏنا هئا."

تڏهن ڇاتم ته مولوي صاحب مون کي نه پر وڏن کي چئي رهيو هو. چاچا فضل داد ۽ مامي ڪريم بخش کي، جن روزا ڪونه رکيا هئا ۽ روزن جي ڏينهن ۾ رستي تي هلندي سگريٽ پيئندا هئا، چوندا هئا ته اسان وٽ آن ٿوروئي ڪتو آهي جو پاڻ کي بک ماريون. آن ته اسان وٽ به گهڻو ئي پيل هو، هڪڙي ڪوٺي سڄي ڪڻڪ ۽ چانورن سان پريل هئي. چاچو فضل داد ته دڪان تان ڪنڌو ڪٽندو هو ۽ مامو ڪريم بخش بابا کان ٻه ٽي پيرا ڪڻڪ اڌاري گهرائي چڪو هو. پوء به بابا ۽ امان جن روزا ڇو رکيا؟

هاڻي مون کي سڌ پئي ته چاچا ۽ ماما جن سگريٽ ڇڏي ڪونه پيا سگهن، نمازون به ڪونه پڙهندا هئا ۽ نه الله سائين جو پيو ڪو چيو وٺندا هئا، تڏهن ئي هنن ائين ڪيو. اڄ اهي به عيد نماز ۾ وينا هئا، تيڏي اک سان سيني کي پئي ڏنائون، هنن کي شايد شڪ پيو هو ته سڄي جماعت کي سندن پوري خبر هئي ۽ سڀ خاموشيء ۾ مٿن ٺٺوليون ڪري رهيا هئا.

پوء ته مولوي صاحب "ماهه رمضان الوداع." جي سر سان ڪيترن ئي نمونن سان افسوس پئي ڪيو. چو نه انهن کي افسوس به ٿئي. رمضان جو مهينو رحمتن جو مهينو هو، جيئن مولوي صاحب اڳي ئي ٻڌايو هو ۽ ائين به چيو هئائين ته "حافظ ڇڏي ويا مسجدون ادا". سڄو رمضان مسجدون حافظن جي تلاوت سان گونجيون هيون، رات جو تراويحون ٿينديون هيون، آئا به

بابا سان گڏ ٻہ ٽي ڀيرا ويو هئس، خاص ڪري ٢٧ جي رات، جڏهن قرآن شريف جو ختم ٿيو هو. بابا ٻڌايو هو تہ رات اتي ويٺو عبادت ڪندو رهيو هو. گھر ۾ امان ۽ ادي جن بہ جاڳنديون رهيون ۽ ڪلام الله جو دور ڪنديون رهيون. تڏهن تہ نڙي بہ ويهي وين ۽ آواز ڳرو ٿي پين. مون بہ رات جاڳڻ جي گهڻي ڪوشش ڪئي هئي پر پوءِ الائي ڪيڏي مهل ننڊ اچي وئي هئم.

مولوي صاحب جڏهن خطبو ختم ڪيو هو تہ پوءِ هڪ تمام وڏي دعا گهري هئائين. سيني سان گڏ مون بہ وچ ۾ آمين آمين پئي ڪئي. پنهنجي لاءِ دعا هئي، قوم ۽ ملڪ لاءِ دعا هئي، جنت جي دعا هئي، نيڪيءَ جي دعا هئي، بدي کان بچڻ جي دعا هئي، قبر جي عذاب کان بچڻ جي دعا هئي، آخرت موچاري ٿيڻ جي دعا هئي، بيمارن لاءِ شفا جي دعا هئي، ڪشمير لاءِ دعا هئي، قيدين لاءِ دعا هئي، مون کي تہ سڀ سمجهہ ۾ ڪونہ پئي آيو پر ڳڻو دعا ئي دعا هئي ڪيڏي نہ عظيم ۽ وڏي هستي اها آهي جنهن کان ايڏي وڏي دعا گهري پئي وئي. سڄي زندگي لاءِ دعا هئي تہ هن زندگيءَ کان اڳتي جي بہ دعا هئي.

دعا ختم ٿي تہ سڀ اٿيا. اٿيا ڇا، هڪ ٻئي کي ڀاڪر پائيندا مبارڪون ڏيندا ويا. آءٌ حيران تہ ڇا پيو ٿئي. پوءِ سمجهہ ۾ آيم تہ خوشيءَ جو اهوئي بهترين طريقو هو ۽ اها ان جي انتها هئي جو سڀ رڻل پرچيا هئا. ڀاڪر پاتا هئائون. دعائون ڏنيون هئائون. جن ڪڏهن هڪ ٻئي جو منهن نہ ڏٺو، جن ڪڏهن هڪ ٻئي سان ڳالهايو ڪونہ اهي سڀ ڀاڪر پائي مليا هئا. چاچا ۽ بابا بہ رڻل هئا پر اهي بہ مليا هئا، وڏا وڏا ڀاڪر پاتا هئائون، مبارڪون ڏنيون هئائون. روح ڇا ٿيندو آهي اڃا ان کي سمجهڻ مشڪل هو، پر مون کي تہ ان ڏينهن ڏاڍي خوشي ٿي هئي، جنهن کي وڏا وري روحاني خوشي بہ چون پيا.

# ڪامريڊ گريچڪو

نواڻ جي شوق منهنجي ہہ هڪ دوست کي ڪامريڊ سڏائڻ تي مجبور ڪيو هو. رکو نالو وٺي سڏ ڪيوس تہ چڙ لٿ وهائي ڪڍيوَس.

مون کي جڏهن ہہ ملندو آهي تہ چوانس" هيلو ڪامريڊ توهہ سنڌي ! آهين سچو پچو ڪامريڊ." بس پوءِ تہ سارو ڏينهن ڪپڙن ۾ نہ پيو ماپندو. وري جي چوانس، "اڄو نوجوان" پوءِ تہ واڄ ٿي گودو ٿيو وڃيس. حالانڪ هن جي عمر ٻهو سڄ هاٺي موٽ ڪائي چڪو آهي. نوجواني تہ پري رهي پر جواني ہہ وڃائي چڪو آهي. هڪدم ورجائيندو، "ڇا، ڇا چيئي؟ نوجوان! ها ها نوجوان بلڪل نوجوان، بلڪ انهن کان ہہ وڌ. تر ڪامريڊ جو مطلب ہہ آزاد آهي ۽ آزاد معنيٰ هميشه نوجوان." هن جون تاويلون ڪجهہ ان قسم جون هونديون آهن.

سگريٽ ڇپٽي تي پيئي، وار سدائين انيا ۽ ڪنڊريل، ڇاتي هميشه دن تائين ڪليل، اکين تي بيضوي شيشن وارو چشمو ۽ هڪ هفتي کان متي جي وڏيل شيو، ور ور ڪري اگهاڙي ڇاتيءَ تي هٿ هٽي پيو ورجائيندو، "نوجوان، ها، ڪامريڊ نوجوان."

اڄ اوچتو ٿي رڪشا جي تلاش ۾ جهوتون هڻندي ڏسي ورتومانس. پڇيو مانس:

"ڪٿان پيو اچين نوجوان ۽ ايترو پريشان ڇو آهين!؟"

"ڪامريڊ گريچڪو وٽان." نئيڙو ۽ اٿپورو جواب ڏنائين.

توهہ سنڌي پنهنجي نظرياتي استاد کي انهيءَ نالي سان سڏيندو آهي ۽ مشهور ڪميونسٽ ليڊر ڪامريڊ مولوتو گريچڪو جي تاريخ سان پنهنجي استاد کي ملائي فخريہ ٻڌائيندو آهي تہ:

"هو پيدائشي هاريءَ جو پٽ هو ۽ هي ہہ ٻهراڙيءَ جي خاندان جو چشم و چراغ آهي. هو ننڍي هوندي کان يتيم هو يعني پيءُ مري ويو هئس

۽ هي اڌ يتيم آهي يعني ماءُ ڪانہ اٿس. ڪامريڊ مولوتو گريچڪو جي ماءُ ٻيو مڙس ڪيو هو، جتي هن اڳڃائي جي حيثيت ۾ ڪي ٻہ سک ڪونہ ڏٺا. سندس استاد جي ٻيءُ وري هڪڙي رنڙ سان شادي ڪئي هئي، جنهن کي اڳي ئي ٻہ پٽ ۽ هڪ نياڻي جا ٻار هئا. ان ڪري سندس استاد روزانو ماٽيجي ماءُ ۽ ان جي ٻارن جي هٿان ائين ڪٽبو هو جيئن "اٺ پٽڻ تي." وري جي فيصلو ويندو هو پٽس وٽ، تہ اهو بہ وتائي فقير واري تاريخي فيصلي تہ عمل ڪندي "جيڪا گهٽڻ جي صلاح" چئي باقي ڃنجري لاهيندو هئس."

هونءَ تہ ڪامريڊ ٽوهہ سنڌي ايترو تفصيل سان نہ ٻڌائي ها پر چاڪاڻ تہ ڪامريڊ مولوتو گريچڪو جي ڇپيل آتم ڪهاڻي سان سندس سياسي استاد جي حرف بہ حرف پيٽ واري نواڻ هن کي بيحد پسند هئي، ان ڪري جتي ڪٿي پنهنجي استاد جي پٽ وانگي ڪرڻ ڪان هرگز ڪين ڪيٻائيندو هو.

هفتو کن اڳ تاريخ جا ڪجهہ وڏيڪ انڪشاف ڪندي ٻڌايو هئاسين تہ، ڪامريڊ مولوتو گريچڪو وانگر سندس استاد بہ ننڍي هوندي بيحد نٺر، گبي، اسڪول ڪان ڀڄي ويندڙ، شاگردن جون شيون چورائيندڙ ۽ پوءِ استاد ڪان وٺي شاگردن جي هٿان سزائون ۽ مارون کائي وڏو ٿيو. ڪڏهن بہ ڪاپي بنان پاس ڪونہ ٿيو. وڏهي سڙهي مئٽرڪ پاس ڪيائين، پوءِ تہ ڪاليج ۾ ليڊر بنجي ايريو. ڪجهہ ڪاپي، ڪجهہ غنڊه گردي جي ڪرشمي سان امتحانن مان پاس ٿيندو پهرين بي - اي پاس ڪيائين ۽ پوءِ ايل - ايل بي پاس ڪري ايم - اي پاس جانوري عرف ايم - اي گانوري ايڊوڪيٽ يا ڪامريڊ گانوري بنيو يعني ڪامريڊ ٽوهہ سنڌيءَ جو نظرياتي استاد ڪامريڊ گريچڪو ثاني. ڪامريڊ ٽوهہ سنڌي اهو بہ ٻڌايو هو تہ شاگرد ليڊري واري زماني ۾ ڪامريڊ گانوري گريچڪو جون قوم پرستانہ تقريرون ۽ مذهبي مخالفت جا انداز بہ بلڪل ساڳيا رهيا جيڪي ڪامريڊ مولوتو گريچڪو جي آتم ڪهاڻيءَ ۾ ملن ٿا. سندس هڪ تقرير جو مثال ڏيندي ٻڌايو هئائين:

"..... اهي ڪوڙا ڪاغذي مذهب ۽ انهن جا ٺيڪيدار حقيقت ۾ محنت ڪش عوام جي ترقي آڏو رڪاوٽ بنيل آهن. دقيانوسي ريتن رسمن ۽ ذهني جا پوئلگ طبقات جا موجد هن، اهي برهمڻن کان گهٽ ڪين آهن جن ساري محنت ڪش عوام کي شودر بنائي رکيو. هاڻي وقت اچي ويو آهي جو انهن

بندشن ۽ ديوارن کي ٽوڙيو وڃي، ڪوٽ ۽ ڪنگرين کي ڪيرايو وڃي. مذهب ۽ آفيم جي نشي ۾ ڪو فرق ڪونهي. نشي کي ترڪ ڪبو ته هر شيءِ صاف ۽ پنهنجي نظر ايندي. ڏاهر صحيح ترقي پسند ۽ قوم پرست سنڌي هو. هن ڀيڻ سان شادي ڪري پراڻين رسمن جو خاتمو ڪيو هو. مذهبي خول مان ٻاهر نڪربو ته ذهني وسعت نظر ايندي، جيڪا هن دور جي اهم ضرورت آهي.

لطيف ڪجهه به چئي ويو هجي پر اسان ڪان "پائي منهن مونن ۾" موڳو ٿي ويهڻ هرگز ڪونه پڄندو. اسان ته ذاتي ۽ کهاڙيءَ سان ڪنڌ ڪپڻ ۽ سسيون لٽڻ چاڻون انهن جون، جيڪي ازلي ويري آهن محنت ڪشن ۽ ترقي پسندن جا."

توهه سنڌي کي اڃا رڪشا ڪانه ملي هئي پر هو ڏاڍو پريشان. وڃي ٻانهن مان ورتومانس.

چيم، "نوجوان جلدي آهي ته مان ڇڏي اچانءِ؟" –

"نه، نه – اهڙي ڪابه جلدي ڪانهي."

"ته پوءِ ٻڌاءِ ڪامريڊ ڳانوري گريچڪو جو ڪو نئون واقعو." "هينئر نه – تڪڙو آهيان – تڪڙو ته نه آهيان پر..." جملو اڌ ۾ ڇڏي ڏنائين.

"نتاءِ نه – موٽر سائيڪل اٿم، چئين ته ڇڏي اچانءِ؟" سواري جي آفر ڪندي چيم.

"مهرباني – رڪشا ملي ويندي. توکي اجايو تڪليف ٿيندي، پر آهيان تڪڙو." هو پريشاني ۽ ڪشمڪش ۾ ڪجهه نتائي ۽ ڪجهه لڪائي رهيو هو.

"ڇگو ڪٿي هلندين؟ مون فيصلي واري انداز ۾ پڇيو. "نه رڪشا ملي ويندي." ائين ڪندي هن هڪ خالي رڪشا کي بيهڻ جو اشارو ڪيو پر اها بيٺي ڪانه."

"ڇڏ پڪائي – ويهه – ڪٿي هلبو؟" مون ٻانهن کان ڇڪي پاڻ سان گڏ ويهاريندي پڇيو مانس.

"هيرآباد" هن هٻڪندي وراڻيو.

مون گاڏي اسٽارٽ ڪئي ۽ جڏهن هير آباد پوسٽ آفيس وٽ پهتس ته هن اورنٽيل ڪاليج طرف هلڻ جو اشارو ڏنو ۽ نڪاح رجسٽرار جي آفيس

وٺان لنگھندي هن اتي گاڏي روڪڻ لاءِ چيو.

"هتي ڇو؟" مون حيران ٿيندي پڇيو.

"بس يار ڪامريڊ، شادي ته ڪريان ـ نڪاح پڙهائڻو آهي."

"توکي نڪاح جي ضرورت ڪيئن پئي ۽ سا بہ ڪامريڊ گانوري گريڇڪو جي گهران! ڪيس پنهنجا ئي قول ياد نہ آهن ڇا، تہ هي نڪاح ۽ طلاق مذهبي فرسوده رشتا انسانيت جا قاتل آهن!"

"ڇڏ يار، مذاق نہ ڪر ـ" هن سيريس (Serious) ٿي چيو، "نڪاح بغير هتي رهي ڪيئن سگهبو!"

"ڪامريڊ نوجوانو! پوءِ تہ توهان کي هر شيءِ سان نڪاح ڪرڻو پوندو. رڪاوٽون ۽ بندشون تہ هر موڙ تي اوهان کي ملنديون. انهن کي قبول ڪرڻو پوندو. هي سنڌ يعني باب الاسلام ۽ پاڪستان جو معاشرو آهي. ڏاهر ۽ گريڇڪو مولوئو وارو معاشرو نہ آهي. هي آزاد هوندي بہ مذهب جي سٺهي زيور سان آراستہ آهي ...."

"انهيءَ کي ڏٺو ويندو...... پهرين هيءُ تہ ٿئي." منهنجي ڳالهہ کي اڌ ۾ ڪٽيندي هن اتاولائيءَ مان چيو ۽ پوءِ جلدي رجسترار جي آفيس جو در ٽپي اندر غائب ٿي ويو.

# پڙهندڙ نسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻِڪَ ”لُڙهندَڙ نَسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندَڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڇُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندَڙُ، ياڙي، ڪاٺُو، ياڃوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سيني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوُٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعنی e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌَڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاريِ تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پڙهندڙ نسل (پَـنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪـو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهـڙي دعوىٰ ڪري ٿـو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُـوڙو آهـي. نہ ئي وري پَنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪـڏهن ڪـو اهـڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہِ ڪُوڙو آهي.

جَهڙيءَ طَرَح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پڙهندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختَلِف آهـن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، پَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿـي سگهن ٿـا. بيـن لفظن ۾ پَنَ ڪا خُصوصيِ ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَـنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتـي بنيـادن تـي بہ ٿِيـن. اهـڙي حالت ۾ پَـنَ پاڻ هِڪَـٻِئي جي مـدد ڪَـرڻ جـي اُصـولَ هيـٺ ڏي وَٺُ ڪنـدا ۽ غيرتجـارتي non-commercial رهنـدا. پَنَـن پـاران ڪتـابن کـي ڊِجيٽـائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪـو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪـرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ کان پـو ٻيـو اهـم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مـان جيڪـڏهن ڪـو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَـن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڏِ کان وَڏِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻَ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛

ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موتي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛

گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿئي، هي بَم- گولو،

جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!

مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،

جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ -

اِن حسابَ سان اڄڪلهہ ڪي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ ”هاڻي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ ناداني جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪڄي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڻڄاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پَڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **ڇو، ڇالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوشش ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽر گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا، بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ياڪيِ پائي چيو تہ ”منهنجا ياءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)